## مهاڳ

اسين سکھون جنِ کي...
کاهوڙيان کٽي ويا، رهيا ڏٿان ڏُور
وڏي ڪنهن ضرور، مارن ملير مٿيون
(شاهه رحه)

سنڌ جي وسندي ڪنڌياري جي هڪ سکئي گهر ۾ جنم وٺندڙ سڪيلڌو ٻار، جنهن جي ڇٽيءَ جو نالو، لوڪومل ولد چيلارام پاٿيا“ هو، جنهن جي ڄمڻ تي سندس سرڳواسي ڏاڏي سيٺ جاڙي مل سڄي ڪنڌياري ۾ پرهو گهمرائي سڄي ڪنڌياري جي ماني ڪئي، جو سڪيلڌو ٻار سندس پهريون پوٽو هو، جنهن کي ننڍپڻ ۾ ”ڪيڏ“ مان لوڪو“ سڏيو ويندو هو.

جيئن چوندا آهن ته، ”سڪيلڌو سڪي مري، پنيلڌو پني مري.“ تيئنم ئي ان سڪيلڌي ٻار کي اوچتو ئي اوچتو آفت جيان ايل مزهبن جي وچ واريءَ تفرت پنهنجي سڪئي، مهزب ۽ ساندار جنم ڀومي کان ڇڪي ڇني ڌار ڪري ڪيس ظالم وقت جي ابتن سبتن لوڏي ڦير لپاتن جي ور چاڙهي ٻارهن سالن جي ٻار مان ٻارهن سالن جو مرد بنائي ڇڏيو. پر هن جي اجري اندر مان پنهتنجي سوهڻي ۽ سرهي ڌرتيءَ جي ڇڪ، سڪ ۽ مهڪ ڪوبه ڪسي نه سگهيو، جيڪا سندس اندر ۾ بنا ڪنهن ڪس، ڪٺ ۽ ڌاڙي جي مڪمل طريقي سان مهڪندي ۽ ٻهڪندي رهي.جنهن جي ڪري وقت ۽ حالتن جي ڪڏن روين ۽ ڪٺورتا باوجود وٽس نفرت لاءِ ڪابه جاءِ جڙي نه سگهي ۽ هو پنهنجي جند جان ۽ ڪٽنب جي بچا4ءَ، عزت ۽ وقار خاطر ڪاپا (پورهيا) ڪندو هڻ هٽنان واري بيقياس ۽

ٻٽوري زندگي مان محبتن جي پاڪرن ۾ رهندي اکري پار پيو، جنهن زندگيءَ جي موجوده دور ۾ ڪامياب ۽ سرخ روءُ پهچي اهو احساس ڏياريو ته 26 مارچ 1936ع تي مقدس سنڌ جي اپ تي تاري جيان ٽمڪي اپرندڙ ٻار اڄ ڄڻ ته ”سنڌيت“ جي نڀ تي نترروار ٽيندڙ وهائو تارو بنجي ويو آهي.

”سنڌيت“ جنهن جو انت نه پار، جنهن جي حد نه ڇيهه.
جتي جتي به سنڌي هوندو اتي اتي ”سنڌيت“ جو جهنڊو بلند هوندو ۽ سنڌ امڙ جو امر نانءُ گونجيندو رهندو.

لوڪوءَ کان لڇمڻ ڪومل تائين وارو اوکو اڙانگو سپر طئي ڪندي جيڪا ميڙي چوندي هٿ ڪيائين، اها سنڌ جي ساروٽين واري آتم ڪٿا ”وهي ڪاتي جا پنا“ ۾ سربستي لکي اسان جي لڇمڻ ڪومل به ڄڻ ته ”سنڌيت“ جي انهيءَ ”لاحد“ کي ڇهڻ جي ڪوشس ڪئي اهي.
جيڪا سبب ٻٽي آهي ته آئون وري به مٿس لکان.

مارڪسي نقاد جي پليخانوف چوي ٿو، ”معاشرو فنڪار لاءِ نه پر فنڪار معاشري لاءِ هوندو آهي.“

فنڪار جيئن ته عام کان متاهون هوندو آهي، جنهن کي خالق عام کان مٿي ذهني خزانن سان نوازيو هوندو آهي، جنهن جي آڌار، هو معاشري کي بهتر بنائڻ، سڌارڻ ۽ عالحامنج تي پهچائڻ جو ادراڪ رکي ٿو.

فنڪار اهو سونون آهي، جنهن وٽ ماڳ جا پار پتا هوندا اهن. هو معاشري کي سنئين دڳ لائڻ جي قدرت ۽ سگهه رکي ٿو. ٻي صورت ۾

معاشرو ننڍڙڪو ٿي ويندو ۽ بنا ڪنهن اوهي واهيءَ جي يتيم ٻار وانگيان وڪ وڪ تي آٿت جو هٿ ڳوليندو رهندو.

اسان وٽ وري پليخانوف جي چوڻ جي ابتر صورتحال آهي ۽ معاشري کي پاڻ لاءِ سمجهي ان کي پوپرين (puppets) جيان آڱرين تي نچائڻ وارا پڻ فنڪار هئڻ جا دعويدار بنيل آهي، جڏهن ته آڱرين تي پوپريون هجن يا معاشرو، نچائڻ لاءِ ”فن“ جو هئڻ انتهائي ضروري آهي.

مانواري لڇمڻ ڪومل وٽ اهو فن آهي، جنهن جي ڪري اڄ هو معاشري جو پرجهلو ۽ سچو فنڪار سڏائڻ جو حق اوچي ڳاٽ سان رکي سگهي ٿو.
زماني بابت ڪومل جي روين، بيانن، تلخ ۽ شيرين وارتائن، وري زماني جون ڪيل ڪومل سان نيڪين، بدين، چڱاين، منداين جي روشنيءَ ۾ ڏسنداسين ته زندگيءَ سان سندس ورتاءَ جو هاڪاري ۽ ناڪاري توازن ۾ سپ ۽ مات جو ريشو ۽ عمل دخل ڪيترو رهيو آهي ۽ سندس ذات کي تسخير ڪرڻ واري ساهميءَ جا ڇڙ ڪهڙا داستان بيان ڪن ٿا.
ارنيسٽ هيمنگوي جي ناول، ”اولڊ مئن اينڊ دَ سي“ جو تت آهي، ”انسان کي فنا ته ڪري سگهجي ٿو پر هن جي مرضيءَ جي خلاف ڪيس ڪٽي نٿو سگهجي.“
مون کي لڳو ته مانواري لڇمڻ ڪومل جي زندگيءَ جو تت پڻ ساڳيو ئي آهي. ڪيڏيون به مٿس تڪليفون ۽ آزمائشون آيون هجن، زماني ڪيڏو به ڪيس ستايو، ورچايو ۽ چيڙايو هجي پر سندس مرضيءَ جي خلاف اڄ تائين ڪوبه ڪيس ڪٽي نه سگهيو آهي پوءِ اها سندس دل

گهري محبوبه ئي ڇو نه هجي، جنهن ڪيس تي پيرا ”قبول آ... قبول آ... قبول آ...“ چيو آهي.

اهو سڀ سندس سنڌ جي ساروٽين واري ڪتاب ”وهيءَ ڪاتي جا پنا“ ۾ سمايل آهي. واضح ۽ چٽي طرح سان.

آئون پڻ ساڪي آهيان انهيءَ منظرنامي جو، جو ڪراچيءَ ۽ دهليءَ جو صدين ڪان به طويل فاصلو هئڻ جي باوجود اسين هڪ ٻي سان سدائين ڏڪ سڪ اوريندا آهيون. سندس گفتگوءَ جي نرمي، لهجي جي سچائي ۽ پنهنجي ڪنهن مخالف جي باري ۾ ڳالهائيندي به لفظن جي چونڊ ۾ احتياط ڪرڻ ۽ محتاط رويو اختيار ڪرڻ، جتي سندس ڪاميابيءَ جو راز لڳو اتي اهو به معلوم ٿيو ته ڪيس فنا جي حد تائين پهچائي نه سگهجي ٿو پر ڪيس مسخر نٿو ڪري سگهجي، ڪنهن به صورت ۾ سندس مرضيءَ جي خلاف ڪيس ڪٽي نٿو سگهجي.

اهو ئي سبب آهي ته هو اڄ به بنا ڪنهن مصلحت جي دوستن جو دوست آهي.

آتم ڪٿا لکڻ معمولي يا سولي ڳالهه ناهي، جنهن جو ذڪر ڪومل پاڻ به وهي ڪاتي جي ستٽيهين (37) پني ۾ ڪندي لکيو آهي، ڪار لائل چيو آهي ته، ”سني زندگي گذارڻ ۽ سني آتم ڪٿا لکڻ دنيا جا اوکي ڪان اوکا ڪم آهن. جيڪڏهن منهنجي عمر مونسان وفاق ڪئي ته ان اوکي ۾ اوکي ڪم کي مان تڪميل تائين ضرور پهچائي ويندس ۽ سارتر وانگر اڍ ۾ هٿ مٿي ڪني اهو نه چوندس ته ايماندارانه آتم ڪٿا لکڻ منهنجي وس کان ٻاهر آهي.“

ڪومل جي اها دعويٰ ۽ اردو شل ڏٽي پورو ڪري پر آتم ڪٿا لکڻ جو سرط "سچ ۽ ايمانداري" ضرور قائم رهڻ گهرجي. نہ تہ ساڳيو ئي ڪارلائل وارو دنيا جو اوکي ڪان اوکو ڪم ٿي پوندو ۽ سارتر وانگر اڌ ۾ هٽ متي ڪٽي چوٽو پوندو تہ، "ايماندارانہ آتم ڪٿا لکڻ منهنجي وس کان ٻاهر آهي."
فرانس جي ڪلاسيڪيت پسندن جو اڳواڻ بوالو چوي ٿو تہ، "فقط اها شئي حسين آهي، جنهن ۾ صداقت آهي."

چو جو سچ روشني آهي ۽ روشنيءَ ۾ سڀ اڇو ڪارو ظاهر ظهور ٿي ويندو آهي. "۽ اهو ئي تہ عذاب آهي جو دنيا ۾ روشنيءَ جي اچڻ کان پوءِ ماڻهن اوندهہ سان پيار ڪيو. ڇاڪاڻ تہ سندس عمل خراب هئا. هر اهو شخص جيڪو برائي ڪري ٿو، سو نہ روشنيءَ سان پيار ڪندو ۽ نہ ئي روشنيءَ ۾ ايندو، انهيءَ لاءِ تہ متان سندس عمل ڏسي ڪو ڪين تنبيهہ ڪري، پر جيڪو سچ ڳالهائي ٿو ۽ عمل ڏسي ڪو ڪين تنبيهہ ڪري پر جيڪو سچ ڳالهائي ٿو ۽ نيڪي ڪري ٿو سو خوشيءَ سان وڏي روشنيءَ ۾ اچي ٿو بيهي. انهيءَ لاءِ تہ سندس عمل ظاهر ٿيڻ ۽ سيني کي خبر پوي تہ هن اهي ڪم خدا ڪارڻ ئي ڪيا آهن." (انجيل مقدس. جان 19.3-21)

اهو ئي سبب آهي جو روشنيءَ ۾ وڏڏي اچي بيهڻ وارا مس ڪي ڪٽا وجي نڪرندا نہ تہ ڪوڙن قصن ۽ ڪُسا ڪين قِصاين (قصا ڪندڙن) سان ملڪ پريو پيو اهي. پر، هاڻي اهو زمانو ماضي بنجي چڪو اهي، جڏهن ماڻهو قصن ۽ ڪهاڻين وارا ڪتاب پاڙي تي ونـي پرهندا/پڙهائيندا هئا. نہ ئي وري هن انٽرنيٽ واري مصروف دور ۾ ڪي ماڻهو واندا وينل آهن جو اجايو نور نچوئي جهڙو تهڙو ڪتاب پڙهن. اهو ئي سبب اهي جو اڄ لکيو ۽ ڇپيو گهڻو ٿو وجي پر پڙهيو ۽ خريد گهٽ ڪيو ٿو وجي.

نويد هجي لڇمڻ ڪومل پاٽيا صاحب کي تہ سندس لکيو ۽ ڇپيو، پرهيو ۽ خريد ڪيو ٿو وجي، جيڪا ڳالهہ پڪ سان حوصلا افزا ۽ رشڪ جهڙي اهي. ڪومنل کي پڻ خوش ٿيڻ گهرجي تہ، "وهي ڪاتي جا پنا" ڇپڇڇڻ/لکڻ کان اڳ سنڌ ۾ غير معروف ۽ گهٽ سڃاتو ويندڙ لڇمڻ ڪومل پاٽيا اڄ هن آتم ڪٿا جي لکڻ/ڇپجڻ کان پوءِ سنڌ جو معروف ترين ۽ چڱيءَ طرح سڃاتو ويندڙ بلڪ هر دلعزيز ليکڪ بنجي ويو اهي.
اها صورتحال سندس لاءِ جڻ تہ هڪ وارننگ آهي تہ هاڻي سندس ذميداريون ۽ جوابداريون وڏي ويون اهن، جن کي هو وڏيڪ ذميداريءَ ۽ جوابداريءَ سان منهن ڏي.

سارتر چواڻي تہ، "جيڪڏهن اسان لکڻ جو پيسو اختيار ڪيو آهي تہ پوءِ اسان مان هر ڪو ادب جي آڏو جوابده آهي."
وڏي ڳالهہ اها آهي تہ ڪومل کي هاڻي ذوق شوق سان گڏ غور فڪر ۽ سنجيدگيءَ سان پڙهيو وجي ٿو ايتري قدر جو اي ميلز ۽ ايس ايم ايس تي پڻ ڊسڪس ڪيو وجي ٿو.

آئون ڪيس ڊيڇارڻ نٿي چاهيان، نہ ئي هو ڊڄڻو آهي. ڊڄڻو هجي ها تہ هيئن علي الاعلان آزاديءَ سان همهہ کي حق نہ چوي ها.

جيئن ”وهيءَ ڪاتي جي چاليهين پني“ ۾ اجين جي راجا ڀرتري هري جي ”وائراڳ شتڪ“ جي ”شلوڪن“ ۽ شيخ اياز جي دعائن واري ڪتاب جي ڳالھ ڪئي اهي بلڪ پڙ ڦاڙيو اٿس.

”وهي ڪاتي جا پنا“ جي تحرير ۾ ڪومل هڪ اهڙي حيرتناڪ رمز رکي اهي جو پڙهڻ مهل ايئن لڳندو آهي جڻ سياري جي سرد ڏگهي رات ۾ ڪوهستان جي پراسرار جبلن جي اوٽ ۾ مچ تي ڪچهري ٿي رهي آهي، جنهن ۾ ڪوهستاني جا سبر، ستير، سجاڻ، ڏاها (جيڪي ميڊيا سان متعارف ٿين نہ ٿرٽلا مچائي چڙهين.) ڳالهين مان ڳالهيون ڪيندا، اوڙي پاڙي جي خوشين، غمن، ڏکن، ڏوجهرن، ڏچن، ڏمرن، ميارن، مستين، پوڳ، چرچن ڪان ويندي دنيا جي ادب ۽ آرٽ تائين جون تيز تکيون، شوخ چنچل، ڪٽيون، منيون، ڪڙيون سڀئي وارداتون، حال احوال روانيءَ سان بنا ڪنهن ڊپ ۽ ڊباءَ جي هڪ ٻي سان اوري رهيا هجن بي حجابانا.

آئون پڻ ڪوهستاني آهيان ۽ بنا ڪنهن ڊپ ۽ ڊباءِ جي لڇمڻ ڪومل جي هن سداحيات تحرير کي ”ڪلاسڪ“ جو درجو/رتبو ڏيندس. پوءِ اجايو اعتراض ڪندڙن جي آنڌ پلي ٽپي پوي. پنيور کي جيڪي باهيون لڳيون سي لڳيون.

مون کي چوڻ ڏيو تہ ”ڪلاسڪ“ جو تعلق ماضيءَ سان يا وقت سان ناهي. هر پراڻي تحرير ڪلاسڪ ناهي نہ ئي هر پراڻو ڪتاب ”ڪلاسيڪيت“ جو دعويدار ٿيندو آهي، نہ ئي اهو رتبو ماڻيندڙ آهي. بلڪ هر اها تحرير جيڪا امر ۽ سداحيات آهي اُها ”ڪلاسڪ“ اهي، اها جڏهن بہ لکجي، جتي بہ لکجي.

جديد تنقيد جو پايو وجهندڙ نقاد، ”سان بو“ ڪلاسڪ جي تعريف هن ريت ڪئي آهي تہ ”ان ليکڪ جي رچنا جنهن انساني ذهن کي مالامال ڪيو هجي ۽ پنهنجي اسٽائيل ۾ سڀني سان مخاطب ٿيو هجي.“

ڪومل جي ”وهي ڪاتي جا پنا“ واري تحرير ۾ اهي سڀئي خوبيون بدرجہ اُتم موجود آهن، جيڪي سان بو، ڪلاسڪ جي تعريف ۾ ڄاڻايون اهن. اها ئي علم جي پالوٽ سان ذهنن کي مالامال ڪرڻ جي وصف ۽ پنهنجي مخصوص اسٽائيل سان مخاطب ٿيڻ وارو ڳٽائتو انداز ۽ واضح اخلاقي ذميداري ڪومل جي انهيءَ تحرير جي خصوصيت آهي. اها ئي ”ڪلاسيڪيت“ آهي ۽ اهو ئي خوبين ڀريو اندازِ تحرير اختيار ڪيو آهي،”وهي ڪاتي جا پنا“ جي مانواري ليکڪ. ڀٽائي سرڪار جي امر لفظن ۾ ”ڪلاسڪ“ جي آسان سمجهاڻي هينئن ٿيندي، ”جو پئي پراڻو نہ ٿئي...“

يعني،
وکر جو وهاءِ، جو پئي پراڻو نہ ٿئي،
ويچيندي ولات ۾، ذرو ٿئي نہ ضايع،
سا ڪا هڙ هلاءِ، اڳھ جنهن جي ابهين.
(شاھ رحہ)

اسين هونئن بہ ترس جهڙا ماڻهو آهيون جو پنهنجن ”جينيئس“ جيئرن جو قدر نہ ڪندا آهيون. نہ ئي سندن زندگيءَ ۾ ساڻن انصاف ڪندا آهيون. نہ ئي سندن لائق حق ادار ڪندا اهيون، بلڪہ ساڻن حسد ڪندا اهيون ۽ انهن جي اٿاھ ذات ۽ بيڪران ڏانءَ کي نظرانداز ڪندي تنقيد

جي آڄ ۾ ساڻن بيواجبيون ۽ چٽرون ڪندا آهيون، جڏهن ته اهڙن امرتا ماڻيندرن تي رسڪ ڪجي، فخر ڪجي، مرڪجي.

ايلرج پال به شايد اهڙو ئي اٿوندڙ لقاءُ ڏسي ورچي چوڻ تي مجبور ٿيو هو ته، ”مرڻ کان پوءِ قصيده ٻڌي راهه نجات اها ٿي نظر اچي ته سپيئي جيئرا دفن ڪري مئل جيارجن.“
خير، اسان وٽ مئلن جو به قدر ڪونهي. اهي ويچارا به اسان جو آسرو پلي پنهنجا ڏڻ ۽ ورسيون پاڻهي پيا ٻي دنيا ۾ ملهائين.
ڏٽيءَ جو سڪر آهي ته منهنجي قلم اڄ تائين جيئرن کي ئي ملهايو اهي. پوءِ اهو تاج بلوچ هجي، حميد سنڌي، الطاف شخ، شير محمد کهاوڙ يا لڇمڻ ڪومل هجي. ائون پانيان ٿي ته مون انهن تي سچائي ۽ ايمانداريءَ سان لکيو اهي، جنهن جو اعتراف انهن پاڻ به ڪيو اهي، جنهن جو ثبوت ”وهي ڪاتي جا پنا“ جي پهرين واليوم تي لکيل منهنجي مهاڳ ڪانپوءِ مانواري لڇمڻ ڪومل جي پنهنجائپ واري اها هجت آهي، جڏهن مون کي ٻي واليوم جو مهاڳ لکڻ لاءِ چيائين ۽ مون لکڻ کان نابري واري ڪيس چيو هو ته، ”هن ڀيري آئون نه... پلي ڪو ٻيو لکي...“ ته پيار مان درڪو ڏيئي چيائين، ”ياد رک، منهنجي آتم ڪٿا جا جيترا به واليوم ايندا انهن جو مهاڳ توکي ئي لکڻو پوندو. توکان سوا3 ٻيو ڪوبه نه لکندو... پوءِ پلي بنا مهاڳ جي ڇپجن.“
ڪل آيم ته، هاڻي وري نوان شيخ اياز ۽ ابراهيم جويا ساماڻا آهن. هي سڀ جي ايلرج پال پرهي ها ته جيڪر مرڻ تان هٿ ڪڻي زندگي لاءِ دعائون گهري ها.
موت هونئن به اوندهه اهي. مرڻ جي ڳالهه ڪرڻ ئي مايوسي آهي. زندگي هڪڙو پيرو ملي ٿي ان کي ڳائي وجائي گذارجي ته بهتر. مايوسي، ڏک ۽ پڇتاءُ اهڙي ڳالهه جو ڪجي جيڪا وس ۾ هجي. حادثا، بيماريون ۽ پوڙهائپ کي روڪڻ ماڻهو جي وس جي ڳالهه ناهي ۽ جڏهن انهن کي جهلڻ وس کان ٻاهر اهي ته پوءِ انهن جي خوف کان زندگيءَ جو مزو ڇو وڃائجي! هوائن کي جهلڻ ۾ پنهنجون توانائيون ۽ وقت ڇو ضايع ڪجي!
ملندو اهو جيڪو ملڻو آهي، پوءِ ان کي ڀاڳ چئون، نصيب چئون،، قسمت، مقدر، ڪرم، لکيو يا قلم يا ڪٽي ڇا به چئون، لطيف چواٽي...

لکيو جو نرار، سو قلم ڪياريءَ نه ٿئي.

يا
ڪاتيءَ نه ڪانهن، نکو ڏوهه قلم جو،
انگ اتيئي لکيو، جتي رسي نه ٻانهن،
ڪنهن کي ڏيان دانهن، جيئن قضا قلم وهائيو.
(شاهه رحه)

ڪي وري ماڳهين پنهنجي هٿن سان پنهنجي زندگي ختم ڪن ٿا. اپگهات ۾ ته الائي ڪهرو چارم آهي جو اسان جي فنڪارن جو پسنديده موضوع رهيو آهي ۽ اڪثر فنڪارن ڪنوار وانگي ڪيس ڀاڪر پاتو آهي.

خواهش ۽ خواب انهيءَ لاءِ هجن، جنهن جو ملڻ محال هجي. موت ته ملڻو ئي ملڻو آهي. اڄ گهريو، اڄ ڪونيو، اڄ ملهو، پوءِ اهڙي بيقدريءَ، ٻي ملهي ۽ ارزان شيءَ جي خواهش ڪرڻ، خواب لهڻ سوا3 چريا ۽ ديوانگيءَ جي ٻيو ڇا آهي؟

## چوويھون پنو

چيخوف چيو آهي،” ڪنهن ناٽڪ جي پهرئين منظر ۾ توهان ڪي پٽ تي ٽنگيل پستول نظر اچي سمجهو ته پوئين منظر ۾ اهو اوس استعمال ٿيندو.“

ان شام پٽ تي ٽنگيل اهو اپستول مون ڏسي ته ورتو هئو پر ان کي رڳو سيٽ جي سينگار جو سامان ئي سمجهيو هئم.

جانڪي بائي بنارس والي عرف ”چپن چري“ جي بالاخاني جي ڏاڪٽين وٽ بيني بيني پاڻ ۾ ڏاڪڻ چڙهڻ جو ست نتي ساري سگهيس. وائٹن وانگر هيڏانهن هوڏانهن لوٽا هٽي رهيو هوس ته گهٽيءَ واري چانهه جي ٻاڪڙي جو منڊو ڇڪي ۾ چانهه جا ٽي چار گلاس ڪٽي متي وجڻ لڳو ته چار ڏاڪا چڙهي هو هيٺ لهي آيو. پڇيائين،”ڪنهن وٽ وڃڻو اٿئي؟“

چيو مانس،”چپن چريءَ آهين؟“

مان همت ٻڌي هن سان ڳڏ متي چڙهيس. بالاخاني جي بالڪنيءَ تي اچي چپ چاپ بيهي رهيس، چانهه واري ڇوڪري ڪمري ۾ وڃي جانڪي بائيءَ کي ٻڌايو ته هو ڇوڪرو توسان ڳڏجڻ آيو آهي ۽ بالڪنيءَ وٽ بينو آهي. جانڪي بائي ٻاهر بالڪنيءَ ۾ آئي ۽ مون کي هٿ کان جهلي ديوان خاني جي گديءَ تي اچي ويهاريائين. چانهه جو گلاس مون ڏانهن وڌايائين ۽ پاڻ بيٺي رهي.”صبح صبح ڪيئن اچڻ ٿيو اٿئي؟ اسان وٽ ته ماڻهو سج لٿي ڪانپوءِ ئي ايندا آهن.“

ان شفاف صبح جو ”چپن چريءَ“ جي چهري جا گهاوَ وڏيڪ گهرا لڳي رهيا مان اهي گهاوَ هن کي ڪنهن لڳايا؟

مان اڳ ۾ ڪتي ٻڌائي آيو اهيان ته جانڪي بائي بنارس والي،”چپن چريءَ“ جي نالي سان ڪيئن مسهور ٿي؟

جانڪي بائيءَ وٽ جونپور جو هڪ نوابزادو هر شام باقاعده ايندو رهندو هئو ۽ ساڻس شادي ڪرڻ لاءِ متس ڏاڍو زور بار آڻيندو رهيو. پر هوءَ هميشہ ٽاري ڇڏيندي هئي. نوابزادو پنهنجي جونپور جي جائداد وڪڻي مستقل طور بنارس اچي اچي رهيو. هن ڪڏهن به جانڪي بائيءَ جي در جو پيرو نه ڇڏيو. ايتري قدر جو هن جي عشق ۾ هوش حواس وڃائي وينو.

جانڪي بائيءَ جي پويان سجو الهه تلهه ناس ڪري، ديوانگيءَ واري حالت ۾ هڪ رات نوابزادو پنهنجيءَ شيروانيءَ ۾ تيز چري لڪائي هن جي بالاخاني تي پهتو ۽ ڪيس گهريءَ ننڊ مان جاڳائي هن جي سڄي جسم ۽ چهري تي ڪنهن جنونيءَ جيان وار متان وار ڪندو رهيو. ائين هن جانڪي بائيءَ جي جسم ۽ چهري تي تکي چريءَ

سان"چاونجاهه" زخم لڳايا. خانصاحب ٻڌايو ته اها واردات ڪري نوابزادي اڌ رات جو گنگا نديءَ ۾ ٽپو ڏئي مئو. جانڪي بائيءَ جا ڇهن اٺن مهينن ۾ زخم ته ڇٽي ويا پر هن جو آواز صاف ختم ٿي ويو. ان ڏينهن ڪانپوءِ هوءَ سڄي هندستان ۾،"ڇپن ڇري" نالي سان مشهور ٿي وئي.

بنارس جي انگريز پوليس ڪمانيءَ ڪي ان حادثي بعد ملازمت مان معطل ڪيو ويو. ڇئن سالن بعد جڏهن مان ٻيو ڀيرو بنارس ويس ته ڄاڻ پيئي ته "ڇپن ڇري" جو بيحد مفلسيءَ واريءَ حالت ۾ انتقال ٿيو ۽ هن جو بالاخانو هڪ قحبہ خاني ۾ بدلجي چڪو هئو.

چانهه جو گلاس هٿ ۾ جهلي مان "ڇپن ڇري" ڏانهن يڪ ٽڪ نهاريندو رهيس. تيز ٻڌيءَ واري جانڪي بائي منهنجي ورن ورن ٿيندڙ ڇهري جا پاوَ پرهندي ۽ پرکيندي رهي. هوءَ سمجهي رهي هئي ته مان هن جي منهن ۽ جسم جي گهاون جا نشان ڏسي دل ۾ مٽس رحم ڪائي رهيو آهيان مون هٿ ٻڌي هن ڪان ان حملہ اور نوابزادي بابت ڄاڻڻ چاهيو.

هيٺي ۽ هلڪي آواز ۾ هن بنا ڪنهن هٻڪ جي ساڻس ٿيل ان وارتا جا وچور ٻڌايا. جانڪي بائيءَ ڪي نوابزادي لاءِ ڪا بہ رنجش نہ هئي بلڪ مون ڪي لڳو تہ خودڪشي ڪندڙ حملا آور لاءِ هن جي من ۾ ڪنهن حقارت بدران همدردي هئي. ٻئي ڪمري ۾ وڃي هوءَ پنهنجي پيتيءَ مان ان جوان جي تصوير ڪڍي آئي. جنهن ۾ هو بيحد معصوم لڳي رهيو هئو. ڳالهائيندي ڳالهائيندي جانڪي بائيءَ ماضي ۾ ڏنڌ ۾ وڪوڙجي وئي. پشتن ڪان جاري ساري پنهنجي پيشوارانہ زندگيءَ جا ڪيترائي شيرين ۽ تلخ تجربا هن جي زهن ۾ تري آيا، مهاراجا مهيندر پرتاپ مان هن کي هڪ پٽ هئو، جيڪو هن جي نظر ۾ ناجائز نہ هئو. ناجائز جيڪڏهن ڪو هئو تہ اها هوءَ پاڻ هئي يا مهاراجا. اهو ڇوڪرو بنارس هندو يونيورسٽيءَ مان اعليٰ تعليم حاصل ڪري اڳتي هلي ڪنهن اهم عهدي تي پهتو. مصلحتن ان جو نالو نٿو ڪٽان.

جانڪي بائي مون بابت ڄاڻڻ لاءِ ڏاڍي آتي هئي. مون هن اڳيان پنهنجو سڄو پس منظر پيش ڪيو. هوءَ ايتري تہ ڌيان سان منهنجيون ڳالهيون ٻڌندي رهي جو هن کي ٻيو ڪو ڌيان ئي نہ رهيو. اسانجي لڏ پلاڻ واريءَ وارتا جو احوال ۽ اڳتي هلي منهنجو بنارس ۾ هن جي بالاخاني تائين پهچڻ جو سڄو داستان مان هڪ ماهر قصہ گو جيان هن کي ٻڌائيندو رهيس. ۽ هن جي زخمن واري ڇهري جا تاثرات ۽ هيٺ مٿي ٿيندڙ دک جون ريکائون ڏسندو رهيس.

"ٻچا، ايتريءَ ڄمار ۾ تو ايترو ڪجهه ڏٺو آهي جو وقت توکي ضرورت ڪان وڌيڪ ذهين ٺاهي توڪان تنهنجي معصوميت کسي ورتي آهي. منهنجي هر ڳالهہ ڌيان سان ٻڌ، تون هڪ سني پرهيل ڳڙهيل ۽ شريف خاندان جو ڇوڪرو ٿو لڳين. ڪٿي اچي هنن پاندن ۽ پڙون وچ ۾ ڦاٿو آهين. هنن سان ڪجهہ وقت وڌيڪ رهين تہ تنهنجا ٻيئي جهان خراب ٿي ويندا. بائسڪوپ(سئنيما) جي اچڻ ڪري ايندڙ ڪن سالن ۾ هي ناٽڪ منڊليون ۽ تماشا وغيره بند ٿي ويندا ۽ هي ماڻهو نہ گهر جا رهندا، نہ گهاٽ جا، ڪيترو وقت اهڙن رولو ماڻهن سان هِتي هُتي رلندو رهندين؟ جنهن ڇوڪريءَ جي عشق ۾ ديوانو ٿي پيو آهين، اها پاڻ سان گڏ توکي بہ خراب خورا ۽ ذليل ڪندي ۽ هڪ ڏينهن هن جو دلال ٻڻجي سندس گراهڪن سان حساب ڪتاب رکڻ جو ڏنڌو ئي تولاءِ وڃي بچندو. توکي ڏسي مون کي پنهنجو پٽ ياد اچي رهيو آهي. سڀ ڪجهه

جاڻندي بہ هو لوڪ لڄا کان پنهنجيءَ ماءُ وٽ نٿو اچي. هن وقت تائين شايد هن کي منهنجي نالي کان بہ نفرت ٿي ويئي هجي. ڄاڻان ٿي تہ هو منهنجو اگني سنسڪار ڪرڻ بہ نہ ايندو. هتي ئي، جتي مان ويٺي آهيان منهنجو لاوارث لاش پيو هوندو ۽ هن ڊال کي منديءَ جون منهنيون کي هر پيشہ عورتون مون کي آخري غسل ڏيئي منهنجي ارٿي هتان جي دلالن جي حوالي ڪنديون، جيڪي آخري سنسڪار لاءِ هريشچندر گهاٽ جي شمشان ۾ ساڙي ايندا. ٻئي ڏينهن نہ اتي وجي ڪو هانيون ميڙڻ وارو هوندو ۽ نہ ئي ڪو گنگا گهاٽ تي اچي پويون ڪريان ڪرم ڪرڻ وارو."وڃ، تون پنهنجن مائٽن وٽ موٽي وڃ، ۽ وري هتي مون وٽ بہ جانڪي ٻائيءَ ڀيهر ورجايو هاڻي وڃ، پنهنجي گهر موٽي وڃ، تنهنجا پيءُ ماءُ تنهنجي راهہ ڏسندا هوندا."

منهنجيءَ دل مان سيسراٽ نڪري ويو.

۽ اڄ اهو سيڪجهہ لکڻ وقت منهنجي سڄي شرير مان سيسراٽ نڪري رهيا آهن. سيءَ هٽي سڪائي چڙهيو آهي. ٿي سويٽر ۽ پولري واري ٽوپي پائي، ٻن سوڙين اندر سوڙهو ٿي سروريءَ کي سنڀاري رهيو آهيان. ۽ ڄاهي وانگر وڪوڙجي سڪوڙجي آڏين ابتين، ڏنگين ڦڏين سٽن ۾ ساروڻين جي هيءَ قسط لکي رهيو آهيان. ٽڏ ۾ هٿ ڏڪي رهيا آهن. رات اصلي ڏندن سان گڏ اٺ مصنوعي ڏند پڻ ٺڙڪي رهيا آهن. رات جو بالڪنيءَ ۾ پکين لاءِ پاڻيءَ جي پاٽ پيري ٿو رکان تہ صبح تائين ان ۾ پارو جمي ٿو وڃي. ڪبوتر ۽ جهرڪيون رڳو داڻو ڪائي اُڇايل ئي موٽي ٿا وڃن.

اڄ عيدالضحيٰ آهي. منهنجي گهر جي رستي جي ٻئي طرف دهليءَ جي مسلمانن جي وڏي ۾ وڏي آبادي واري بستي"حوض راني" آهي. اسان جي ڪامپليڪس جو ڪانٽرئڪٽر شاهجهان علي قربانيءَ جي ڪچي گوشت جو وڏو ڏونگو پيري ڪٽي آيو آهي. مان هن کي ٻاهر اپرائي آيو آهيان حوض رانيءَ جون ناليون رت سان پريون پيون آهن. اوجهرين ۽ ڇيچڙن تي ڪتا ۽ سٽيون لامارا ڏئي رهيا آهن. سڄو منظر منهنجي دل ڪچي ڪري رهيو آ ۽ شاهجهان علي مون کي چئي رهيو آهي،"خدانخواستہ جي ان ڏينهن اتفاقن حضرت ابراهيم عليہ السلام، جي چري حضرت اسماعيل عليہ السلام مٿان هلي ڪيس قربان ڪري ڇڏي ها تہ اڄ هر سچو مسلمان پنهنجي پٽ جي قرباني ڏيڻ کان نہ ڪيٻائي ها."شاهجهان، تون بہ ڏين ها؟"

چيائين،"ضرور ڏيان ها."

چيومانس."ان جي نوبت ئي نہ اچي ها. شاهجهان الله کي قرباني تہ پياري آهي پر الائي ڪنهن جي؟" رسي ٻڌل قربانيءَ جي ٻڪري جيان جانڪي ٻائيءَ جي بالاخاني کان ذهني طور ذبح ۽ ذليل ٿي ڊال کي منديءَ کان هلندو هلندو گنگا ڪناري پهتو آهيان. دير تائين دشاميش گهاٽ جي ڏاڪن تي ويٺو رهيس. جيتوڻيڪ من جي حالت مرده گهاٽ تي اچي ويهڻ واري هئي. گنگا جي وشالتا ۽ وهڪرو من تي ٿڌا ڇنڊا وجهي رهيا آهن. ويٺي ويٺي ڀيپهري ٿي ويئي ۽ مان دل ۾ پڪو فيصلو ڪري چڪو هوس تہ هاڻي هتي هڪ ڏينهن بہ وڌيڪ نہ ترسندس. اڄ رات ئي ناٽڪ منڊليءَ کي الوداع ڪري وري ان طرف ليئو نہ پائيندس. جانڪي ٻائيءَ جي چيل هر سٽ ذهن ۾ ولوڙ وجهي رهي هئي.

گهاٽ جي ڏاڪي تي ويٺي اوچتو ئي پنيءَ تي زور سان ٽڪر لڳو ۽ مان منهن ڀر اونڌو ٿي وڃي ڪريس، گهاٽ جي ڪنهن پنڊي

سهارو ڏيئي اچي اٿاريو. منهنجو سڄو هوش حواس گم ٿي ويو. پنيان هڪ گابي اچي زور سان پنيءَ تي ٿونو هنيو هئو. منهنجون هٿن جون ترين ۽ ٿونٺيون رهڙجي ويون. تلڪ ڏاري پنڊي چيو،”هيءَ ڪامڌينو ڳانءِ جو ڳابو آهي. جڏهن به ڪو ماڻهو ابتو سبتو يا غلط سوچيندو آهي ته هو ڪيس ائين ٿونا هڻي احسا ڏياريندو ته پنهنجي سوچ ڪي صحيح راهه تي آڻ. ■

## پنجويهون پنو

هن پيري سنڌ ۾ سڄا سارا ٽي هفتا رهي آيو آهيان. انهن ٽن هفتن دوران منهنجي پويان منهنجي گهرواري گوپيءَ جي صحت ڏاڍي سڌري چڪي آهي ۽ مان پڻ اٽان نوبنو ٿي آيو آهيان جو هن پيري منهنجي من جي سالن کان سانديل سڪ پوري ٿي آهي. اڳئين پيري رڳو سڄ لٿي کان پوءِ رات جي اونداهه ۾ ڪن گهڙين لاءِ پنهنجي ڳوٺ ڪنڊياري جي جهلڪ ڏسي سگهيو هوس ۽ ارجن حاسد جيان پنهنجي گهر تائين پهچي نه سگهيو هوس پر هن پيري ڏينهن جي روشنيءَ ۾ پنهنجو گهر ڳولي لڌم. مون سان گڏ سليم ميمڻ، اياز گل، ادل سومرو ۽ ڪنڊياري جي ڪن اديبن ۽ ادب نواز دوستن ڪانسواءِ اوڙي پاري جي ماڻهن جو انبوهه پڻ منهنجي گهر جي ٻاهران گڏ ٿي ويو هو. پريان ئي پنهنجي گهر جو مک دروازو ڏسي مون دل ڏاريندڙ دانهن ڪئي ۽ سليم ميمڻ کي چيو،”سليم، هيءُ ئي منهنجو گهر آهي. هيءَ منهنجي گهر جي دري جي چائنٺ آهي. مان جتان جو آهيان. اتي پهچي ويو آهيان.“

منهنجي گهر ٻاهران ماڻهن جو ميڙاڪو متل هئو. پاري جي هڪ معزز شخص منهنجي گهر جي در تي دستڪ ڏني ۽ مان چپ چاپ اکيون ڦاري سڀ ڪجهه ڏسندو رهيس وڏي در جو جهروڪي کولي هڪ نوجوان ٻاهر منهن ڪڍيو. گهر ٻاهران ايترن، ماڻهن جو ميڙ ڏسي هو ٿورو دهلجي ويو. هن جي ڪلهي تي ڪيمرا لٽڪيل هئي جو هو پيشي طور فوٽو گرافر هئو. ٻاتاڙجندي پڇيائين،”آپ سب ڪون هين. ڪس لئي آئي هين؟“ پاڙي جي معزز شخص ۽ سليم ميمڻ هن کي ٻڌايو ته مان ڪير آهيان، ڪٿان آيو آهيان ۽ هتي ڇو آيو آهيان؟هو سڄي ڳالهه سمجهي ويو ۽ اسان کي ٻاهر ترسڻ لاءِ چئي اندر هليو ويو.

شايد گهر جي مستوارت کي پوئين در کان ٻاهر اماڻو هوس يا کين پردو ڪرائڻو هوس.

ٻن ٽن منٽن ۾ نوجوان ٻاهر اچي چيو،"اندر اچو. رڳو پنج ڄڻائي اچن. ٻيا سڀ ٻاهر ئي ترسن." سليم، اياز، ادل، جيسر ۽ هڪ ٻن ٻين دوستن سان گڏ مان ان جاءِ تي اچي بيٺس جتي مون اٺهتر سال اڳ جنم ورتو هئو ۽ اهو پلنگ جنهن تي مان ڄائو هوس پٽر جي هڪ ڪند ۾ اپو ٿيو يا سيرو بيل هئو. منهنجي گهر کي ويري وجهي ٻه اڏ ڪيل هئو. هڪ اڏ ۾ مراد آباد جو مرٽينگ حالت وارو مهاجر وڏيل ڏاڙهي ۽ ميرن ڪپڙن ۾ ملبوس اندرئين ڪمري ۾ ليٽيو پيو هئو ۽ اسان کي ڏسي ٻاهر پٽر ۾ آيو. هن اسان جو چڱو آجياڻو ڪيو پر هن جي چهري تي وقت ۽ وهيءَ وٽيو ۽ گهنج وجهي ڇڏيا هئا. هو نه خوش ٿي لڳو، نه خوشحال. هن جي مرڪ ٻه مصنوعي لڳي رهي هئي. هن ٻڌايو ته هو ستن انن سالن جي عمر ۾ هندوستان مان هجرت ڪري هتي آيو هئو ۽ هن ئي هنڌ وسجي ويو. عمر جي حساب سان هو مون کان چار سال ننيو ئي هوندو پر ڏسڻ ۾ هو منهنجي ڏاڏي جيترو لڳي رهيو هئو. مون کي سچ پچ مٿس رحم اچي رهيو هئو. هن جيان اسين ٻه هتان ڏتڙجي نڪتا هئاسين پر اسين هڪ وڏي ملڪ ۾ پهچي خوشحال ٿي چڪا آهيون ۽ هي ماڻهو وڏي ملڪ مان ننڍي ملڪ ۾ اچي اجا تائين بدحال چو آهن؟ شايد ان ڪري جو هنن زوريءَ سنڌين جي گهر، جيان ۽ جائدادن تي اچي قبضو ڪيو يا شاد اهي مڏيون ڪوڙيون ڪليمن هيٺ اچي هڙپ ڪيون آهن ۽ اسان هند ۾ اچي سِر سِر ڪري پنهنجا گهر اڏيا ۽ جايون جوڙيون آهن. قدرت جي قانون موجب پنهنجي ڪرڻي هر ڪنهن کي پرٽي ئي پوندي اهي.

منهنجي وڏن پڻ سِر سِر ڪري هيءُ گهر اڏايو هئو. مون وٽ سانڍيل بنديءَ ۾ درج ڪيل خرچ جي حساب موجب ان زماني ۾ سڄيءَ جاءِ جي جڙڻ تي ڪل سورنهن هزار روپيا خرچ آيو هئو، جڏهن سيمينٽ جي ڳوڻ جي قيمت سوا روپيو، سيرن جي سڄي لاري ادائي روپئي، رازي ۽ اوستي جي ڏهاڙي هڪ روپيو ۽ مزدور جي ڏهاڙي ٻارنهن آنا هئي. ان وقت اسان پنهنجي ٻنين جي پلاري فصل جي ڪٽڪ ٻي روپئي مڻ ۽ جوئر يا ٻاجهري سوا روپئي مڻ جي اگهه تي وڪڻندا هئا سين. ڏاڏو سائين ڳالهه ڪندو هئو،"سال پنجن (1905) ۾ ملڪ ۾ اهرو ته اچي ڏڪر پيو جو چانور روپئي جا پنج سير ٿي ويا هئا ۽ ماڻهن ۾ هاڪار مچي ويو. ۽ مان سوچيندو اهيان ته هڪ ڏينهن منهنجو پوتو مون کي اچي چوندو،"بابا، چانور ڏاڍا سستا ٿي ويا آهن. روپئي ۾ ڏزن داڻا تا ملن. ڏهه ويهه ڊزن ونئي رک،"

ڪنڊياري جو منهنجو گهر ته مون کان ڇڏائجي ويو هئو پر مڪان اتي جو اتي بيٺو هئو. نون قابضن جو وس هلي سگهي ته شايد ان تي ڦيٽا لڳائي اهو ڪٿي ڪاهي وڃن ها. وچ ۾ ويري وڌل ۽ هنداڻي جيان ٻن اڏن ۾ وڌيل منهنجي گهر جي هڪ اڏ ۾ فرش تي دَزَ جا ڍير لڳا پيا هئا ۽ اسان جي لڳايل ڪاشيءَ جي فرشي سرن کي اکوڙي انهن بدران پٻگل سروٽا ۽ جنبون ڦهڪايل هيون. گهر جو سڄو ماحول آلودگي ۽ غلاضت سان پريل هئو. اپيون ٿيل پراڻين ڪتن ۽ ڪٿوللن مٿان ميريون رليون ۽ ڏوتل ڪپڙا سڪي رهيا ئا. جيڪي ڏوپڻ ڪانپوءِ وڏيڪ ميرا لڳي رهيا هئا. گهر جي پتين جا چاپوڙا لٿل هئا. رنڌڻي جا در دريون پٻگل هئا ۽ اندر رڳو هڪ چلهه ڪانسواءِ ٻيو اجايو سجايو سامان سٽيل هئو. سڄو گهر ڪٻير نگر جي ڪوڏو مل ڪٻاڙيءَ جو دوڪان لڳي رهيو هئو. وراٽدي جي اندرينءَ پت سان اياٽيل هالن جي جنديءَ جي خوبصورت ڪاريگريءَ سان اڪريل شيشم جي ڪاٺ جي اسان جي ڇڏيل پراڻي پلنگ جا فريم ۽ پاوا رکيل هئا، جيڪي دَزَ سان لٽيل هئڻ جي باوجود ڪاريگريءَ جي ڪلا جو هڪ نادر نمونو نظر

اچي رهيا هئا. مون هڪدم اهو پلنگ سجاتو، جيڪو شايد منهنجي پيءُ
ماءُ جي شب عروسيءَ لاءِ خاص جوڙايو ويو هوندو ۽ جتي منهنجي
وجود جو پهريون سلو اپريو هوندو. اڄ اهو مون جيان بوسيده حالت ۾
بي پارو ٿيو منهنجي گهر جي پٽ جي سهاري ائين بيٺو هئو جيئن مان
ايتري هجوم سان گڏ هوندي بہ پنهنجي گهر جي چائنٺ تي پنهي طاقتن
کي هٿ سان جهلي بيٺو هوس. پڪ ئي پڪ انهن پلنگن جي اهري
خوبصورت چٽسالي ڏسي ڪنهن ڪباڙيءَ بہ اهي خريد ڪرڻ کان
ڪيٻايو هوندو. منهنجي من ۾ آيو تہ جيڪر مان خوبصورت چٽساليءَ
وارا اهي فنائتا فريم ۽ پلنگ جا پاوا پاڻ سان يادگيريءَ طور هتي (هند
۾) ڪٽي اچان پر مون ۾ نہ انهن جي ڪا قيمت ادا ڪرڻ جي قوت هئي
۽ نہ ئي موجوده مالڪن کان گهرڻ جي جرئت ٿي. هاڻي سوچي رهيو
آهيان تہ جي دوست سليم ميمڻ اڳيان اها خواهش رکان ها تہ هو ڪئين
بہ اها پوري ڪري ڏئي ها. سنڌ جي هن دوري وقت مون کي اهو
وشواس ويهجي ويو هئو تہ دنيا جو اهڙو ڪو ڪم ناهي جيڪو سليم
ميمڻ جي پهچ کان باهر هجي يا اهڙي ڪا راهہ ناهي جنهن تائين هن
جي رسائي نہ ٿيندي هجي■

## چويهون پنو

ڏٺي وڏو ڪارساز آهي جو هن عمر ۾ بہ بنا ڪنهن بيروني
امداد جي خودڪفيل آهيون. پر هينئر اها خود ڪفيلي لهندڙ سج جو
پويون پاچو آهي. زندگيءَ جي اپرندڙ سج واري دور ۾ سروري مون لاءِ
سوجهري جي پهرئين ڪرڻي جيان ڦٽي هئي. هڪ اهڙو ڪرٽو، جنهن
جيءَ ڪڪ ۾ شايد اهو ئي ڪارڻ اهي جو ڪاسي (بنارس) سان منهنجو
جسماني ۽ جذباتي لڳاءُ پئي رهيو آهي ۽ اڄ صدي گذري وڃڻ ڪانپوءِ بہ
بنارس جي گنگا جي گهاٽن تي پري کان اينڌڙ ڪنهن بيڙيءَ تان مون
کي بہ جيوَ ٻئي ڪناري تي لهندي نظر ايندا آهن.

بنارس جي گنگا جمني تهذيب ڪو ديومالائي داستان ناهي پر هڪ جيئري جاڳندي حقيقت آهي. بنارس ۾ جم ونندڙ ۽ ڀارت رتن جو اعزاز حاصل ڪيل استاد بسم الله خان کان جڏهن پڇيو ويو ته هن امريڪا وڃڻ جي آڇ چو نڪرائي ته هن جواب ڏنو،”اتي مان پنهنجي گنگا ڪٿان آڻيان ها.“

ڪاشي وشوناٿ جي جديد لوڪ ڪٿائن ۾ استاد بسم الله خان جو پرياٽ ويلي گنگا جي گهاٽ تي ويهي شهنائيءَ جي”منگل ڌوني“ (متر سرن) سان سرسوتي ديويءَ جي اپاسنا، بنارس جي گهر گهر جي ڪهاڻي بڻجي چڪي آهي. هندوستان جي هر هندو ڪٽنب ۾ شاديءَ جي مهورتي موقعي تي”منگل ڌوني“ وڄائي وڃي ٿي، جيڪا استاد بسم الله خان جي تخليق ڪيل ڌن آهي. بنارس جا مسلمان ڪوري هٿان جي هر هندو گهر جي شاديءَ ۾ غائبانه طور شريڪ ٿيندا آهن. جو هر هندو ڪنوار جي شاديءَ جي نفيس ۽ عمدي ساڙهي تيار ڪندا آهن.

هن ئي سهر ۾ اردو- هندي جي عظيم اديب ڏنپتراءِ(پريمچند)”عيد گاهه“ ڪهاڻي جي معصوم ٻا”حج اڪبر“ ڪهاڻي جي پوڙهي عورت ۽”مندر سمجد“ ڪهاڻيءَ جي چوڌري عشرت عليءَ جهڙا لازوال مسلم ڪردار خلقيا هئا.

هن ئي بنارس ۾ ان وقت مون کي هڪ تعصبي پنڊت ٻڌايو هئو ته ڪيئن اورنگزيب هٿان جي ڪاشي وشوناٿ مندر کي ڊهرائي پٽ ڪرايو هو ته مون کي اورنگزيب کان نفرت ٿيڻ لڳي هئي. پر اڳتي هلي جڏهن مون بنارس يونيورسٽيءَ جي ئي هڪ ڪوجنيڪ ۽ تاريخي ماهر بشيشورناٿ پانڊي جو پٽنا جي خدا بخش اوريئنٽل لائبرري طرفان 1987ع ۾ شايع ٿيل مستند تاريخي دستاويزي ڪتاب،”اسلام ۽ ڀارتي ڪلچر“ پرهيو ته مون کي صحيح حقيقتن جي ڄاڻ پيئي. تواريخ دان پانڊي، اونگزيب جي دور حڪومت جي سرڪاري رڪارڊ مان هي حقيقتون ڳولهي لڌيون آهن.

جڏهن اورنگزيب بنگال صوبي ڏانهن ويندي وارا ناسي (بنارس) مان لنگهي رهيو هو ته هن جي قافلي ۾ ساٿس شامل هندو راجائن هن کي عرض ڪيو،”قافلي کي ڪاشيءَ ۾ هڪ ڏينهن ترسڻ جي اجازت ڏني وڃي، جيئن هنن جون راڻيون تيرٿ آستان تي وشوناٿ مندر جي درشن ۽ پوڄا لاءِ اتي وڃي سگهن.“ اورنگزيب هڪدم سندن عرض قبول ڪيو.

مندر پهچي راڻين ڏنو ته منجهن ڪڇ ڀُڄ جي مهاراڻي موجود نه هئي. اورنگزيب کي جڏهن اها ڄاڻ پيئي ته هن مهاراڻي جي ڳولها جو حڪم جاري ڪيو. سڄي مندر جي پٽين چٽين ۽ ٻُهرن جي تلاش کان پوءِ ڏنو ويو ته مندر جي هڪ پٽ تي بيهاريل گڻيش ديوتا جي مورتي متحرڪ هئي، جيڪا سولائيءَ سان سرڪائي سگهجندڙ هئي، جڏهن اها مورتي سرڪائي وئي ته ڳولهيندڙن کي تهه خاني ڏانهن ويندڙ ڪجهه ڏاڪا نظر آيا. تهه خاني جي فرش تي غائب ٿيل ڪڇ جي مهاراڻيءَ جو الف اگهاڙو جسم بي آبرو ٿيو پيو هو. تهخانو وشوناٿ ديوتا جي آسڻ جي بنهه هيٺان هئو.

راجائن ڏوهارين خلاف ڪارروائيءَ جي زوردار تقاضا ڪئي. اورنگزيب حڪم ڪيو،”جيئن ته هڪ مقدس آستان کي پليت ڪيو ويو آهي، ان ڪري وشوناٿ ديوتا جي مورتي کي اتان هٽائي ڪنهن ٻئي هنڌ نيو وڃي. مندر کي ڊاهي پٽ ڪيو وڃي ۽ مندر جي مهنت کي گرفتار ڪري ڪيس سخت سزا ڏني وڃي.“

ڪاشيءَ جي پنچ گنگا گهاٽ تي اورنگزيب جي تعمير ڪرايل مسجد کي،”بيني ماڌو ڪا ديرا“ پڻ سڏيو ويندو آهي. پنچ گنگا کي هنديءَ جي مهاڪوي سنت ڪبير سان وابسته ڪيو وڃي ٿو. جيڪو

هندو-مسلم اتحاد جي علامت هئو. ڪبير جي واٽيءَ جي پنج سوَ کان بہ وڌيڪ دوها، سکن جي ڌرمي گرنٿ گروگرنٿ صاحب ۾ درج ٿيل آهن.

عورتون ۽ زنده پير تي درياهہ شاهہ جي پوڄا ڪندڙ نر ناريون اتان لڏي نہ اچن ها تہ شايد سنڌو ڪڏهن نہ سکي ها.

جانڪي ٻائي چپن چريءَ جي چانئٺ کي چمي مون واراناسي اسٽيشن جو رخ ڪيو. منهنجي کيسي ۾ ٻارنهن سون روپين جي وڏي رقم هئي. ساڙهين جي وڏي دوڪان تان پنهنجي ماءُ لاءِ سو روپين واري اڇي بنارسي ساڙهي ورتم. ڀنهي ڀائرن لاءِ قميص ۽ نڪرون ۽ ڀينرن لاءِ سلڪ جا قيمتي وڳا ورتم. مون کي سمجهہ ۾ نہ پئي آيو تہ پنهنجي پيءُ لا ڇا وٺان؟ دادا ڪپڙي لٽي کان وڌيڪ ڪاڏي پيتي جو شوقين هئو. اوچتو ٻاروتڻ جون کي يادگيريون تري آيون.

نوابشاهہ ۾ دادا کي اُچين ۽ قيمتي اينڊپينن (فائونٽين پينن) گڏ ڪرڻ جو بيحد سوق هئو. هو ڪراچي ۽ بمبئي کان پارڪر، پليڪان، شيفرس، ايور شارپ ۽ واٽرمئن جهڙيون قيمتي انڊپينون گهرائيندو رهندو هئو. مان هن جون ڪيتريون ئي پينون نڳائي، ڪجهہ ڏينهن ڪجهہ ابتو سبتو لکڻ کان پوءِ اهي يا تہ وڃائي ويهندو هوس يا انهن جا نب پيچي ڇڏيندو هوس. تن ڏينهن انهن اچين آمريڪي ۽ جرمن پينن جي قيمت اٺ-ڏهہ روپيا هئي. هينئر مان پنهنجي پيءُ جي لاءِ اهڙيون سو پينون خريد ڪري سگهڻ جي حيثيت ۾ هوس. مون اسٽيشنريءَ جي ٻن تن وڏن دوڪانن تان پيءُ لاءِ هڪ پارڪر ۽ هڪ واٽرمئن پين ۽ ٻہ "ڪونڪ" جون مس ڪپريون خريد ڪيون. مون کي محسوس ٿي رهيو هئو ڄڻ مان پنهنجن ڪن گناهن جي تلافي ڪري رهيو آهيان. گذريل سال امريڪا کان موٽندي دبئي ايئر پورٽ جي ڊيوٽي فري شاپ تان جنهن وقت مون ڏيڍ سوَ ڊالرن ۾ واٽر مئن جو پين سيٽ خريد ڪيو تہ جهاز مان بار بار کيسي مان اهو ڪڍي ان ڏانهن يڪ ٽڪ نهاريندو رهيس. ڄڻ منهنجو پيءُ ان پين سان منهنجي نصيب جو قلم ڪياڙيءَ وهائي ويو هئو.

منهنجا ننڍا ڀائر ڀينر ۽ ويجها مٽ مائٽ مون کي چوندا آهن،"تون هوبهو دادا جهڙو آهين، سواءِ تنهنجي رنگ." منهنجي پيءُ جو رنگ سنڌ جي شربتي جنس واريءَ ڪٽڪ جهڙو هئو ۽ منهنجو رنگ ٻاجهريءَ جهڙو آهي. منهنجي بيڊروم جي پٽ تي منهنجي پيءُ جي هڪ وڏي تصوير آويزان آهي. جنهن کي ڏسي سڀ ان کي منهنجو فوٽو سمجهندا آهن. تاجل بيوس جڏهن پنهنجي گهر واريءَ منڻ خاتون سان ان ڪمري ۾ رڙهين صديءَ جي وچ ڌاري اورنگزيب (عالمگير) جي وفات کان ڪجهہ سال پوءِ اسلامي دنيا جي ان دور جي وڏي دانشور حضرت شاهہ ولي الله محدث دهلويءَ کان فتويٰ طلب ڪئي ويئي تہ اسلام جو هندوستان طرف ڪهڙو رخ هئڻ گهرجي؟ ڇاڪاڻ تہ اهو مسلماني نقطئہ نظر کان نہ "داراسلام" (اسلامي رياست) آهي ۽ نہ ئي "دارالحرب"(جتي مڪمل اسلامي آزادي نہ هجي) جيئن تہ سڄي هندستان ۾ نظام مصطفيٰ ۽ اسلامي قانون لاڳو نہ آهن، ان ڪري منطقي طور سڄي هندوستان کي "دارالحرب" ۾ شامل ڪيو وڃي. رڳو دنيا جا اهي ملڪ جيڪي اسلامي مملڪت خداداد جي دائري ۾ اچن ٿا. اهي ئي "دارالاسلام" ۾ شماريا وڃن.■

## ستاويهون پنو

منگٽن ۽ مڇرن جي شهر ڪانپور اسان کي بيحال ڪري ڇڏيو هئو. سڄي شهر جي چوڌاري چمڙي جي ڪارخانن ۽ گهٽيءَ گهٽيءَ ۾، سوداگرانِ چرب، جي گودامن جي ڌپ اسان کي چمڙيءَ جي بيمارين ۾ مبتلا ڪري ڇڏيو هئو. ڪنهي ڪنهي جسمن جون ڪلون لهي ويون هيون. نواڙجي ڪتن وچ ۾ ڏينهن جو لڪيل منگهڻ رات جي اونداهه ۾ نواڙن مان نڪري نروار ٿئي سڄي رات اسان جو ماس پٽيندا هئا ۽ اسان جا بوٽ ۽ ٽنگون ٻانهون سڄي ٽوٽڙجي پيا هئا. سڄي سڄي رات جي اوجاڳن ۽ سڄي سرير تي ڦهليل ڦتن ڦرڙين اسان کي ڦتي اڌ مئو ڪري ڇڏيو هئو. بقول غالب،”زخم پرجڻ تائين اسان جا نهن به ته وڌي ئي ويا.“ اهڙي دوزخ مان نڪرڻ لاءِ اسين ڏاڍا آتا هئا سين. دادا پڇندو هئو،”ايترو عرصو توهان هن دوزخي شهر ۾ رهيا ڪيئن پيا هئا؟“

جيرامداس دولترام جي مهربانيءَ سان دادا کي پهرين ڪاڏ خوراڪ واري وزارت ۾ ۽ پوءِ سينٽرل ٽريڪٽرس آرگنائيزيشن (سي ٽي او) ۾ آبرودار عهدو مليو ويو ۽ اسان جي مالي حالت راتو رات سڌري ويئي. اسان جو ڪٽنب ان احساس لاءِ هميشہ هن جو ٿورائتو رهندو. سرڳداسي جيرامداس سان اڳتي هلي جيڪي لپيءَ جي سوال تي خواهه ٻيا نظرياتي اختلاف پيدا ٿيا اهي پنهنجي جاءِ تي پر انهن ۾ ذاتيات جو ڪو دخل نہ هئو. هو منهنجي پيءُ جي پڳڙين تي سيني کان پهرين پهتو هئو، جيڪا هن جي مهانتا هئي ۽ جڏهن هن جي ڪم عمرنياڻيءَ جو بي وقت قضيو ٿيو هئو تہ هن جا سڀ مخالف بہ ڪتان ڪتان اعزاز پرسيءَ لاءِ هن جي تغلق روڊ واري بنگلي تي اچي ڪٺا ٿيا

هئا. هن پنهنجي پويان ناياب ڪتابن جو هڪ وڏو ذخيرو ڇڏيو هئو پر هن جي هڪ ئي پٽ ۾ اهي سانڍي رکڻ جو ڪو لڇڻ ۽ سوجهہ ٻوجهہ نہ هئي. ٻڌڻ ۾ آيو تہ هن جي نوڪر اهي سڀ قيمتي ڪتاب جامع مسجد جي ڪباڙين وٽ وچي رديءَ جي اگهہ ۾ وڪيا. سال پوءِ هڪ آرتوارتي تي درياگنج جي فٽ پاٿ تي پراڻن ڪتابن جي ڪباڙين جي پڙيءَ تان مون کي ٻڙودا مان نماڻي فقير جو شايع ڪرايل سچل سرمت جو ڪلام جو بيحد خوبصورت جلد ٻن روپين ۾ مليو ويو، جنهن جي پهرئين صفحي تي جيرامداس جي پنهنجي هٿ اکري ۾ هن جو نالو لکيل هئو، جيرامداس جا ڪجهہ بچي ويل ڪتاب هن جي ڀائيٽيءَ اُسا عالمچنداڻيءَ مون کي تحفي طور بہ ڏنا هئا.

مان جنهن دهلي ڪاليج ۾ پڙهندو هوس اتي سنڌي ڊپارٽمينٽ جي سربراهہ هرومل سدارنگاڻي خادم پنهنجن ڪن سنڌي شاگردن ۽ شاگرداڻين جي مدد سان عاليشان سنڌي لائبريري قائم ڪئي هئي. سالن بعد جڏهن ان ڪاليج جو سنڌي شعبو بند ڪيو ويو ۽ سنڌي شاگرد گهٽجي ويا تہ ڪاليج جي انتظاميہ هزارين سنڌي ڪتاب ڪٻٽن مان ڪڍي لائبريريءَ جي ڪنهن ڏورانهينءَ ڪنڊ ۾ ڍير ڪري لاوارث رکي ڇڏيا. جيرامداس جي ڀائٽي اشا عالمچنداڻي ان ڪاليج ۾ پوليٽيڪل سائنس جي ليڪچرار مقرر ٿي. مون کي ڄاڻ ناهي تہ اشا کي سنڌي لکڻ پڙهڻ ايندي هئي يا نہ پر هوءَ پنهنجيءَ ماءُ لاءِ هفتي ۾ بہ چار سنڌي ناول ۽ ڪهاڻين جا ڪتاب گهر کڻي ايندي هئي ۽ ائين هڪ هڪ ڪري هن دهلي ڪاليج جي ذري گهٽ سڄي سنڌي لائبريري پنهنجي گهر ۾ آڻي گڏ ڪئي، جيڪا هن جي ماءُ ڏينهن رات پڙهي پوري ڪئي.

بدقسمتيءَ سان اشا عالمچنداڻي هڪ ٽنگ کان معذور آهي ان ڪري هوءَ شاديءَ کان محروم رهي آهي. هن جو بہ پيٽيوِيو پيٽريو

سري واڏواڻي، جيڪي پڻ مون سان ۽ گوپيءَ سان دهلي ڪاليج ۾ پرهندا هئا، منهنجا گهرا دوست هئا. تن ڏينهن اسين هر آرتوار تي اشا جي ڀڳت سنگهہ مارڪيٽ واريءَ فليٽ ۾ سڄو سڄو ڏينهن رهي ۽ چور پوليس پتن واري جوئا ڪندا هئا سين. سري واڏواڻي وڏي پتي باز هئو ۽ اڪثر سيني کي سڄو ڪري ڇڏيندو هئو پر پنهنجن ڪتلين پئسن مان هو شام جو وسڪي ۽ اچي ڪاڏي پيتي تي پنهنجي سچي ميڙيل رقم خرچ ڪندو هئو. پاسي واريءَ فليٽ ۾ حشو ڪيولراماڻي رهندو هئو. هو اسان جي پتي بازيءَ واريءَ محفل ۾ تہ شريڪ نہ ٿيندو هئو پر شام واريءَ شراب جي محفل ۾ اچي شامل ٿيندو هئو. ٻہ چار پيگ پيئڻ کان پوءِ هو انٽرنيشنل سياست تي وڏيون وڏيون تقريرون ڪرڻ شروع ڪندو هئو. هن جي چوڻ موجب اندرا گانڌي پنهنجي انگلينڊ جي آڪسفورڊ يونيورسٽيءَ واري شاگرديءَ واري زماني ۾ هن جي والنٽئير طور هن جو هر حڪم مڃيندي هئي.

هڪ شام اشا مون کي چيو،"هن ننڍيءَ فليٽ ۾ ايترن ڪتابن رکڻ جي جاءِ ناهي. ڪاليج وارا ڪتاب واپس وٺڻ کان انڪار ڪري رهيا آهن. تون هي سڀ ڪتاب پاڻ سان کڻي وڃ." مون کي ڄڻ ڪو قارون جو خزانو ملي ويو. ٻئي ڏينهن ئي صبح سان ٽئڪسي ڪري دهلي ڪاليج جي لائبريريءَ جا سڀ سنڌي ڪتاب گهر کڻي آيس، جيڪي اڄ تائين مون وٽ محفوظ آهن پر مون کان پوءِ يقينن اهي منهنجي ٻہ ڪنهن ملازم معرفت جامع مسجد ۽ درياگنج جي ڪٻاڙين جي لڳايل فٽ پاٿن تي پهچي ويندا.

هينئر حشو هن دنيا ۾ ناهي، ڪملا بہ نہ رهي آهي، اشا خبر ناهي ڪٿي آهي، ۽ سري واڏواڻي ڪڏهن ڪڏهن ڪنٽري ڪلب جي بار ۾ اڪيلو گڏجي ويندو آهي، جتي ٻہ چار پيگ پي هڪ ٻئي کان موڪلائيندا آهيون ۽ وري ڪڏهن سال ٻين ائين اوچتو ڪنهن ڪلب جي بار ۾ ملي ويندا آهيون. تاس جا ٻاونجاهہ پتا ٽڙي پکڙي ويا آهن. رڳو ٽيونجاهون پتو هيڏانهن هوڏانهن ڀٽڪندو رهندو آهي.

سياسي ۽ سماجي سوجهہ ٻوجهہ ۽ عالمي سياست جو گهرو شعور رکندڙ، مشهور انگريزي اخبار جو مقبول ڪالم نويس حشو ڪيولراماڻيءَ پنهنجن پوين ڏينهن ۾ مفلسيءَ جو ڀيانڪ روپ ڏٺو. گذر سفر لاءِ هو پنهنجا ناياب ڪتاب ڀڳڙن مٺ تي وڪڻڻ لاءِ دوستن کي گهر گهرائيندو هئو ۽ ڪانئن زبردستيءَ پنهنجا ڪتاب خريد ڪرائيندو هئو. ڪتابن کان پوءِ هن پنهنجي گهر واريءَ کان لڪائي گهر جو سروسامان بہ سستو وڪڻڻ شروع ڪيو، جنهن تان ٻنهي وچ ۾ سدائين جهيڙو رهندو هئو. هن جي گهر واري هن کي صبح جو ٻہ روپيا هٿ ۾ ڏيئي گهر مان ڪڍي ڇڏيندي هئي. ۽ هو سڄو ڏينهن هتي هُتي ڀٽڪندي. رات جو دير سان گهر موٽندو هئو. سگريٽن بدران پن جون ٻيڙيون پيئڻ لڳو ۽ فوجيءَ ڪئنٽين جي سستي رم تي گذران ڪرڻ لڳو. هن زندگيءَ جا پويان ڏينهن الهاس نگر جي جهوپڙپٽيءَ ۾ گذاريا، جتي ئي هن جي لاوارث لاش جو ميونسپالٽيءَ وارن مساڻ ۾ آخري اگني سنسڪار ڪري ڇڏيو هئو.

هڪ ڏينهن رات مان بمبئيءَ ۾ ڪيرت ٻاٻاڻيءَ جي گهر وينو هوس. اسان اجان پهريون پيگ ئي ناهيو هئو جو در جي گهنٽي وڳي. ڪيرت جي زال سوتيا در کوليو تہ حشو اندر گهري آيو. ڦاٽل ميري قميص ۽ ڪٽل پئنٽ، مهيني کن جي وڌيل اڇي ڏاڙهي، مٿي تي ڪاري رنگ جي پراڻي چٻي ٿيل فليٽ هيٽ، گهنجهيل چهرو ۽ ڏار ڏئي آيل اکيون،"اڙي لڇمڻ، تون؟"۽ مون کي ڀاڪر پائي چپ چاپ ڪري صوفاتي ويهي رهيو. ڪيرت بي نيازيءَ مان هن لاءِ 3 پيگ ناهيو. هو سڄو گلاس ڳيت ڏيئي پي ويو. ٿڪل، اداس ۽ ڳاڙهين اکين سان مون ڏانهن گهوريندي پڇيائين،"ٻڌاءِ لڇمڻ، حشو اجا تائين پاڻ ۾ هڪ

مڪمل انسٽيٽيوشن(ادارو) آهي يا نه؟“ منهنجي جواب لاءِ ترسڻ کان سواءِ ئي چوڻ لڳو، ”توکي خبر آهي ته روس جو صدر خروشيف اهم ترين عالمي مسئلن تي مون سان ئي مشورو ڪندو هئو، ۽ منهنجي صلاح کان سواءِ ڪو به فيصلو نه ونندو هئو. توکي ڄاڻ آهي ته اڄ اڄ دنيا سوشلزم طرف وڌي رهي آهي. ۽ سندن سوچ جو رخ موڙڻ ۾ حشوءَ جو ڪيترو نه وڏو ڪردار رهيو آهي. آمريڪي صدر جو انڪشاف پڙهيو اٿيئي؟“ انگريزيءَ ۾ ڳالهائي رهيو هئو.

ڪيرت مون کي اتان اٿاري اندر ڪمري ۾ وني آيو. چيائين،”هي هتان سولي جند نه ڇڏيندو، ۽ ماني کائڻ کان سواءِ نه ويندو. سوتيا بيمار آهي ان ڪري ماني ٻاهران گهرائڻي پوندي. تون هن کي پنج روپيا ڏيئي ڪانئس جان ڇڏاءِ. مان ته ڏيئي ڏيئي ٿڪجي پيو آهيان. پئسا ملندي ئي هو هڪدم هليو ويندو.“ آلين اڪين سان مون حشوءَ کي صوفا تان اچي اٿاريو. هو هيڏانهن نهاري بوتل ڳولهي رهيو هئو، جيڪا ڪيرت الماڙيءَ ۾ رکي ڇڏي هئي. مون ڪيسي مان ڏهين جو نوٽ ڪڍي چپ چاپ حشوءَ جي تري تي رکي هن جي مٺ پيڪوڙي ڇڏي. پئسا ملندي ئي حشو ٽڪڙو ٽڪڙو در ڪولي ٻاهر نڪري ويو. در جي چانئٺ تي بيٺي بيٺي مان سنڌ جي هن عظيم دانشور، اعليٰ مفڪر، انگريزي صحافت جي دنيا ۾ آبرودار رتبو ماڻيندڙ حشو ڪيولراماڻيءَ کي آخري پيرو وڏيون وڏيون ٻرانگهون پريندو، اوندهه ۾ غائب ٿيندي ڏسندي رهيس. اندر اچي ڪيرت کي چيم،”ڪيرت،ماني نه گهرائجانءِ. اڄ مون کان گرهه به نه اڪلندو.“ ٻاهر اچي مون مرين لائينس وڃڻ لاءِ ٽئڪسي ڪئي. ٽئڪسيءَ ۾ درين کان ٻنهي پاسي رستي جي روشنين ۾ هن کي ڳولهيندو رهيس. متان ڪٿي هو نظر اچي وڃي. پر دل ئي دل ۾ سوچي رهيو هوس ته نه ملي ته سٺو. ڪٿي سچ پچ ملي ويو ته مان هن کي رات ڪٿي وني ويندس؟ پنهنجي ساهيڙيءَ جي گهر ۾ هن کي رات ڪيئن رهائيندس؟ بهتر آهي ته نه ملي.■

اناويهون پنو

ڪڏهن ڪڏهن ڪنهن طوطي يا مئنا کي پنهنجي پڃري سان ايترو ته پيار ٿي ويندو آهي جو سندن اڏامڻ جي تمنا ئي مري ويندي آهي. هو سوچيندا آهن هاڻي هي پڃرو ئي اسان جو آرام گاهه آهي. هتي

بنا ڪنهن هڻ پٽ جي منو زيتون به ملي ٿو، ڪٿي انبڙي به ملي ٿي، تکو سائو مرچ به ملي ٿو ۽ ٿڌي پاڻيءَ جو وٽو به ملي ٿو.

گڏوگڏ مٿن اهو خوف به حاوي هوندو آهي ته باهر نڪرڻ سان مٿان ڪنهن ڏاک ٻلي جي ور نه چڙهي وڃون؟ ڪنهن جو پيار قبول ڪرڻو آهي ته هتي پڃري اندر ئي ويهي ٿي پيرا"قبول، قبول، قبول،" چئي غائبانه طور ان سان لائون لهي ٿا ڇڏيون.

آتمڪ طور اجا به پڃري جا اهي پکي مون سان ڪنهن نه ڪنهن روپ ۾ جڙيل ۽ جڪڙيل آهن.

سروريءَ کي الوداع چئي، ڪانپور پهچي پنهنجي ڪمر جي ڪمائيءَ مان خريد ڪيل پارڪر ۽ واٽرمئن فائونٽين پينون مون پنهنجي پيءُ کي تحفطي طور اچي ڏنيون ۽ چيو مانس،"دادا، توهان جي ڏنل تحفن جي ته مان ڪا موٽ نه ڏيئي سگهندس پر پنهنجيءَ پهرين ڪمائيءَ مان هي پهريون تحفو توهان لاءِ آهي. اجا ته زندگي شروع ٿي آهي. اڳتي هلي مان توهان جي هر پسندي، ناپنسد جو پورو خيال به رکندس ۽ احترام پڻ ڪندس." منهنجي پيءُ مون کان اهو نه پڇيو ته تنهنجي اها"پهرين ڪمائي" ڪهڙي ۽ ڪٿان جي آهي؟ هن کي اها ڄاڻ نه هئي ته هن جو مربي پٽ پنهنجي آبرودار خاندان جو ننگ ناموس ٻوڙي، طائفي وارن ڪچرن جي ناٽڪ منڊليءَ ۾ شهر شهر ۽ قصبي قصبي ۾ پنهنجا ٽڙا ٽڙڪائي، هڪ ناچوءَ واري نفري ڪندو رهيو آهي. هفتي ڪن کان پوءِ دادا مون کي پاڻ سان گڏ دهليءَ وٺي آيو. پاپي ۽ ٻيا ٻار ڪانپور ۾ ئي رهيا. مون پريل دل سان ان شهر کان هميشه لاءِ موڪلايو.

چمري جي ڪارخانن واري ۽ هن ڳتيل شهر مون کي پنهنجي زندگيءَ جو پهريون پيار ڏنو هو. هتي ئي مان ٻاروتڻ مان ٻاهر اچي جو ان ٿيو هوس ۽ هتي ئي مون کي اهو احساس ٿيو هئو ته جوان جسمن جي لذت ڪهڙي ٿيندي آهي. تنزلِ تناسل ۾ ۽ تناسلِ ۾ ڪيئن تبديل ٿيندو رهندو آهي، خراج ڪيئن اخراج ۾ بدلجندو آهي ۽ ڪمال تي پهچي ڪيئن زوال پذير ٿيندو آهي. سروريءَ کان پاڻ ڇڏائي بنارس مان پيڳو هوس، هن سان گڏ دهليءَ کان ڪانپور تائين پهريون سفر ۽ پوءِ لکنئو، باره بانڪي ۽ بنارس تائين سفر مدام سفر، سفر اندر سفر، سروري ئي سروري سروري ئي سروريءَ سونهن ئي سونهن ۽ سرهاڻ ئي سرهاڻي هئي. رائنٽيءَ ۾ سروريءَ جي پاڪر ۾ گهاريل اها رات مان يا ته سڄو جسم ئي جسم هوس يا سڄو روح ئي روح. هاڻي مان پنهنجي جسم کي ته ڏوئي پوئي اڇو اجرو ڪري پاڻ سان ڪٺي آيو هوس پر سروريءَ سان پنهنجي روح جا اهي رشتا جوڙي آيو هوس، جيڪي زندگيءَ جا ايندڙ ڪيئي سال تيز تر شعلن جيان مون کي لهسائيندا. اهي ڪجهه سال رشنيت ڪمار جي غزل جي ان بند جيان هئا،

تو ڪوئي ريل سي گذرتي هئه
مئن ڪوئي پُل سا ٿرٿراتا هون.

اڄ سروري الائي ڪٿي هوندي؟ جيئري هوندي به الائي نه؟ مون جيان پوڙهي ٻانپ ٿي ويئي هوندي. مون کان ته هن جا مهاندا به وسري ويا آهن. هينئر مان نه ڪا لڏندڙ پل آهيان ۽ نه ئي منهنجي مٿان ڪا ريل ٿي لنگهي.

سروري جي يادن جون سپ پليون پار ڪندي، ريل ڪانپور کان دهليءَ جي رهي هئي. دادا ٽڪ سبب گهريءَ ننڊ ۾ هئو ۽ مان رات جي اونده ۾ دريءَ کان ٻاهر نهاريندو ڏڙڪندڙ دل سان گنگا ۽ جمنا مٿان ٽڙڪندر پليون پار ڪندي سروريءَ کان سدائين لاپري ٿيندي پئي ويس. زندگيءَ ۾ ڪڏهن ڪڏهن پنهنجو وجود به وسري ويندو آهي. پر پهرئين

پيار جا پويان پل ڪڏهن به نه وسرندا آهن، پلي ڪو پنهنجي ئي پئدا ڪيل پڃري ۾ پوريءَ ريت محفوظ هجي.

پراڻي دهلي اسٽيشن تي دادا جي آفيس جو پٽيوالو اسان کي ونڻ آيو. هو اسان لاءِ دهليءَ کان ٿيهه کن ميل پري نريلا نالي ڳوٺ ۾ اسان لاءِ پراڻي طرز جي هڪ ڪشادي مسواڙي جاءِ ڳولهي آيو هئو ۽ جڳهه جي چابي پڻ ساڻ آندي هئائين. ڪلاڪ کن کان پوءِ دهلي کان نريلا لاءِ ٽرين هئي جيڪا اڳ ۾ ئي پليٽفارم تي بيني هئي. مان اڌ خالي گاڏي جي دريءَ وٽ ويهي رهيس ۽ دادا نريلا جون ٽڪيٽون ۽ ڪاڏي پيتي جون ڪجهه جون شيون ۽ سامان ونڻ لاءِ پٽيوالي سان گڏ ويو.

اوچتو گاڏي ۾ منهنجي سامهون واريءَ بئنچ تي گيڙو رنگ جي ڪپڙن ۾ ملبوس هڪ تيجوسي چهري وارو سنياسي اچي وينو ۽ مون ڏانهن يڪ ٽڪ نهاريندو رهيو. مان هن جي نظرن جو تاب نه سهي دريءَ کان ٻاهر نهارڻ لڳس. اوچتو منهنجو هٿ پڪري پڇيائين ، ڪٿان آيو آهين؟ ڪيڏانهن ٿو وڃين؟ تو سان گڏ ٻيو ڪير آهي؟“ سيڪجهه ٻڌايو مانس. چيائين،”توکي تنهنجو سنڌ وارو جنم جو گهر هتي ڏيکاريان؟“ مان وائڙو ٿي ويس. ته هي ساڌو مون کي هتي منهنجو سنڌ وارو گهر ڪيئن ڏيکاريندو؟ پر سوچيم نئون نئون اچي وسايل هي عجيب ملڪ آهي، جتي ان کان به وڌيڪ عجيب و غريب مخلوق رهندي آهي. هتان جا ساڌو سنياسي، پير، فقير ٻاوا بانيڻ، جادوگر، جادوگرياڻيون ملڪان ملڪ مشهور آهن. هي به ڪو جادو ٽونو جاڻندڙ ساڌو يا تانترڪ آهي. پر گڏو گڏ مان هن طرف ڇڪجي به رهيو هوس. موهه وس ٿي چيومانس،”جي مندي ڪدي، جنهن ۾ آرپار نظر ايندڙ شيشي جو هڪ ٿلهو ننگ جڙيل هئو. منديءَ جو شيشو منهنجيءَ ساڃيءَ اک وٽ جهلي چيائين،” يڪ ٽڪ نهار، هن ۾ تون پنهنجون سنڌ ۾ جمڻ هنڌ وارو گهر ڏسي سگهندين.“■

## اٽيهون پنو

منهنجي گهر جي پٽين ۽ درن جي طاقن تي اٺ گهڙيال ٽنگيل آهن. پر اهي الڳ الڳ وقت ڏيکاريندا آهن. ان ڪري خبر ئي نه پوندي آهي ته ڪهڙو وقت صحيح آهي ۽ ڪهڙو غلط؟ شايد اهو ئي ڪارڻ آهي جو هن دؤر ۾ وقت مهانگو ۽ گهڙيال سستا ٿي ويا آهن.

منهنجي سڄي زندگي به منهنجي گهر ۾ ٽنگيل انهن انن گهڙيالن جيان رهي آهي، جن جا ڪانٽا ڪڏهن به صحيح وقت نه ڏيکاري سگهيا. انهن ڪانٽن جي ننڍين وڏين سُين وانگر منهنجي زندگي به سيلن جي سرائيءَ تي گهمندي، منهنجي ڪردار جي جدا جدا ڪانٽن جيان ڦرندي رهي آهي. اهو بهروپ نه، پر منهنجي زندگيءَ جا اهي روپ آهن. جن جدا جدا وقتن ۽ موڙن تي مون کان نيڪ ۽ بديءَ جي راهن تي مختلف مسافتون ڪرايون آهن. ڪير جي گلاس ۾ مک پئجي ويندي آهي ته سڄو ڪير هاري ڇڏبو اهي پر شراب جي ۾ مک پئجي وڃي ته ان کي رڳو آڱر سان ڪڍي ڦٽو ڪري ڇڏبو آهي. مون پنهنجيءَ ڪير پيئڻ واريءَ عمر ۾ ڪير جو سڄو گلا هاري ڇڏيو ۽ شراب پيئڻ واريءَ عمر ۾ رڳو ان مان مک ڪدي ڦٽي ڪئي.

هٿ ۾ ڪير جو گلاس جهلي ان صبح جو جيڪڏهن مان ان سنياسيءَ سان ڪنهن اڻڄاتي سفر تي نڪري پوان ها ته منهنجي هيءَ عمر اجائي نه وڃي ها. اها گمناميءَ واري زندگي ڪنهن نيڪ نامي يا

بدناميءَ واري زندگيءَ کان بهتر ۽ پرسڪون هجي ها. پر نيڪي ۽ بدي انسان سان ائين گڏ گڏ هلندي آهي جيئن دل جي ٽئين خاني ۾ صاف ۽ گندو رت گڏ گڏ سرڪيولٽ ٿيندو آهي. مون چاهيو پئي ته ڊوڙون پائي سنياسيءَ پويان وڃي هن کي ڪٿي ڳولهي لهان. پر سست قدمن سان مان پراڻي دهلي اسٽيشن جي پليٽفارم تي ئي موٽي آيس.

منهنجو پيءُ پريشانيءَ واريءَ حالت ۾ اسٽيشن جي آفيس ۾ وينو هئو ۽ هن کي منهنجي گمشدگيءَ جي رپورٽ لکائي لائوڊ اسپيڪر تي  ڪري انائونسمينٽ ڪرائي رهيو هئو. هن جو پٽيوالو مون کي هر پليٽفارم تي تلاش ڪري رهيو هئو. لائوڊ اسپيڪر تي پنهنجو نالو ٻڌي مان اسٽيشن ماسٽر جي ڪمري ۾ هليو آيس دادا مون کي ڏک هڻڻ لاءِ پنهنجي ٻانهن مٿي ڪئي پر پوءِ انهيءَ ئي ٻانهن سان مونکي پنهنجي ڇاتيءَ سان لڳائي ڇڏيو. ماءُ جي پيار ۾ ڪٿي ڪٿي سطحي جذباتيت به هوندي آهي پر پيءُ جو پيار تمام گهرو ۽ بلوغت وارو هوندو آهي. مان پنهنجي پيءُ جي ڇهري جي جذبن مان سمجهي سگهيس ٿي ته انهن ڪجهه ڪلاڪن ۾ هن ڪيتري نه پيڙا ڀوڳي هوندي. دادا جي خاموش ۽ سنجيده طبيعت پوءِ به الائي ڇو اسان ٽنهي ڀائرن کي چڙواڳ ڪري ڇڏيو. شايد اهو ڪنهن عمل جو رد عمل ئي هوندو.

پنهنجي پيءُ جي سخت رويي خلاف منهنجي ڀهرين ڪليل بغاوت ۽ نافرمانيءَ پويان به اسان ٽنهي جا جذبا صادق هئا. مان ٻاويهن سالن جو جوان جماڻ ٿي چڪو هوس. ڊسمبر 1958ع ۾ بمبئيءَ ۾ ڀهريون"اکل ڀارت سنڌي ساهت سميلن" ٿي رهيو هئو. ان کان سال اڳ، دهليءَ ۾ اسان سنڌي ڪنوينشن ڪونايو هئو، جنهن ۾ سنڌ مان پيرزادي عبدالستار ۽ اي. ڪي. بروهي صاحب مکيه مهمانن طور شرڪت ڪئي هئي. ان ڪئي ڪنوينشن ۾ منهنجي ڀهريون پيرو ڪرشن راهيءَ سان ملاقات ٿي، جيڪا ايندڙ سالن ۾ گهري دوستي ۾ پاڇيءَ ۾ بدلجي ويئي. اڳتي هلي ڪرشن راهي منهنجي گهر جو ڀاتي بڻجي ويو منهنجي ماءُ کي ڀهريون پٽ لڇمڻ جو قسم ڏجي ته شايد نه به مڃي پر راهيءَ جو قسم ڏجيس ته هڪدم ها ڪري ڇڏيندي."پاپيءَ جو راهيءَ ۾ ايترو ته ڀروسو ڄمي چڪو هئو جو هوءَ پنهنجين ڌيئرن جي مٿي مائٽيءَ بابت به راهيءَ سان ئي صلاح مشورو ڪندي هئي. مان سمجهان ٿو ته اسان جي ڪٽنبي رشتن جو اهو سلسلو ايندڙ نسلن تائين به برقرار رهندو جو منهنجو پٽ لاليءَ پنهنجي پٽ(منهنجي پوٽي) جو نالو به"راهي" رکيو اهي.

پاپيءَ جي ديهانت کان ڪجهه هفتا اڳ ئي راهي ۽ مايا هن سان دهليءَ ملڻ آيا هئا. بسترِ مرگ تي منهنجي ماءُ جو سڪڙيل وجود پيو هئو. هن جي ٻي نور اکين پوءِ به پنهنجي هٿ جي ڇُهاءَ سان راهيءَ کي سڃاتو. الائي ڪيئن هن ۾ ڳالهائڻ جي قوت پيدا ٿي ويئي ۽ هوءَ ڪلاڪ ٻن تائين راهي ۽ مايا سان ڪجهه پنهنجيءَ دل جو حال اوريندي رهي ۽ ڪجهه سندن دل جو حال ونندي رهي. پريل دل سان ٻنهي هڪ ٻئي کان پويون پيرو موڪلايو.

راهي ۽ ڪيرت مون کي لکيو ته بمبئي سميلن شاهي پٽماني تي رٿيو ويو آهي ۽ ان ۾ ضرور اچجانءِ مون اڳ ۾ ڪڏهن بمبئي ۾ نه ڏٺي هئي ۽ سميلن ۾ شريڪ ٿيڻ جي به تمام گهڻي آترويلا هئي ان ڪري بمبئيءَ وڃڻ جو پڪو فيصلو ڪيم. شام جو سڀ دوست جنتا ڪافي هائوس ۾ ملياسين ۽ دير تائين بمبئي سميلن ۾ شرڪت ڪرڻ جو پروگرام رٿڻ لڳا سين. نارايڻ شيام، سترام همدرد، هريڪانت، هيم ناگواڻي. شيام پاڳيان، گوپي آڏواڻي. نانڪ مدناڻي ۽ ڪن ٻين دوستن هلڻ جو فيصلو ڪيو ۽ هريڪانت تي بمبئي جون ٽڪيٽون بڪ ڪرائڻ جو ذمو رکيو سين. تن ڏينهن ۾ دهلي کان بمبئي جي جنتا ميل

۾ ٽڪيٽ چويهه روپيا هئا ۽ پهچڻ ۾ ٽيهه ڪلاڪ وٺندي هئي. هاڻي مون لاءِ رڳو مسئلو دادا ڪان بمبئي وڃڻ جي اجازت ۽ خرچ پکو وٺڻ جو هئو.

مان پنهنجي پيءُ سان گڏ ويهي وسڪي نه پيئندو هوس(اهو اسانجي ڪٽنب جو پراڻو رواج هئو) پر پيءُ طرح هن جو بيحد احترام ڪندو هوس ۽ جيسين هو مونکي پاڻ ويهڻ لاءِ نه چوندو هئو تيسين هن اڳيان بيٺو رهندو هوس.■

ٽيهون پنو

منهنجو اسڪالر دوست ڊاڪٽر ستيش روهڙا مون کي چوندو آهي،”تون هن عمر ۾ لکڻ مان ئي لست وٺي رهيو آهين.“ مان هن کي چوندو اهيان، تنهنجي خشڪ ساليءَ توکي زندگي ۽ ادب ۾ نه خشڪ بڻايو ئي آهي پر زنده رهڻ لاءِ به توکي روزانو چوڏنهن گوريون ڪائڻيون ٽيون پون. تون پنهنجي وان وستيءَ واري”تنها“ جي تخليق کي پوڄيندو رهه ۽ منهنجيءَ طبيعت کي بنا ڪنهن طبي امداد جي هر لفظ، سٽ ۽ جملي جو لطف ماڻڻ ڏي. دلبر، پنهنجي حياتيءَ جي ايتري ورهاست ۽ وائڪائيءَ هوندي به هن عمر ۾ منهنجيءَ دل جون چارئي دريون ڪليل آهن ۽ تون بنا ڪنهن کي دل ڏيڻ، وٺڻ جي ۽ دوائن جي سهاري سان به دل جو درد پالي وينو آهين. ٻڌاءِ، زندگيءَ جي تارازيءَ ۾ ڪنهن جو پڙ هيٺ آهي. ڪنهن جو مٿي؟“

مليل مختصر حياتيءَ ۾ راتيون گذارڻ جا پنهنجا پنهنجا طور طريقا آهن. راتين کي رنگين بنائڻ يا انهن کي شبِ تاريڪ ۾ تبديل ڪرڻ وارو عمل ونساولي يا نسب نامي جي لڪيرن ۾ جمڻ واري ڏينهن ئي کند ٿيل هوندو آهي.”ننڊ ۽ جاڳ جو روز و شب جو سلسلو به اسان جي زندگيءَ جي ڏنگن، ونگن ۽ ورن سان واريل هوندو آهي.“

سنت ڪوي روي داس جو هڪ سلوڪ آهي،
پهلا پهر هر ڪوئي جاڳي،
دوجا پوڳي هوءِ.
تيجها پهر تسڪر جاڳي
چوٿا جوڳي هوءِ.
لڳيءَ بن رين نه جاڳي ڪوءِ.

(رات جو پهريون پهر هر ڪوئي جاڳندو اهي. ٻيو پهر هر گهر گهرست ۽ صبحت داري ڪرڻ وارا. ٽيون پهر چور چڪار، جست هٽڻ وارو يار رساڳير جاڳندو آهي. ۽ چوٿون پهر ڏٽيءَ جي بندگي ۽ جپ تپ ڪرڻ وارو جوڳي ئي جاڳندو آهي. بنا ڪنهن لڳن ۽ لڳيءَ جي ڪو به رات نٿو جاڳي.)

لڳيءَ تي لعنتون هٽڻ وارن کي ڪير سمجهائي نه جبلن تي ڪا جوالامکي نه ڦاٽي اهي نه ائين نه سمجهن نه شهر سجا ويران ۽ دلين جون بستيون پڙيانگ ٿي ويون آهن. جي ڪا هڪ رات گهر جي ڇت تي چند نه چمڪيو آهي نه باقي بچيل سڀ راتيون اونڌه ئي اونڌه آهي. اونڌه نه رڳو ماڻهوءَ جي من ۾ هوندي آهي. جنهن ڪان هو سدائين چرڪندو رهندو آهي. ورنه دنيا جي اهڙي کهڙي عورت اهي، جيڪا

ڪنهن مرد جي آغوش ۾ اچڻ جي خواهان نہ هجي يا جنهن جي من ۾ ماءُ ٿيڻ جي خواهش جنم نہ وٺندي هجي ۽ دنيا جو اهڙو ڪهڙو مرد آهي جيڪو ڪنهن عورت جي ڪوسيءَ ڪک ۾ پناهہ نہ ڳوليندو هجي.

مون بہ پنهنجي زندگيءَ ۾ سدائين ڪوسين ڪکين ۾ ئي پناهہ ڳولي آهي. ماءُ جي کُک کان وٺي محبوبائن جي گرم گداز پاڪرن ۾ پريل پرپور زندگيءَ مون کي ايترو ڪجهہ ورتو ناهي، جيترو مون کي ڏنو آهي. محرومين ۽ مفلسيءَ سان منهان منهن ٿيڻ ۽ انهن جا پيانڪ روپ ڏسڻ کان پوءِ بہ مون کي زندگيءَ سان ڪڏهن ڪا شڪايت نہ رهي آهي. پيدائشي سک درسي هئڻ ڪري مون تہ هر دک درد مان بہ لطف حاصل ڪرڻ ۽ مزو ماڻڻ جا جتن ڪيا آهن. ستيش روهڙا جيان منهنجن بين بہ ڪيترن دوستن(منهنجو ڪو دشمن ڪونهي جو مون جهڙو انسان سواءِ هڪ سني دوست جي ٻيو ڪجهہ ٿي ئي نہ ٿو سگهي). منهنجي هن وهي کاتي جا پنا پڙهڻ کان پوءِ مون کي اهي ئي ميارون ڏنيون آهن تہ تو پنهنجي پنن ۾ عشق بازيءَ جا اهي داستان ويهي درج ڪيا اهن جيڪي حقيقت کان پري تا لڳن. مون کي انهن الزامن لاءِ ڪا صفائي پيش ڪرڻ جي ضرورت ناهي. صفايون يا تہ ڏوهاري ڏيندا آهن يا ڪائنر. لکڻ تي تہ مان بخارا جي خواجہ نصرالدين جيان پنهنجي جانبازيءَ جا داستان بہ رقم ڪري سگهان ها پر منهنجي جانبازي جسمن تائين ئي محدود رهي آهي. مون لاءِ جسم، روح کان وڌيڪ مقدس ۽ شرير آتما کان وڌيڪ پويتر ئي رهيو آهي. پنهنجا اهي ئي احساس مان پنهنجن پنن ۾ پيش ڪري رهيو آهيان. شيخ سعدي پنهنجي شاهڪار ڪتاب، گلستان ۾ لکي ٿو،

”۽ مون هن ڪي چيو، خدا جي خلقيل هن ڌرتيءَ تي پاڻ سان گڏ زندگي بسر ڪرڻ وارن جي خوشيءَ لاءِ مان ڪتاب لکندس. ڪاش زماني جون گهميل هوائون ان جي ورقن کي آلو نہ ڪن. ڪاش منهنجي شاعريءَ تي خوشگوار بهار بدران پن ڇڻ واري موسم نہ ڇائنجي وڃي. اڃو ڏسو، باغ ۾ گلاب جون پنکڙيون اجا ڪومايون ناهن. مان اجا بہ بنا ڪنهن لٽ جي هلان ٿو ۽ منهنجو ڪتاب“گلستان“ مڪمل ٿي ويو آهي. ۽ اهو توهان جي هٿن ۾ اهي.

منهنجيءَ ٽيهن سالن جي عمر ۾ اهو پهريون ڪتاب هئو جيڪو منهنجي پيءُ مون کي پارهيو هئو. سعديءَ جي ٻئي ڪتاب،”بوستان“ تائين پهچڻ کان پهريون ئي مون کي پاڪستان ۾ پنهنجي پيءُ کي بہ ڇڏڻو پيو تہ ڪتاب ڪي بہ.

مان شيخ سعديءَ جيان ڪو شاهڪار ڇڏي وڃڻ جي دعويٰ نٿو ڪريان. مون جهڙو واٽڪي وهي کاتو لکڻ وارو جيتامڙو تہ رڳو پاڻ کي جيئرو رکڻ لاءِ پنهنجون هي ساروٽيون ڪنهن بنديءَ ۾ درج ڪري رهيو آهيان تہ جيئن اڳتي هلي جڏهن منهنجو حافظو منهنجو ساٿ نہ ڏئي تہ مون کان ڪو حساب ڪتاب وٺڻ وارو هن بنديءَ کي ثبوت ۽ سند طور پيش ڪري سگهي. غالب جو شعر آهي،

مري تعمير مين مضمرهئہ اڪ صورت خرابي ڪي،
هيولا برقي خرمن ڪا، هئہ خون گرم دهقان ڪا.

(منهنجو وجود ئي منهنجي فنا جو دليل آهي جو ان ۾ فنا ٿيڻ جي قابليت قدرت پوشيده رکي آهي).

صحتمند زندگي گذارڻ لاءِ ڪو نہ ڪو روڳ پاڻ پڻ ضروري آهي جو رڳو سنيءَ صحت جي سهاري تي بہ زندگي نٿي گذاري سگهجي. ساڳيءَ ريت ادب ۾ ۽ خاص طور تي آتم ڪٿائون نٿيون بيهاري سگهجن. محض خشڪ حقيقتون ۽ سڪٽيون سچايون اخباري رپورٽ وانگر درج ڪجن تہ اهي بيحد خشڪ، بي رس ۽ ورچندڙ بڻجي وينديون. تحرير ۾ رسُ چسُ آڻڻ لاءِ ڪٿي ڪٿي فڪسن جو سهارو وٺڻو ئي پوي ٿو. بشرطيڪ ۽ هڪ جام تصور جو هجي تہ بہ

جام حقيقت جا هجن. سچ مجروح نہ ٿئي پر اهو اهڙي فنائتي عبارت ۾ پيش ٿئي جو تلخ هوندي بہ ان ۾ ڪوڙاڻ جو احساس نہ ٿئي.■

ايڪٽيهون پنو

نربلا جي ساڪرو سونارن وٽ وڃي ميناڪاريءَ جو ڪم سکڻ شروع ڪيو. پر سڳني سوناري مون کي سپ کان پهرين ٽانڊڻ مٿان ڏنوٽي هلائڻ جو ڪم ڏنو. پخال واري ڏنوٽي هلائيندي آڱرن جون چٽنگون منهن ۾ پيون پونديون هيون ۽ مان سوچيندو هوس تہ سوناري جي سوڏڪن بدران ڪنهن لوهار وٽ وڃي هڪ ئي ڏڪ هڻڻ سڪان. سڳنو مل مون کي بہ روپيا ڏهاڙي ۽ گهران آيل منجهند جي ماني ڪارائيندو هئو. چئين آني سير بصر، پٽاٽا ۽ روپئي سير تيوڻ(گوشت) واري ان زماني ۾ روز بہ روپيا مون لاءِ وڏي عياشي هئي. پر منهنجي اصلي عياشي دوڪان تي ايندڙ ويندڙ حسين جاٽياڻين جي ديدار بازي ۽ ساڻن چرچو گهبو هئو. سڳني مل جي ڪرڙي اک سدائين مون مٿان رهندي هئي ۽ مان جوان جاٽياڻين جي اک کان وڌيڪ سڳني جي اک جو اشارو سمجهي ويندو هوس.

نربلا جي هندي ميڊيم واري هاءِ اسڪول ۾ داخلا وٺڻ جي ٻن ڏينهن اندر ئي مان ۽ ساهو اتان ڀڄي آيا سين. ماسترن جي هريانوي هندي اسان کي سمجهہ ۾ نہ ايندي هئي ۽ جاٽن جا ڇورا اشرٽارٽي ڇوڪرن کي نفرت جي نگاهہ سان ڏسندا هئا. هر ڳالهہ تي اسان تي کلندا ۽ ٽوڪبازي ڪندا هئا. هو وڏا ويڙهاڪ هئا ۽ اسين ساڻن پڄي نہ سگهندا هئا سين. هڪ ڏينهن هڪ ڏگهي بيهودي جاٽ ڇوڪري منهنجي ڳٽي تي ڇهنڊي هڻندي چيو، ”بيٽا، ڪتر سي آيا سي؟“ ۽ هن مون کي ڳچڙ کان جهلي بہ چار ٺونشا وهائي ڪڍيا. پريان هاسو مون کي مار کائيندو ڏسي روئڻ لڳو. ٻئي ڏينهن کان اسان اسڪول وڃڻ ئي ڇڏي ڏنو.

مون سڳني مل سوناري وٽ وڃي سون ڳارڻ واري ڏنوٽي هلائڻ شروع ڪئي ۽ هاسو ڪباڙيءَ جي دوڪان تان پراڻا رسالا ۽

ڪتاب هٿ ڪري ايندو هئو جيڪي ٻيئي پڙهندا هئاسين. ڏنو اجا جاڻن جي چورن سان گهٽين ۾ چڊن واري راند ڪندو رهندو هئو. پاپي ۽ منهنجيون ٻيئي ڀينر گهر جي ڪم ڪار ڪان پوءِ واندڪائيءَ واري وقت ڏر ٿوپو ۽ سراين تي سويٽر اُڻنديون هيون.

دهليءَ ۾ دادا جي ملازمت سرڪاري زراعت واري ڪاتي طرفان نئين قائم ڪيل سينٽرل ٽرئڪٽر آرگنائيزيشن، جنهن کي سي ٽي او سڏيندا هئا، ۾ هئي. آفيس ۽ ورڪشاپ دهليءَ کان ڪيترائي ميل پري pusa institute واري علائقي ۾ هئي، جيڪا هرباڻوي مسلمانن جي ڇڏي ويل ٻنين کي قومي تحويل ۾ آڻي قائم ڪئي وئي هئي. اداري جي هڪ ٻي وڏي ورڪشاپ ڀوپال ويجهو ٻئراڳڙهه واري علائقي ۾ قائم ڪئي ويئي هئي. اڄ ٻئراڳڙهه هندوستان ۾ سنڌين جي الهاس نگر ڪانپوءِ ٻيو نمبر وڏي ۾ وڏي وستي آهي. ٿنڌي آدم جي سنت هردارام اتي محلاتن جهڙيون ڌرمشالائون، آشرم ۽ رهائشي جايون ٺهرايون آهن، جن ۾ ڪاڏو پيتو پڻ مفت ملندو آهي. هاڻي ٻئراڳڙهه جو نالو بدلائي سنت هردارام نگر رکيو ويو آهي. سنت هردارام جي تمام گهڻي مڃتا آهي. سنڌين ۾ هن کي وڏو پهتل شخص ڪري مڃيو ويندو اهي. هو ڪچيون ڪچيون گاريون به ڏيندو آهي ۽ جڏهن ڪنهن سواليءَ مٿان گارين جو ڏوڙيو وسايائين ته ان سواليءَ جي نصيب جو ڦاٽڪ ڇڻ کلي ويو ۽ هو خوش ٿي گهر موٽندو.

هن ڀيري ساهت سڀا جا اسان جا ڪجهه اديب دوست ٻئراڳڙهه جي اديب جهمون ڇڳاڻيءَ کي ساڻ وٺي سنت وٽ سوالي ٿي ويا ته پنهنجي محل نما آشرم ۾ اسان کي ٽن ڏينهن جو ساهتڪ سيمينار ڪرڻ جي اجازت ڏئي. جهمون اديبن جي وفد کي(سندن نالا نٿو ڪڍان جو اهي وڏا معتبر اديب آهن) ٻاهر ٻيهاري سنت وٽ وڃي اجا ڪجهه چوڻ شروع ڪيائين ته سنت ٻاهر ٻيٺلن کي ڏسي واڪو ڪري چيو،

”هي وري ڪهڙا پيڻ جا...... آيا آهن؟“

”سائين آهستي ڳالهايو، هي وڏا اديب ۽ شاعر آهن، جيڪي توهان سان ملڻ آيا آهن.“ جهمونءَ چيو.

”اهارن...... وري ڪهڙي مخلوق ٿيندي آهي؟“

”سائين، هي سنڌي ساهتڪار آهن، جيڪي اسان جي سنڌي ٻوليءَ ۽ ساهت جي وڏي شيوا ڪري رهيا آهن ۽ سنڌي ساهت ۽ تعليم کي بچائڻ لاءِ وڏيون قربانيون ڏيئي رهيا آهن.“

”ته پوءِ(هڪ ٻي اگهاڙي گار) ڏيئي چيئين ته ٻاهر ڇو بيٺا آهن؟ اندر وٺي اچين.“ سنت چيو.

(سنت اڳيان ڪير ڪڇي؟ جهمون سيني کي مهاپرش سان ملائڻ وٺي آيو.)

سنت هردارام جي آسيسن سان بيحد ڪامياب سيمينار ٿيو ۽ سنت ساهتڪارن ۽ ساهت پريمين جي مهمان نوازيءَ ۾ ڪا ڪسر نه ڇڏي. مان سنتن، مهاتمائن، پيرن فقير ۽ مذهبي ماڻهن ڪان سدائين پاسو ڪندو آهيان. پر مون کي ان حقيقت ڪان انڪار ناهي ته سنڌي جاتيءَ کي ڌرم ۽ مذهب جي نالي ۾ ئي سهي، هڪ ڏور ۾ ٻڌي، هڪ هنڌ يڪجا ڪرڻ ۽ اهڙين ڳڏجاڻين ۽ ميلن ملاپن کي ثقافتي رنگ ڏيڻ ۾ سنڌي سنتن، پيرن ۽ مذهبي پيشوائن جو هڪ اهم رول پئي رهيو آهي. سنڌي هندو ٻيءَ طرح تمام ڪفايتي ۽ ڪٽي ڪٽي ڪنجوس پڻ رهيو آهي پرپچ ڪٽڻ جي لالچ ۾ يا سپاويڪ طور هو ڌرم ڪرم ۽ ڌرمائو ڪارجن ۾ دل کولي خرچ ڪندو رهيو آهي.

هندوستان ۾ اچڻ بعد هتان جي مختلف شهرن ۾ سنڌين جون اٽڪل چار هزار ڌرمشالائون، آشرم، سکن عيسائن جون مانڊٽيون، ڏينهن رات جا ڀنڊار، مفت علاج ڪندڙ ڌرمائو اسپتالون، مفت رهائشي ڪمرا، ڪٽيائون، درٻاريون، جانورن جي چارن ۽ پاڻي پيئڻ جا حوض

تعمير ڪرائڻ جهڙا ڪيترائي سڪارت ڪرڻ لاءِ سنڌي سينين وٽ ڏرم ڪاتا ڪليل آهن. ان جي برعڪس سنڌ جو مسلمان ياءُ ڪڏهن به خرچ ۾ ڪنجوسائي نہ ڪندو. ان معاملي ۾ هن جو عمل هن جي ذات تائين محدود آهي. هو واٽئي ڪان قرض وني به عياسي ڪندو. ڪٿي ڪا خيرات ڪرٽي به پيش تہ مجبوريءَ ۾ مذهبي فريضو سمجهي ڪندو. شايد اهو ان ڪري آهي جو هنن جي تربيت ۾ اوڪيءَ ويل لاءِ بچت جو تصور ئي نا

ٻٽيهون پنو

آتم ڪٿا ڪو عدالتي بيان ناهي، جنهن ۾ ڪي سلسلا جوڙي سگهجن ۽ ترتيبوار واقعا ۽ وارداتون درج ڪن. سلسليوار سوانحيون رڳو ڪي سرڪاري ڪامورا يا فوجي جرنل ئي لکي سگهندا آهن، جيڪي پنهنجي پيشوارانہ زندگيءَ جو باقاعدي رڪارڊ رکندا آهن تہ فلاڻي تاريخ حضور منشيءَ مان هيڊ منشي ٿيس ۽ فلاڻي تاريخ هيڊ منشيءَ مان مختيارڪار ٿيس. گهوڙي تي گشت ڪندي آباد ۽ غير آباد زمينن جي ڍلن جون معافيون ڪيئن ڏيندو هوس، لاپو وٺنڌڙ تپيدارن کي ڪيئن جهليندو هوس ۽ پنهنجن سرشتيدارن مٿان ڪيئن ڪرڙي اک رکندو هوس. اهڙين آتم ڪٿائن ۾ ڪو بہ رُ چسُ نہ هوندو آهي ۽ پڙهڻ ۾ بنهہ ڪجسيون لڳنديون آهن.

ساڳيءَ ريت فوجي جنرل پنهنجين آتم ڪٿائن ۾ پنهنجي فوجي زندگيءَ جو احوال لکي رڳو پاڻ کي پڏائيندا آهن تہ مون ڪهڙا ڪهڙا جانبازيءَ وارا ڪارناما ڪيا ۽ ڪيئن دشمن جي چونڪين تي راتاها ڏيئي هن جا پير اکيڙي ڇڏيم، وغيره.

ويجهڙائيءَ ۾ پاڪستان صدر جنرل پرويز مشرف جي شايع ٿيل آٽوبايوگرافيءَ ۾ پڻ رڳو هن جي فوجي ۽ سياستي زندگيءَ جون حقيقتون ۽ انگ اکر خشڪ نمونی درج ٿيل آهن، جن ۾ ڪا بہ ادبي چاشني ڪانهي. جڳ جهان کي جاڻ آهي تہ دهليءَ ۾ پيدا ٿيل ۽ ترڪيءَ ۾ تربيت ورتل پرويز مشرف هڪ رومانوي رويو ۽ طبيعت رکندڙ اداردل شخص آهي پر پنهنجيءَ آتم ڪٿا ۾ هن پنهنجي رومانوي زندگيءَ جي رڳو هڪ هلڪي جهلڪ ڏيئي وري پنهنجي خشڪ ساليءَ واري قواعدي زندگيءَ ڏانهن موٽي آيو آهي. آٽو بايوگرافي پڙهندي لڳي ٿو تہ هن پنهنجي ذاتي زندگيءَ بابت ٻڌايو گهٽ، لڪايو وڌيڪ آهي. شايد هن جي فوجي زندگيءَ جي انتظام هن کي محتاط رکيو آهي ورنہ مون هن کي آگري ۾ ڏٺو هو تہ هن جي باڊي لئنگويج اکين جي اشارن ۽ معنيٰ خيز مرڪ مان ئي پرکي ورتو هئو تہ هو ڪيترو رومانوي شخص آهي. بهرحال ترڪيءَ جي ڪمال اتاترڪ کي پنهنجي آدرش مڃيندڙ مشرف صاحب اتاترڪ جي ڪردار جي ڪنهن تہ پهلوءَ سان پاڻ کي هم آهنگ ڪري ها!

ترتيبوار رڪارڊ ڪيل آتم ڪٿائن سان اهائي ويڌن هوندي آهي ورنہ ڪي فوجي جرنيل اهڙا بہ رومانوي هوندا آهن جو جنهن وقت ڍاڪا مٿان بم وسي رهيا هئا تہ عتاب هيٺ آيل فوجي ڪمانڊر"بي نيازي" سان پنهنجي ڪمري جا در بند ڪري هڪ حسين خاتون جرنلسٽ کي انٽرويو ڏيئي رهيو هئو. مان بہ پنهنجن يادگيرين جي آلبم مان ڪي پراڻيون تصويرون ڪڍي چنڊي ڦوڪي رهيو آهيان، جيڪي منهنجي زندگيءَ جي آلبم ۾ بي ترتيب ٽڙيون پکڙيون پيون آهن.

اڄ 8 نومبر جي ڏينهن هيءَ قسط لکندي ياد آيو تہ اڄ منهنجي پيتوان امر جليل جو جنم ڏينهن آهي پر مان هن کي مبارڪون نٿو موڪليان. اڄ هن جي زندگيءَ جو هڪ سال گهٽيو اهي. اسين ٻيئي ساڳئي ئي سال پئدا ٿيا آهيون. ساڳئي ئي سال ۾ پنهنجون پنهنجيون وصيتون لکي پنهنجين پنهنجين محبوبائن سان، مون هونُ ڪنڊ جي

باھ جي چوڏاري ست ڦيرا پاتا هئا ۽ هن، پاڻ قاضي هوندي به، ٻئي
ڪنهن قاضيءَ اڳيان نڪاح نامي تي ٻن شاهدن جي موجودگيءَ ۾
صحيح وڌي هئي. زندگيءَ ۾ اڳتي هلي ٻنهي ساڳيو ئي صحافت وارو
پيشو اختيار ڪيو، جنهن مان، مان مڪمل طور رٽائر ٿي چڪو آهيان
۽ هو اڃان به پنهنجي صحافتي قلم کي پختو پڪڙي بيٺو آهي. حياتيءَ
۾ اسين ٻيئي گڏ گڏ هليا آهيون. فرق رڳو اهو آهي جو هو هڪ
پرهيزگار انسان ٿي رهيو آهي ۽ مان گناهگار. بهرحال، هو پنهنجي
ايمان سان خوش آهي ۽ مان پنهنجي ڪُفر سان خوشحال.

مون کي امر جي ڪنهن ويجهي دوست ٻڌايو ته جوانيءَ ۾ هن
جو آواز ڏاڍو سريلو هئو ۽ جڏهن هو ڪنهن محفل ۾ ڪو درد ڀريو
گيت ڳائيندو هئو ته الائي ڪيترين جوانڙيون راتين جو امرجا ڳاتل
درديلا گيت جهونڪاري پنهنجا وهاڻا آلا ڪنديون هيون. زندگيءَ جي
هن موڙ تي پهچي به امر اڃا پنهنجي قلم تي ته قائم آهي باقي هن
سريلا گيت ڳائڻ ۽ ڏاهي لاهڻ ڇڏي ڏني آهي. اڄ شام مان هڪ جام هن
جي نالي پيئندس.

منهنجيءَ اتم ڪٿا ۾ امر جليل جو اڪثر ذڪر ان ڪري اچي
رهيو آهي جو هو منهنجي آتم جو حصو بڻجي چڪو آهي.■

ٽيٽيهون پنو

ورهاڱي ڪان پوءِ دهليءَ ۾ ائنگلو عرئب ڪاليج پهريون ئي
ڪاليج هئو، جنهن ۾ سنڌي باقاعدي هڪ سبجيڪٽ طور شروع ڪئي
ويئي، اڳتي هلي دبشبڌو ڪاليج ۾ پڻ صبح خواھ شام وارن ڪلاسن
۾ سنڌي سبجيڪٽ شروع ڪيو ويو، جيڪو اڃا تائين جاري آهي. ان
ڪان اڳ بمبئيءَ ۾ سنڌين جي قائم ڪيل ٽرسٽن طرفان ڪجھ ڪاليج
برپاڪ ڪيا ويا، جن ۾ سنڌي تعليم کي خاص اهميت ڏني ويئي.
هندوستان جي هر مکيه شهر ۾ جتي جتي سنڌي خاصي تعداد ۾ وسڻ
لڳا هئا اتي سنڌي اسڪولن ۽ ٻيا تعليمي ادارا باقاعده برپا ڪيا ويا ۽

سنڌي شاگردن جو هڪ خاصو تعداد تعليم ۽ پرائڻ لڳو ۽ گڏوگڏ روزي روٽي ۽ ڪمائڻ لڳو. اسان ڪي هاڻي رهڻو ته هندوستان ۾ ئي هئو پر سنڌي ٿي ئي رهڻو هئو.

مئٽرڪ پاس ڪري مون ائنگلو عرئبڪ ڪاليج ۾ داخلا ورتي، جنهن جو انگريزن جي وجڻ ڪان پوءِ نالو بدلائي"دهلي ڪاليج" رکيو ويو ۽ اڳتي هلي هندوستان جي سابق صدر ڊاڪٽر ذاڪر حسين جي وفات ڪان پوءِ ان جو نالو، ڊاڪٽر ذاڪر حسين ڪاليج ڪيو ويو آهي.

دهلي ڪاليج اورنگزيب جي دور ۾ مدرسي طور پراڻي دهليءَ جي اجميري گيٽ واري علائقي ۾ ٻارهن ايڪڙن جي ايراضيءَ ۾ تعمير ڪيو ويو. چون ٿا ته مدرسي جي هڪ مدرس ڪي اورنگزيب پشتو شاعر خوشحال خان ختڪ جي شاعري پڙهاڻ تي قتل ڪرائي ڇڏيو. پڇتاءَ طور عالمگير ڪي، مرڻ وقت چوڻو پيو،"مان ئي هن فساد جي جڙ آهيان."

چئي نٿو سگهجي ته اورنگزيب جي حڪومت ۾ ان مدرسي ۾ اسلامي تعليم ڪان سواءِ ٻي ڪهڙي تعليم ڏني ويندي هئي پر انگريزن جي تحويل ۾ اچڻ ڪان پوءِ ائنگلو عرئبڪ ڪاليج هڪ اعليٰ تعليمي اداري جي حيثيت حاصل ڪري ورتي. مرزا غالب جي فاقه ڪشيءَ واري دور ۾ دهليءَ جي مفتي صدرالدين پنهنجون اثر رسوخ هلائي غالب ڪي ان ڪاليج ۾ پرشن جي استاد طور ملازمت ڏياري هئي. تنگدستيءَ واري حالت ۾ ٻه مرزا غالب بليماران جي گلي قاسم جان ڪان پالڪيءَ ۾ چڙهي ائنگلو عرئبڪ ڪاليج جي صدر دروازي تائين پهتو. پالڪيءَ جو پردو هٽائي غالب هيڏانهن هوڏانهن نهاريو. پنجن ستن منٽن جي انتظار ڪانپوءِ مرزا نوشا ڪهارن ڪي چيو،"پالڪي واپس ڪٽي هلو." شام جو مفتي4، غالب سان چوپڙ ڪيڏيندي جڏهن هن ڪان پڇيو،"تون ملازمت لاءِ چو نه وئين؟" مرزا نوسا ڊارو اچليندي جواب ڏنو،"هن انگريز پرنسپال وٽ ايترو لحاظ ۽ مروت ناهي جو ڪنهن وڏي شاعر ڪي ڪاليج جي ٻاهرئين دروازي تي خوش آمديد چوڻ اچي."

۽ مفتيءَ غالب جو ئي شعر ورجايو،

ڪرتي ڪس منه سي هو غربت ڪي شڪايت غالب

شهر ڪو بي مهرئي، ياران وطن ياد نهين.

قرض جي مئه پيئڻ واري مرزا غالب پنهنجي پندار جي شڪست قبول نه ڪئي پر پنهنجن عزيزن، دوستن ۽ مهاجرن ڪان اوڌر وٺڻ ۾ ڪو عار محسوس نه ڪيو. اڄ هندستان جون قومي خواه خانگي بئنڪون ۽ مالي ادارا عوام ڪي قرض وٺڻ لاءِ هر طريقي سان لالچائي رهيا آهن ۽ ادائگيءَ لاءِ هر قسم جون سهوليتون ڏيئي رهيا آهن. مرزا نوشاد جي ڏينهن ۾ اهڙيون بئنڪون هجن ها ته مرزا جو شايد ئي ڪنهن بئنڪ ۾ ڪاتو نه هجي ها.

مان بيحد خوشنصيب آهيان جو منهنجيون هڪ اهڙيءَ شخصيت سان ملاقاتون ۽ ڪچهريون رهيون آهن، جيڪو نه رڳو مرزا اسدالله خان غالب جهڙي عظيم شاعر سان مليو هئو پر هن جي گلي قاسم جان واري گهر ۾ سندس اچڻ وڃڻ پڻ هئو. اڳتي هلي ان جو احوال لکندس.

دهلي ڪاليج جو پرنسپال مزرزا محمدبيگ دانشور ٻه هئو ته دانشمند پڻ. سنڌين لاءِ هن ڪي خاص رغبت هئي. هن پرشن ۽ سنڌيءَ جي اسڪالر داڪٽر هرومل سدارنگاڻي خادم ڪي دهلي ڪاليج ۾ سنڌي ڊپارٽمينٽ شروع ڪرڻ ۽ ان جو سربراه ٿيڻ جي آڇ ڪئي. ڊاڪٽر سدارنگاڻي خادم آل انديا ريديو جي پرشن يونٽ جو سپروائيزر هئو. بيگ صاحب هن ڪي ريديو ۽ ڪاليج وچ ۾ وقت جي ورڇ ڪرڻ جي هر سهوليت ميسر ڪئي. بيگ صاحب سنڌي شرڻارٿي شاگردن ڪي هڪ اهڙي رعايت پڻ ڏني، جيڪا تعليم جي تاريخ ۾ هڪ نئين باب جي

شروعات هئي. سنڌ مان لڏي آيل اهڙا شاگرد، جيڪي اتي مئٽرڪ جي امتحان ۾ ورهاڱي جي ناسازگار حالتن سبب ويهي نہ سگهيا هئا يا اهي جن جا لڏ پلاڻ سبب مئٽرڪ جا سرٽيفڪيٽ هيٺ مٿي ٿي ويا هئا يا جن جي مئٽرڪ امتحان جا نتيجا ظاهر نہ ٿيا هئا. انهن سڀني کي اهڙو حلف نامو پيش ڪرڻ تي ڪاليج پهرئين سال ۾ داخلا ملي ٿي سگهي. بيگ صاحب ان فيصلي لاءِ يونيورسٽيءَ جي اختياريءَ وارن وتان ۽ ان وقت جي تعليمي وزير مولانا عبدالڪلام آزاد کان خاص اجازت ورتي هئي. تعليمي وزارت جو سيڪريٽري معبدن صاحب، جيڪو مشهور اديب خواجہ احمد عباس جو ڀاءُ هئو تہ سڄي هندوستان ۾ فارسي زبان جو وڏي ۾ وڏو اسڪالر ڊاڪٽر هرومل سدارنگاڻي خادم آهي.

انهن ئي ڏينهن ۾ جڏهن ايران جو شاهہ ۽ ملڪہ فرحہ ديبا، هندوستان جي دوري تي آيا تہ پارتي حڪومت طرفان ڊاڪٽر سدارنگاڻيءَ کي ئي انهن جو انٽر پريٽر مقرر ڪيو ويو. خادم صاحب مون کي ٻڌايو تہ شاهہ ۽ ملڪہ هن کان ايترو تہ متاثر ٿيا جو خادم کي ايران جي شهران يونيورسٽيءَ ۾ جديد فارسي ادب تي تحقيقاتي ڪم ڪرڻ لاءِ دعوت ڏنائون. سدارنگاڻي ٽي سال تهران يونيورسٽيءَ ۾ ايراني شاگردن کي جديد فارسي ادب جي تعليم ڏيندو رهيو. ٽن سالن بعد ڊاڪٽر علامہ عمر دائود پوٽي جو سعادتمند شاگرد، ڊاڪٽر هرومل ايسرداس سدارنگاڻي خادم جديد فارسي ادب ۾ ڊاڪٽر آف لٽريچر (Litt. D) جي ڊگري وٺي موٽيو. دهلي يونيورسٽيءَ جي پرشن ڊپارٽمينٽ جو سربراهہ پروفيسر موسوي بہ پنهنجي ليڪچر جا نوٽيس سدارنگاڻيءَ جي صلاح سان تيار ڪندو هئو.■

## چوٿيهون پنو

دهليءَ جي سيءَ هٽي سڪائي وڌو آهي. هن جناتي شهر کي پنهنجو ڪجهہ ڪونهي. هتي سڀ ڪجهہ ڌاريو آهي. ويندي آبهوا بہ پنهنجي ناهي. شملي ۽ مسوريءَ جي پهاڙن ۾ برف باري ٿي تہ هيءُ شهر بہ ڏنڊ ۾ وڪوڙجي ويندو. راجستان جي بيابانن ۾ تپت ٿي تہ هتي الا وسڻ لڳندا ۽ اس اکيون ڪڍڻ لڳندي. ديره دورن جي جهنگلن ۾ برسات پيئي تہ وڏو ڦڙو هتي وسڻ لڳندو.

سوا ڪروڙ جي آباديءَ واري هن شهر ۾ اصلوڪا رهاڪو پنج سيڪڙو بہ نہ رهيا آهن. باقي پنجانوي سيڪڙو ٻاهران اچي وسيا آهن. ٻہ سو سال اڳ نادرشاهہ جي قتل عام وقت جيڪي بينل ۽ امير ماڻهو هتان جان بچائي ڀڄي ويا، اهي وري هن شهر ۾ موٽي نہ آيا. ورهاڱي بعد اڌ شهر پنجابي شرڻارٿين جي قبضي ۾ اچي ويو ۽ باقي اڌ ۾ نہ رڳو سڄي هندوستان جي ڪٽ خلق اچي پهتي پر پاڙيسري ملڪن، نيپال، بنگلاديش، برما، سريلنڪا ۽ آفريڪي ملڪن جي تڙجي آيل انهن باشندن جنجال ڪري ڇڏيو آهي. اٺ ڏهہ قتل، ڊزن کن اغوا، ڦريون، ڌاڙا، جيب تراشيون، حادثا، خود ڪشيون ۽ زنا بالجبر جون وارداتون روز مرهہ جو معمول بڻجي چڪيون آهن ۽ برده فروشِءَ جون بزاريون برپا ٿي ويون هن شهر سان قاعدا قانون بہ ٻاهريان لاڳو آهن. پنجاب ايڪسائيز ائڪٽ (جيئن دهليءَ سان لاڳو) هن ائڪٽ هيٺ جيڪڏهن منهنجي گهر مان بيئر جون تيرهن بوتلون برآمد ٿيون تہ قانوني حد اندر آهن. پر جي چوڏهن بوتلون مليون تہ ٽي مهينا جيل جي سزا آهي. وسڪيءَ جون ڇهہ بوتلون برآمد ٿيون تہ بي ڏوهي آهيان. پر جي ست بوتلون نڪتيون تہ ڇهہ مهينا اندر هوندس (بوتلن جي سائيز بهرحال، مقرر ٿيل ناهي) ساڳيءَ ريت بامبي اپارٽمينٽ ائڪٽ (دهليءَ سان لاڳو آهي. هن ائڪٽ هيٺ گهر منهنجو آهي پر زمين ۽ ڇت منهنجي ناهي. رڳو چار پٽيون منهنجيءَ مالڪيءَ واريون آهن. شراب پي ڪار ڊرائيو

ڪرڻ ڏوهه آهي. پر ڊرائيور ڪندي پيئڻ ڏوهه ناهي. ان ڪري مان زندگيءَ ۾ ڪڏهن ڊرائيو ڪرڻ نه سکيس.

دهلي هاڻي هڪ شهر ناهي پر نئشنل ڪئپيٽل ريجن (قومي تختگاهي خطرو آهي)، جنهن ۾ اتر پرديش ۽ هريانه جون دنگئي ڪالونيون به شامل ڪيون ويون اهن. اسان جو وسڻ واري وقت ۾ جمنا پار سڄو جهنگ ئي جهنگ هئو جنهن ۾ جنگلي جانور آزاديءَ سان گهمندا وتندا هئا پر هاڻي جمناپار هڪ ٻي ايرندڙ دهلي آباد آهي، جتي پيشيور ڏوهارين ۽ غير قانوني طور رهيل باشندن جون بستيون ۽ اڏا قائم ٿي ويا آهن. ورگاڱي ڪان اڳ جمنا پار وڃڻ لاءِ رڳو هڪ لوهي پل هئي ۽ ڪيئي ٻيڙيون هيون. ۽ هاڻي پليون ئي پليون آهن. پر هاڻي سکي ويو آهي ۽ جمنا رڳو گندو نالو رهجي ويو آهي، جنهن ۾ ڍور ڍڳا تڙڳي رهيا آهن ۽ مئلن جانورن جي لاشن تي ڳجهيون لامارا ڏينديون رهنديون آهن. اڄ جهڙي ئي هڪ سياري جي رات دهليءَ جو بادشاهه محمد شاهه رنگيلو لال قلعي ۾ پنهنجي خوابگاهه ۾ سڄي رات پاسا ورائيندو رهيو. جمنا پار ڪان ايندڙ عجيب آوازن هن جي ننڊ ڦٽائي ڇڏي هئي. صبح جو هن پنهنجي وزير کي سڏائي پڇيو، ”هي سڄي رات ڪهرا ڪون ڪون جا آواز اچي رهيا هئا؟“ وزير جواب ڏنس،”بادشاهه سلامت، اهي جمنا پار جي جهنگ ڪان گدڙن جون اوناڙيون هيون، جيڪي سيءَ ڪان ڏڪندي اهڙا ڪوڪاٽ ڪري رهيا آهن.“

رنگيلي پڇيس،

”اهڙا ڪيرا گدڙ هوندا؟“

”پنجاهه کن ٿيندا. جهان پناهه.“

”سياڻي شاهي خزاني مان پئسا وٺي چاندني چوڪ مان پنجاهه گرم ڪمبل خريد ڪري انهن گدڙن کي ڍڪايا وڃن.“

ڏند ڪڙڪائيندڙ پرهه جي هن پاري ۾ ڪمبل جي ته جاءِ ناهي. پنهنجي مٿان ٻه رضايون وجهي، پشمني جا اوني سويٽر پائي، ڳچيءَ ۾ ٿلهو مفلر ويڙهي ۽ مٿي تي پولڙي واري ٽوپي پائي. هيءَ قسط لکي رهيو آهيان. قلم تي هٿ ئي نٿو ڄمي. هر ٻن منٽن ڪان پوءِ عينڪ جي شيشن تي ڏند ڄمي ٿو وڃي ۽ عينڪ لاهي شيشا اگهٽا ٿا پون. برئنڊي به ڪا گرمائش نٽي ڏئي ۽ ٻيءَ گرمائش جي عمر چڙهي چڪي آهي.

مرزا محمد بيگ ۽ ڊاڪٽر هرومل سدارنگاڻيءَ جي وڃڻ بعد دهلي ڪاليج جي سنڌي شاگردن جي سرگرمين ۾ به مانائي اچي ويئي. مهيني ٻين کي محفلون ٿينديون هيون پر انهن ۾ اها رونق نه هئي. ڪي ٻه چار ڇوڪرا ڇوڪريون ڪي گيت ڳائيندا هئا. ڪي پنهنجي ڪچي ڦڪي شاعر پڙهندا هئا. ڪي چرچن ۽ ڪل پوڳ وارا وندرائيندڙ قصا ۽ ڪهاڻيون ٻڌائيندا هئا ۽ باقي سڄو زور ڪائڻ پيئڻ نڻ ٽپڻ ۽ پڪنڪن تي هئو. هڪ هڪ تي سنڌي شاگرد ۽ شاگرداڻيون ڊگريون وٺندا وڃي ڪن ملازمتن ۽ پنهنجن ڏنڌن ڌاڙين تي لڳا ۽ ڪي پاڻ ۾ شاديون ڪري گهر گوهستيءَ جو ڪاروبار سنڀالڻ لڳا. مان اجا ڪاليج ۾ ئي هوس ۽ جونيو ڪلاسن مان ٽپي سينيئر ڪلاسن ۾ پهتو هوس.

امتحانن ڪان اڳ پويون مهينو پنهنجي پاڙي جي هڪ لاڙڪاڻي جي هم ڪلاسڻ نرملا جي گهر وڃي سنجيدگيءَ سان پڙهڻ لکڻ جو سلسلو جاري رکي، ٻيئي ڄڻا امتيازي ته نه، پر آبرودار حيثيت سان امتحان پاس ڪري وٺندا هئا سين. اسان جي ڪلاس ۾ هڪ حيدر آبادي عالمياڻي ڇوڪري پڙهڻ ۾ بيحد هوشيار هئي. هميشه پهرين پوزيشن ڄڻ هن لاءِ مخصوص ٿيل هئي. هوءَ بيحد محنت ۽ قابليت سان پنهنجا نوٽس وغيره تيار ڪندي هئي. مان ڪڏهن هن سان پنهنجي چرب زبانيءَ سان ته ڪڏهن ايلازن سان هن ڪان اهي نوٽس وٺي پاڻ وٽ

اتاريندو هوس نرملا کي بہ پڙهائيندو هوس. ان هوشيار حيدر آبادي هم ڪلاسڻ جي باري ۾ ايندڙ پنن ۾ تفصيل سان لکندس.

امتحان جي تيارين وارين موڪلن ۾ مان روز منجهند جي مانيءَ کان پوءِ نرملا جي گهر درسي ڪتاب ۽ ڪاپيون کڻي پهچي ويندو هوس. هڪ ڏينهن هن جي گهر ۾ گهڙيس تہ ٻاهر پڌر ۾ نرملا جو پيءُ ديوان روپچند پنهنجن ڪن دوستن سان رمي کيڏي رهيو هئو. مون ٿورو هٽڪندي هن کان پڇيو،”نرملا آهي؟“

تيز نگاهن سان گهوريندي پڇيائين، ”ڇو، نرملا ۾ ڪهڙو ڪم اٿيئي؟“

”اسين ٻيئي ڪاليج ۾ گڏ پڙهندا آهيون ۽ گڏجي امتحان جي تياري ڪندا آهيون.“

”تہ تون روز هتي منهنجي ڌيءَ سان ملڻ ايندو آهين. مان سمجهيو پئي تہ تون منهنجي پٽ هيري جو دوست آهين.“

”نہ،مان توهان جي ڌيءَ نرملا جو دوست آهيان.“

”سنڌ ۾ ڪٿان جا آهيو؟“

”ساهتيءَ جا.“

”ڪنهن جو پٽ آهين؟“

”ديوان چيلارام پاتيہ جو.“

”جيڪو نوابشاهہ جو سٽي مئجسٽريٽ هئو؟“

”ها.“

”ديوان تہ بيحد اشراف ماڻهو آهي.“

”مان بہ سائين اهڙو ئي اشراف آهيان.“

مرڪندي چيائين:”ڪٿي رهندا آهيو؟“

”هتي ئي ڪرول باغ ۾.“

”ديوان صاحب هاڻي ڪهڙي ڪاتي ۾ آهي؟“

”سي تي او ۾ ڪنهن عهدي تي آهي.“

”منهنجا سلام ڏجانس. ڪڏهن هن سان ملڻ ايندس. چڱو هاڻي پلي اندر وڃ. پرهڻ تي ئي ڌيان ڏجو. ٻي ڪا ڪيچل نہ ڪجو.“ پوءِ پنهنجي گهر واريءَ کي سڏ ڪري چيائين،”ناڪري، هن ڇوڪري کي ماني ٽڪي ڪارائيندي رهجاءِ.“ مون گهر اندر ويندي ويندي ٻڌو تہ هو پنهنجن دوستن کي چئي رهيو هئو،”بس سائين ڇا ڪجي زمانو ڦري ويو آهي. جوان ڇوڪرا ڇوڪريون پاڻ ۾ دوستيون رکڻ لڳا آهن. اسان جي ڏينهن ۾ تہ اهڙيون ڳالهيون سوچي ئي نہ سگهبيون هيون.“

نئين آزاد ٿيل جمهوري ملڪ ۾ ان وقت 26 جنوريءَ جو ريپبلڪ ڊاڍي جوش و خروش سان ملهايو ويندو هئو. فوجي پريڊ، فوجي بئنڊ، هوائي جهازن جا ماڊل، ريلن جي انجڻين ۽ گاڏن جا قالب، ٽئنڪون ۽ ملڪ ۾ تيار ٿيندڙ آٽو موبائيل ۽ ٻيا ڪل پرزا، بري ۽ بحري جنگي جهاز وغيره نمائش طور جلوس ۾ گهمايا ويندا هئا. پر سڀ کان پرڪشش هندوستان ڪلچر جي هر صوبي جون اهي جهلڪيون هونديون هيون، جن ۾ سڀني صوبن جي مڪاني ماڻهن جون پوشاڪون، سندن روز مره جي زندگيءَ جون جهلڪون، ڪاڏا پيتا، ثقافتي پس منظر، لوڪ گيت، لوڪ ناچ ۽ ٻيا رنگبرنگي اسم شامل هوندا هئا. اهو سڀ ڏسندي سچ پچ اهو احساس ٿيڻ لڳندو هئو تہ اسين هڪ شاهوڪار ۽ ثقافتي ملڪ ۾ رهيا پيا آهيون. اهو جمهوري جشن ئين دهليءَ جي راسترپتي ڀون (ايوان صدر) کان شروع ٿيندو هو ۽ انڊيا گيٽ ۽ ڪنات پئلس مان گهمندو سٽن ميلن جي مسافت طئي ڪري لال قلعي تي وڃي ختم ٿيندو هئو. جشن ڏسڻ لاءِ نہ رڳو سڄي دهليءَ جا ماڻهو رستن جي ٻنهي پاسي پلتجي پوندا هئا پر پروارن خواهہ ڏورانهن علائقن مان بہ تماشبين پهچي ويندا هئا. سڄي شهر ۾ رونقون ٿي ويندون هيون. رنگبرنگي بزاريون ڪلي ويندون هيون. تن

ڏينهن اجا ڪيسي تراش پئدا نہ ٿيا هئا جو ماڻهن جا ڪيسا خالي هئا ۽ هر مد عورت سجو رستو پنڌ ئي پنڌ لتاڙيندو هئو. سجي واٽ نوجوان ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون والنٽيئرن جا فرض نڀاهيندا هئا ۽ ڪٽ خلق کي ضبط ۾ رکندا هئا.

ان ئي دوران هڪ سال واري جمهوري جشن ۾ روس جو صدر خروشيف ۽ اتان جي حڪمران پارٽيءَ جو سربراهہ بلگانين، جواهر لعل نهروءَ جي دعوت تي خاص مهمان طور شريڪ ٿيا. ڪين خوش آمديد ڪرڻ لاءِ ان سال واريءَ پريڊ ۾ سڄي هندوستان مان آيل ماڻهن جو سمنڊ اٿلي پيو. ڇهن گهوڙن واريءَ هڪ عاليشان بگيءَ جي مٿئين حصي تي خوبصورت پليٽفارم تعمير ڪيو ويو، جنهن تي هڪ پاسي خروشيف ۽ جواهر لعل نهرو ۽ ٻئي پاسي بلگانين ۽ ڀارت جو صدر ڊاڪٽر راجيندر پرساد ويٺا هئا ۽ رستي جي ٻنهي پاسي بيٺل حشام ماڻهن کي مرڪي ڪيڪاري هريا هئا. سنڌن پويان ايندڙ جلوس ٽن ميلن تائين ڦهليل هئو. جيڪو سٽن ميلن جو سفر طئي ڪري پنجن ڇهن ڪلاڪن ۾ لال قلعي اندر پهتو. مون پنهنجي سڄيءَ ڄمار ۾ اهڙو شاندار جلوس يا جشن نہ ڏٺو آهي. صدر طرفان ڏنل ان رات واريءَ دعوت ۾ ڊنر کان پوءِ خروشيف کي بنارسي پان پيش ڪيو ويو. پان کائيندو جڏهن خروشيف جي واڇن مان ڳاڙهي لار وهڻ لڳي تہ نهروءَ پڇيس،"توهان کي هندوستاني پان ڪيئن لڳو؟" خروشيف وراڻيو، "ان ڪري وڻيو جو کائڻ سان وات ۽ واڇون ڳاڙها ٿي ٿا وڃن."

26 جنوريءَ واري ان خروشيف ۽ بلگانين جي شرڪت واري جلوس ڏينهن صبوح جو سويل ئي مان نرملا جي گهر ويس ۽ هن جي پيءُ ماءُ کي چيم تہ اسان ٻنهي کي جشن ڏسڻ لاءِ ڪناٽ پليس وڃڻ جي اجازت ڏيو. نرملا جي ماءُ تہ هڪدم ها ڪئي پر پڻس ڇڳي آنا ڪاني ڪرڻ لڳو. ڇوڻ لڳو، "ايتري پيهہ ۾ ڪيئن ويندءُ. ماڻهو هڪ ٻئي مٿان اچي ڇيپاٽجي پوندا آهن."پر مون هن کي يقين ڏياريو تہ مان سندن ڌيءَ کي تمام سنڀالي وٺي ويندس ۽ پوريءَ حفاظت سان منجهند تائينگهر پهچائي ويندس. نيٺ ديوان صاحب عرض اگهايو. نرملا جي ماءُ سئنڊوچن ۽ ڪاڏي پيتي جي ٻين شين جو لنچ باڪس پري ڏنو ۽ تاڪيد ڪئي. "سانجهن کان اڳ اچي وڃجو."

مان ۽ نرملا پنڌ ئي پنڌ برلا مندر وارو رستو وٺي ڪناٽ پليس وڃڻ لڳا سين. رستن تي مردن، عورتن ۽ ٻارن جا انبوهہ اسان سان گڏ گڏ هلي رهيا هئا. سيني جي چهرن تي چمڪ ۽ سرهائي هئي. رومانوي ماحول ۾ مان نرملا جو هٿ جهلي هلي رهيو هوس ۽ دل چئي رهي هئي تہ هي رستو ڪٽي بہ نہ ڪٽي. ڪنهن منزل تي نہ پهچي. برلا مندر وٽ پهچي نرملا چيو."اڄا تہ جلوس راسترپہ پتي پون مان ئي نہ نڪتو هوندو. اچ تہ ڪجهہ دير برلا مندر ۾ راڌا ۽ ڪرشن جي مورتين اڳيان مٿو ٽيڪيون هلون. مان مندرن ۽ ٽڪاڻن ۾ وڃڻ کان ڪيٻائيندو آهيان پر ان گهڙيءَ راڌا ڪرشن جون سفيد سنگمرمر جون مورتيون منهنجي من کي موهي رهيون هيون. ٻنهي جو رومانوي روپ مون ۾ امنگ ۽ احساس پئدا ڪري رهيو هئو. ٻاهر نڪري مون نرملا کي چيو، "هل تہ پر ۾ بيگالين جي قائم ڪيل ڪالي ٻاڙي مندر ۾ ڪالي ٻاڙي مندر ۾ ڪاليءَ جي مورتيءَ اڳيان بہ مٿو ٽيڪيندا هلون." ڪالي ديويءَ جي دهشتناڪ بت اڳيان بيٺي بيٺي نرملا خوفزده ٿي رهي هئي. هن جي ڳچيءَ ۾ انساني کوپرين جي مالها پيل هئي ۽ ڇهن هٿن ۾ پشاچن جون وڍيل منڍيون هيون جن مان پينٽ ٿيل رت ٽمي رهيو هئو ۽ رت ۾ لت پت هن جي ڊگهي جڀ ٻاهر لڙڪيل هئي. مون ويجهو وڃي ڪالي ديويءَ کي ڇهڻ چاهيو تہ نرملا حراس ۾ منهنجو هٿ پڪڙي مون کي مندر کان ٻاهر وٺي آئي.

کالي ديوي درگا ديويءَ جو ٻيو روپ آهي. هن کي مهاديوي پڻ مڃيو ويو آهي. هندو ڌرم موجب هن ڌرتيءَ تي چاريگ (دور) اچڻا آهن. ست يگ، تريتايگ، ڪل يگ ۽ پاتاريگ. موجوده دور ٽيو يگ ڪل يگ يعنيٰ ڪاليءَ جو يگ آهي. ڏکڻ هندوستان ۾ ڪاليءَ کي پراشڪتي (سڀ کان طاقور) چيو ويندو آهي ۽ اتان جي هڪ ڪالي مندر ۾ ڪالي ديويءَ کي روز رات جو رت جا ٻارنهن ڪٽوارا پياريا ويندا آهن.بينگالي برهمڻن جو عقيدو آهي ته رت جو پرساد چاڙهڻ سان ڪالي ديوي پنهنجن پوڄارين کي پشاچن(دئيتن) کان محفوظ رکندي آهي. گذريل صديءَ ۾ ڪلڪتي جي ڪاليءَ جي مندر۾ هڪ بنگالي مهاراجا پنهنجن پنجويهن جوان ٻانهن ۽ ٻانهين کي قتل ڪرائي سندن رت سان ڪالي ديويءَ جي اڄ اجهائي هئي ۽ ان بعد هر جمع ڏينهن هڪ جوان ڇوڪريءَ جي ٻلي چاڙهي ويندي هئي. ڪيالا جي ڪالي مندرن ۾ اڄ پراشڪتي ديوي (ڪاليءَ جو ٻيو نالو) کي روز رات جو نوين بڄي ٻارنهن رت جا ڪٽوارا، جن ۾ ڪڪڙن، ٻڪرين ۽ رڍن جي رت پري ويندي آهي، پياري ڏهُ ڪرائي سنگيت جي محفل مچائي ويندي آهي، جن ۾ ڍولڪون وڄايون وينديون آهن. ڪن مندرن ۾ بهرحال، علامتي طور ليمي جي پاٽيءَ ۾ هيڊ ۽ ڳاڙهي رنگ جا شربت وغيره ملائي رتائون رنگ ٺاهيو ويندو آهي. خبر ناهي ته پراشڪتي ديويءَ کي ان مان ساڳيو سواد ايندو آهي يا نه پر هوءَ پيءِ ضرور ويندي آهي.

دهليءَ جي ڪالي مندر مان ٻاهر نڪري مون حراسجي ويل نرملا جي ڏڪندڙ هٿن کي مضبوطيءَ سان جهليو ۽ سامهون واري چانهه جي دوڪان ٻاهران پيل بينچ تي ويهي ٻه چانهيون گهرايم. ڪجهه ئي ڏينهن اڳ ۾ مون جئه پواني نالي گرنٿ ۾ مها ڪاليءَ بابت هڪ درشٽانت (باب) پڙهيو هئو، جيڪو نرملا جو ڊپ لاهڻ لاءِ هن کي ڪناٽ پليس ڏانهن هلندي هلندي ٻڌائڻ لڳس. (راجستان جا هندو مسلمان ڏاڙيل ٻه ڀوانيءَ جا پوڄاري آهن.)

ڀوانيءَ (ڪاليءَ جو هڪ ٻيو روپ) جو پوڄاري هڪ نوجوان ۽ خوبصورت برهمڻ پوڄا لاءِ مندر ويندي گهاٽي جهنگ مان لنگهي رهيو هئو. واٽ تي هڪ يڪشيءَ (ڪامڻ گور) جي هن مٿان نظر پئجي ويئي ۽ هوءَ مٿس مفتون ٿي پيئي. ۽ سندر راجڪماريءَ جي روپ ۾ ظاهر ٿي. هوءَ برهمڻ سان جهنگل جي رستي تي ساٿس گڏ گڏ هلڻ لڳي ۽ هن سان دلفريب ڳالهيون ڪرڻ لڳي. رستي تي هلندي هلندي ڳالهين ڳالهين ۾ رات پئجي ويئي. يڪشيءَ جي اها خواهش هئي ته جي هوءَ برهمڻ جوان کي پاڻ سان رات گذارڻ لاءِ راضي ڪري سگهي ته هوءَ هن کي رات رات ۾ سڄي جو سڄو ڳڙڪائي ويندي. وچ جهنگل ۾ هڪ رشيءَ جي ڪٽيا ڏسي برهمڻ اتي رات رهڻ جو فيصلو ڪيو. هن پنهنجي حسين همسفر کي پڻ رشيءَ جي ڪٽيا ۾ اچڻ ۽ قل قول ڪائڻ جي آڇ ڪئي پر يڪشيءَ ان کان انڪار ڪيو ۽ ٻاهر وڻن جي چوگرد ڦيرا پائڻ لڳي. رشيءَ پنهنجي آتمڪ شڪتيءَ سان ان يڪشيءَ کي سڃاڻي ورتو هئو. رسيءَ، برهمڻ کي ڳاڙهي ڪپڙي جو هڪ ٽڪر ڏنو ۽ هدايت ڪيائين ته پنئين در کان ٽڪڙو ٽڪڙو ٻاهر نڪري ڀوانيءَ جي مندر تائين پهچي وڃي ۽ اتي پهچي ديويءَ جي مورتيءَ مٿان ڪپڙي جو هيءُ ٽڪر چاڙهي ڇڏي ته هو يڪشيءَ کان بچي ويندو.

برهمڻ رشيءَ جي آشرم مان نڪري ڊوڙندو ڪالي مندر طرف وڃڻ لڳو. يڪشيءَ مٿان اها حقيقت واضع ٿي ته رشيءَ هن کي سڃاڻي ورتو آهي ته هوءَ سندر ڪنيا وارو ٻهروپ لاهي پنهنجي اصلوڪي روپ ۾ آئي. هوءَ برهمڻ جي ڪڍ لڳي ۽ جيئن ئي هو ڪاليءَ جي مورتيءَ تائين پهتو يڪشيءَ هن کي تنگن کان اچي جهليو پر تيستائين برهمڻ ڳاڙهو ڪپڙو مورتيءَ کي پارائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو. ڳاڙهو ڪپڙو پوڻ

سان ئي ڪاليءَ جي مورتيءَ ۾ جان اچي ويئي. پنهنجو پوڄاريءَ کي ان سنڪٽ ۾ ڏسي ڪالي ديويءَ پنهنجي تلوار ڪڍي يڪشيءَ جي ڪنڌ تي وهائي ۽ هن جو وهندڙ رت پيئڻ شروع ڪيو. يڪشيءَ جي جسم مان ايترو ته رت وهڻ لڳو جو مندر جي ٻاهران رت جو سڄو تلاءُ ٺهجي ويو. چون ٿا ته اڄ تائين ان مندر جي تلاءَ جو پاڻي ڳاڙهسرو آهي. ڪاليءَ جي پوڄارين، جن ۾ اسان پاڻين جي قوم به شامل آهي، جو چوڻ آهي ته ان واقعي کان پوءِ ڪال3 ديويءَ جي وات کي رت جو اهڙو چشڪو لڳي ويو جو رت پيئڻ هن جي اڻ ٽر عادت ٺهجي ويئي. هاڻي هوءَ ان ڪانسواءِ رهي نٿي سگهي. ان رات جي آهوتيءَ عيوض ڪالي ديوي ڪل يگ ۾ پنجن پوتيوان پوڄارين کي هر آپدا کان بچائيندي رهندي آهي.

جڏ پوانيءَ جو اهو احوال ٻڌي نرملا رستي تي هلندڙ انبوهه جو ڪو پال نه ڪندي مون سان چنبڙي پيئي. سياري جي موسم ۾ به هن جي ڳاڙهاڻ ڏانهن مائل منهن تي ماڪ ڦڙڻ جيان پگهر نمودار ٿي ويو. هيڏانهن هوڏانهن نهاريندي مون رومال سان هن جي نرڙ تان اهي ڦڙا اگهيا. گول مارڪيٽ جي ڪاريدار جي ٿنڀي وٽ بيهندي نرملا مشڪوڪ نگاهن سان مون ڏانهن نهاريندي مون کان پڇيو، ”تون ته ڪاليءَ جو مڃيندڙ ناهين؟“ چيو مانس، ”اسان جي پاڻيه قوم صدين کان ڪاليءَ جي پوڄارڻ رهي آهي پر مان ڪاليءَ جو نه پر هن جي سندر روپ درگاهه جو مداح آهيان. مون لاءِ درگا ديوي ئي مهاشڪتي آهي. منهنجيءَ من مستيءَ مون کي سدائين سونهن ۽ سندرتا طرف ڇڪيو آهي. اڄ هن سهاڻي صبوح جو مان تنهنجيءَ سندرتا جو ساٿ ماڻي توسان گڏ گڏ هلي رهيو آهي. ڪي سونهن پريا منظر ڏسڻ لاءِ. مان چاهيان ٿو ته اسان جو هي رشتو هن رستي جيان سدائين اسان سان گڏ گڏ هلندو هلي.“ نرملا ڪو به جواب نه ڏيئي آهستي پنهنجي هٿ سان منهنجو هٿ دٻايو ۽ مون فيصلو ڪري ورتو ته اڄ ديوان ڪان هيءُ هٿ گهري هميشه لاءِ پاڻ وٽ سرگهو ڪري رکندس.

گول مارڪيٽ کان ڪناٽ پليس جو ميل ڪن مفاصلو مون لاءِ ڇٽ ڇريو ڪندڙ من جو اهو سفر هئو جيڪو سفر مدام سفر ٺهجي منهنجيون راهون روشن ڪندو رهيو آهي. ڪڏهن مون کي نرملا ڪانسواءِ ٻيو سڀ ڪجهه ياد ايندو آهي ۽ ڪڏهن نرملا ڪان سواءِ باقي ڪجهه به ياد نه ايندو آهي. ڪناٽ سرڪس ۾ ماڻهوءَ مٿان چڙهيل هئو. محمود ۽ اياز هڪ ئي مسلي تي هڪ ٻئي مٿان پير رکي بيٺا هئا. اجنبي مرد ۽ عورتون هڪ ٻئي سان ڇهنيل هئا. ڇهن گهوڙن واري بگيءَ ۾ شاهاڻي شخصيت وارو بلگانين ساڄي ڪاٻي پنهنجا جوڙيل هٿ خلق ڏانهن گهمائي رهيو هئو ۽ نوڙهو خروشيف ٻئي هٿ مٿي ڪري لوڏائي رهيو هئو ۽ ٻنهي جي وچ ۾ پنڊت جو اهو لعل نهرو پنهنجي دلڪش مرڪ سان موجود هئو. پلن گهوڙن تي فوجي دستا، هاٿين جي هودن تي پيلوان، بڪتر بند گاڏيون، ٽئنڪون، جهازن جا ماڊل، جيون ۽ الائي ڪهڙين ڪهڙين فوجي مشينن جي جناتي ماڊلن جو اڻ ڪٽندڙ سلسلو هئو. مان نرملا جو هٿ مضبوطيءَ سان جهلي ڪڏهن پريڊ ته ڪڏهن هن ڏانهن ڏسندو ئي رهيس. منهنجي ان قسم جي فوجي نمائش ۾ ڪا به دلچسپي نه هئي. منهنجي پسنديءَ وارا اسم اچا اڇٽا هئا. اهي هئا هندوستان جي هر پرڳڻي جون تهذيبي ۽ ثقافتي جهانڪيون. الف بي جي ترتيبوار سلسلي سان آسام صوبي جي پهرين جهانڪي شروع ٿي. آنڌرا پرديش، بهار، بينگال، دهلي، گجرات، مڌيه پرديش، مهاراسٽريه، پنجاب ۽ هر علائقي جون رنگين پوشاڪون، رواج، ريتون رسمون، ناچ ۽ سنگيت، ساز سازندا، رنگ منچ، اپسرائن جهڙيون سينگاريل عورتون. هڪ طلسمي دنيا جو منظر اکين آڏو آهستي آهستي هلي رهيو هئو. ۽ مان سوچي رهيو هوس ته هنن ۾

اسان جي سنڌي ثقافت جي جهلڪ يا جهانڪي ڪٿي آهي؟ ورهاڱي جو شڪار ٿيل پنجاب بہ هتي آهي، بينگال آهي، بينگال بہ آهي پر اسان جي سنڌ ڪٿي رهجي ويئي؟ اسان پنهنجي ثقافت ۽ ٻوليءَ جون هتي بہ پاڙون پختيون ڪندا سين. اسين هندوستان حڪومت کان پنهنجا حق حاصل ڪري شاهہ، سچل، سامي ۽ زنده پير جي صوفي روايتن کي جمهوريت جي هن جشن سان هم آهنگ ڪندا سين. اسين پنهنجي اباڻي ٻوليءَ کي هن ملڪ جي بہ قومي زبان جو درجو ڏياريندا سين.

ويچارن جي وهڪري ۾ وهندو مان الائي ڪٿان جو ڪٿي پهچي ويس. پوئين جهانڪي کهڙيءَ مهل پوري ٿي ويئي، مون کي ڪا بہ سمڪ نہ رهي. اوچتو عوام جو ڇڻ سيلاب اٿلي پيو. ياچ ۾ زالين مردين ماڻهو هڪ ٻئي هينجان لتاڙجڻ لڳا. خلق ۾ ٽاڪوڙو پئجي ويو ۽ مون کي سنڌ نہ رهي تہ ڪڏهن ۽ ڪيئن منهنجو هٿ نرملا جي هٿن مان ڇڏائجي ويو ڪير ڪنهن کي ڏسڻ ۾ نٿي آيو. رڳو انساني جسم هڪ ٻئي سان چنبڙي ۽ چيپاٽجي رهيا هئا. مان نرملا کي ڪٿي ڳوليان؟

ٻہ اڍائي ڪلاڪ پٽڪڻ کان پوءِ بہ نرملا مون کي ڪٿي نظر نہ آئي. منهنجين اکين ۾ منهنجيون ٿاٽيل رڳون رستن تي ڦهلجي ويون هيون. نيٺ نراس ٿي مون نرملا جي گهر جو رخ ڪيو.

سياري جو سج لٿي مهل نرملا جو پيءُ ديوان روپچند گهرجي پڌر ۾ ٻي چئنيءَ وچان اچ وڃ ڪري رهيو هئو. گهر جي گيٽ تي پهچي مون ڏڪندي ڏڪندي هن کان پڇيو، ”نمون گهر پهتي؟“

”ڇا گهر پهتي؟ هوءَ تہ توسان گڏ هئي.“

”ها، پر پيهہ ۾ الائي ڪٿي الڳ ٿي وياسين. مون کي هن ڪيترو ڳولهيو پر ...“

”چپ ڪر بيوقوف.“ ديوان رڙ ڪندي چيو،”هڪ ڏينهن لاءِ تہ منهنجي ڌيءَ کي سنڀالي نٿو سگهين. سڄي عمر هن کي ڌوڙ سنڀاليندي؟ هاٽي وچ هتان ڪيئن بہ هن کي ڳولهي وٺي اچ ۽ ٻڌ، وري نہ هن گهر ۾ ڪڏهن پير پائجانءِ ۽ نہ منهنجي ڌيءَ سان ملجانءِ. سمجهيئہ هاٽي وچ وڃي نمونءَ کي ڳولهي آءُ. وات ائن اڊيٽ.“

پڙڪيل آواز ۾ چوندو هو گهر کان ٻاهر نڪري آيو سست قدمن سان جڏهن مان پنهنجي گهر پهتس تہ اتي نرملا منهنجو ٻي چئنيءَ سان انتظار ڪري رهي هئي.■

## پنجتيهون پنو

اڄ واري الائي ڇو سياري جي سرد راتين ۾ سالن کان پوءِ سروريءَ جي سر جون سوٽون اپري رهيون آهن؟ منهنجو ڪمسنيءَ وارو پهريون پيار الائي ڪهڙي ڪوٺي تي گنگهرون جي جهنڪار ڪندي ڪندي، سهڪي سهڪي ڪنهن غليظ بدبودار ڪمري جي ڪنهن ڪنڊ ۾ ساڻو ٿي سمهيو پيو هوندو! مون لکنو ۾ بنارس جي نخاس ۽ دال منديءَ جي گهٽين ۾ اڌ صدي هن کي ڳوليو آهي، پر اڄا تائين هن جو ڳهر ڳولهي نہ سگهيو آهيان.

ايراني شاعر انوريءَ جو هڪ قطعو آهي،

هر بلائي ڪ از آسمان مي آيد

گرچ بر ديگران قضا باشد بر زمين نار سيده، مي پر سد خانۂ انوري ڪجا باشد؟

انوريءَ جي آخري مصرعہ مون لاءِ"خانۂ سروري ڪجا باشد؟" بڻجي مون کي هميشہ هن جي تلاش ۾ ڀٽڪائيندي رهي آهي. هوءَ مون کان ٻہ چار سال وڏي هئي ان ڪري هن جي هئڻ ۽ نہ هئڻ جو وهم منهنجي من کي وڪوڙي ويو آهي. شامل هجي! هن جي صحبت ماڻڻ وقت مان هن کي اهو ئي احسا ڏياريندو هوس،"جيڪڏهن تون هڪ محروم ٿيل تندرست عورت آهين تہ ڪنهن مرد سان جنسي صحب ماڻڻ تنهنجو بنيادي حق آهي." باقي ان محروميءَ جو درد هر ڪنهن جو پنهنجو پنهنجو آهي، اتي يا تہ هر درد کي ڪا معنيٰ آهي. يا ڪنهن بہ درد کي ڪا معنيٰ ناهي.

نرملا کان جدا ٿيڻ جو سانحو مون لاءِ هڪ هارو درد بڻجي آيو، جنهن کي سروريءَ واري پهرئين پيار کان وڌيڪ سامايل، رسيل ۽ بالغ هئو. پر منهنجي اندر جو گيديپڻو مون کي ديوان جي ڪرڙيءَ اک کان خوفزده ڪندو مون کي پنهنجي پيار کان پري ڪندو ويو ۽ مان ڪاليج ۾ بہ نرملا کان ڪنڌون پاساڪندو رهيس. ڪڏهن ڪڏهن سامهون پوڻ تي بہ مان سڌو هن جي منهن ۾ نهارڻ بدران هيڏانهن هوڏانهن ڏسندو رهندو هوس. اهو اسان جو ڪاليج ۾ پويون سال هئو. ۽ نرملا جي پيءُ هن لاءِ پنهنجي تر (لاڙڪاڻي) جا ڇوڪرا ڏسڻ شروع ڪري ڇڏيا. ڪاليج جي ڪنهن ڪنڊ پاسيرو بيهاري هوءَ مون کي سڀ ڪجهہ ٻڌائيندي هئي ۽ مان چپ چاپ ٻڌندو رهندو هوس. منهنجي تاثر کان خالي چهري کي ڏسي ڪڏهن ڪڏهن هن جون اکيون پرجي وينديون هيون. ماڻهوءَ جي ٻاروتڻ وارا پيار اهڙا پختا تہ نہ هوندا آهن پر اهي فرد جي زندگيءَ ۾ اهڙا امٽ نشان ڇڏي ويندا آهن جن کي وسارڻ ڪنهن جي وس ۾ نہ هوندو آهي. تي سال اڳ منهنجو دوست قمر شهباز جڏهن پهريون ڀيرو اسان جي رٽيل سيمينار ۾ وف جي سربراهہ طور شرڪت ڪرڻ هندوستان آيو تہ هن پنهنجي صدارتي خطبي ۾ چيو تہ هئو،"مان هتي پنهنجي پهرئين پيار رتنا کي ڳولهڻ آيو آهيان. ۽ هن جي ننڍي ڀيڻ جانڪي، جيڪا ڇوڪرن واري قميس ۽ نڪر پائي مون سان ڪشتي وڙهندي هئي، ان کي ڏسڻ آيو آهيان." قمر شهباز هتي هندوستان ۾ چار ڀيرا اچي بہ رتنا ۽ جانڪيءَ کي ڳولهي نہ سگهيو ۽ مايوس ٿي موٽي ويو. پر هو ڪين ڪٿي ڳولهي ها؟

گذريل هفتي ممبئيءَ امر جليل سان ملڻ ويس تہ الهاس نگر مان آيل رتنا جي مائٽ اديب دوست ٻڌايو تہ رتنا کي سال اڳ ڀوپال ۾ گئس ڦاٽڻ واري حادثي جو شڪار ٿي وئي ۽ اٺ مهينا اڳ جانو (جانڪي) جي دماغ جي نس ڦاٽڻ ڪري موت ٿي ويو. قمر جو پهريون

پيار رتنا نہ رهي آهي. هن جي دوست جانو بہ بي جان ٿي چڪي آهي.
مون کي سروريءَ جي ڪا سڌ ناهي. نرملا ڪي سال اڳ ڪلڪتي ۾
ملي هئي. هينئر هوءَ بہ آهي. الائي نہ؟ شل هجي!

زندگيءَ ۾ اڳتي هلي ڪيئي جذباتي لڳاوَ ۽ رشتا جڙيا. جن مان
ڪي ياد آهن، ڪي وسري چڪا آهن. جن جي ياد رهجي ويئي آهي. انهن
جي سار ڪڏهن ڪنهن هوا جي جهوٽي جيان اچي منهنجي تصور جا
جهروڪا نہ کولي ويندي آهي پر ڪجهہ لمحن ۾ ئي اهي تصويرون
جهڪيون ٿي وينديون آهن. عمر جي هن پوئين پهر ۾ هاڻي رڳو ان
ڏينهن ڪان ڏکي رهيو آهيان تہ جنهن پختي پيار سان گڏريل چاليهن
سالن کان خوشي ۽ خوشحاليءَ واري زندگي گذاري رهيو آهي، ان ۾
اسان ٻنهي مان هڪ هليو ويو تہ منهنجي يا هن جي باقي بچيل
اڪيلائيءَ واري عمر ڪيئن گذرندي؟ اڄ اسين هڪ ٻئي جي لٺ
آهيون. اها ٻي ڳالهہ آهي تہ سڄي زندگي ان لٺ جو استعمال ۽ سهارو
مون ئي پئي ورتو آهي. ڊاڪٽر سدارنگاڻي خادم. ايتران ۾ ٽن سالن جو
ٽرم پورو ڪري، اتان، ڊاڪٽر آف لٽريچر جي ڊگري وٺي موٽي آيو.
تهران کان دهليءَ ايندي هن کي ڪراچيءَ ۾ جهاز مٽائڻو هئو، جنهن لاءِ
هن کي ڪراچيءَ ۾ ڇهہ ست ڪلاڪ ترسڻو هئو. ايران مان روانو ٿيڻ
ڪان اڳ هن پير علي محمد راشديءَ کي ڪراچي پهچڻ جو اطلاع
موڪليو ۽ هوائي اڏي تي هن سان گڏجڻ جي خواهش ظاهر ڪئي. راسد
صاحب ان وقت شايد پاڪستان جي مرڪزي يا صوبائي حڪومت ۾
ڪنهن اهم عهدي تي هئو. هو صاحب خادم جي آجياڻي لاءِ ڪراچي
ايئر پورٽ تي آيو ۽ هن کي پنهنجي گهر وٺي وڃڻ لاءِ ڪيس ٻاهر وٺي
اچڻ لڳو. ايئر پورٽ تي جي اميگريشن ڪائونٽر تي ڪو مهاجر آفيسر
هئو، جيڪو بنا ويزا جي خادم کي شهر ۾ داخلا لاءِ ٻنهہ تيار نہ هئو.
علي محمد راشديءَ ان مهاجر آفيسر کي رهڙ ڏيندي چيو،" ميان، توکي
خبر ڌرتيءَ تي توڪان وڌيڪ ۽ پهريون حق آهي. تو ٻاهريون ڪير آهين
هن کي پنهنجي ئي شهر ۾ وڃڻ ڪان جهلڻ وارو؟" ائين چوندي راشدي
صاحب سدارنگاڻيءَ جو هٿ جهلي هن کي پاڻ سان ٻاهر وٺي آيو. مهاجر
آفيسر وائڙو ٿي ڏسندو رهيو.

ايران مان موٽي ڊاڪٽر سدارنگاڻي ڪل وقتي طور تہ ريڊيو
جي پرشن يونٽ سان وابسطہ ٿي ويو پر اعزازي طور هن دهلي ڪاليج
۾ سنڌي ڪلاس وٺڻ بہ شروع ڪيا. هاڻي تائنيڪو ٿيڻ تي سنڌي
شاگردن ۾ اهو جوش ۽ جزبو نہ رهيو هئو. سنڌن دلچسپي رڳو ادبي ۽
ثقافتي گڏجاڻين تائين محدود رهي. انهن ڏينهن محترمہ حميده کهڙو
دهليءَ آيل هئي ۽ اسان ڪاليج ۾ هن سان وڏي پئماني تي گڏجاڻي
رکي، جنهن ۾ سيني ڪاليجن جي سنڌي شاگردن ۽ پروفيسرن کي
گهرايو ويو.

حميده کهڙو ان وقت اڃا ڊاڪٽر حميده نہ ٿي هئي. مان هن کي
سندس رهائشي جاءِ تان وٺڻ ويس. هن سان ملڻ تي يقين ئي نٿي آيو تہ
هوءَ پاڪستان جي بجاءَ واري وزير محمد ايوب کهڙي صاحب جي
نياڻي هئي. قدبت ۾ سنهي ۽ لچڪيدار، صاف سادو پهرائڻ اوڍيل ۽
اکين تي سنهي فريم واري عينڪ سان هوءَ يونيورسٽيءَ جي اسڪالر
قسم جي شاگرداڻي لڳي رهي هئي.

حميده ي وٺي ڪاليج پهتس تہ گيٽ تي ئي سيني شاگردن ۽
شاگرداڻين هن جي پرجوش آجيان ڪئي. ٻن اڍائي ڪلاڪن جي
ڪچهريءَ ۾ هن سيني کي بيحد متاثر ڪيو. هن جي ڳالهائڻ جو انداز
پيارو ۽ آواز سريلو هئو.

هندن جي هليو وڃن ڪان پوءِ سنڌ ۾ جيڪي حالتون ۽ خال پئدا
اٿيو هئو ان بابت هن تفصيل سان ڳالهايو. هن شايد (ان وقت) اها اميد
بہ ڏيکاري تہ هڪ ڏينهن اسان سنڌ موٽي ايندا سين. گفتگو دوران هوءَ

پنهنجي والد کھڙي صاحب جي تعريف بہ ڪندي ٿي رهي. جنهن وقت حميده صاحبہ اهو چيو، "ابو توهان (هندن) کي ڏاڍو ياد ڪري رهيو آهي،" تہ ان وقت نارايڻ شام پنهنجي سانتيڪي سياوَ سان طنزيہ مرڪي رهيو هئو پر تيرٿ پنهنجي پڙڪيلي طبعت کي، سدارنگاڻيءَ جي اکين جي اشارن سان قابوءَ ۾ رکي رهيو هئو. حميده صاحبہ کي ان وقت شايد اها ڄاڻ نہ هئي تہ هن جي والد صاحب ئي هڪ عام جلسي ۾ چيو هئو، "مان اهو ڏينهن ڏسڻ ٿو چاهيان، جنهن ڏينهن مسلمان هارين جي زالن جيان هندن جون زالون بہ پنهنجي مردن لاءِ ٻنين تي پنهنجين پوتين ۾ مانيون ٻڌي ۽ مٿي تي ڏڏ جون چاٽيون کڻي ويندين نظر ايندي." حميده صاحبہ کي شايد اهو احساس نہ هئو تہ هندن جي لڏ پلاڻ لاءِ ڪنهن حد تائين کھڙي صاحب جي اهڙي پڙڪائيندڙ بيان پڻ باهہ تي تيل جو ڪم ڪيو هئو.

سال 1961ع ۾ جڏهن انگليند جي راڻي ايليزبيٿ هندونستان جي دوري تي آئي هئي تہ پارتي صدر ڊاڪٽر راجيندر پرساد هن کي ٻن هزارن صفحن جي پنهنجي آتو بايو گرافيءَ جا پنج جلد تحفي طور ڏنا هئا. راڻيءَ انهن جلدن کي هٿ تي توريندي هن کان پڇيو تہ توهان کي ايترا وڏا ڪتاب لکڻ جو وقت ڪيئن ٿو ملي؟ راجيندر بابو کجھہ سيڪنڊن لاءِ راڻيءَ ڏانهن ڏسندو رهيو، پوءِ هن کي چيائين،

توهان جي والد صاحب (جارج ڇهون) جي مهربانيءَ ڪري."

"منهنجي والد جي مهربانيءَ ڪري؟" راڻيءَ حيران ٿي هن کان پڇيو.

"ها، مون کي چوڏنهن سال جيلن ۾ رکڻ ڪري."

راڻي ايليزبيٿ شڪجي چپ ٿي ويئي ۽ شهزادي فلپ وڏو ٽهڪ ڏنو. حميد کھڙو صاحبہ کي دهلي ڪاليج واري اها پنجاهہ سال اڳ واري ڪچهري ياد هجي الائي نہ پر سال کان پوءِ هن مون کي ياد ڪري پنهنجي والد صاحب تي لکيل بايو گرافيءَ تي پنهنجيءَ خوبصورت هٿ اکريءَ ۾ نيڪ جذبن واريون چار سٽون لکي مون کي تحفطي طور موڪلي آهي، جيڪا مون دلچسپيءَ سان پڙهي سانڍي رکي آهي.

سنڌي ساهت جي اشاعت جي دهليءَ ۾ سروعات اسان جي ڪاليج جي مخزن جي سنڌي سيڪشن سان ٿي، جنهن جي ادارت جي ذميداري ڊاڪٽر سدارنگاڻي ايران وڃڻ وقت مون کي سونپي ويو ۽ مون ڪوشش ڪري ان کي خالص ادبي رنگ ڏنو پر ان جا چار سيڪشن هئا. انگريزي، هندي، اردو ۽ سنڌي. مڪمل طور پهريون سنڌي ادبي رسالو ڪتابي صورت ۾ موتي لال جوتواني ۽ آنند ڪيماڻيءَ جي گڏيل ادارت هيٺ راڄڌانيءَ جا ساهتڪار سري سان شايع ٿيو، جيڪو دهليءَ ۾ ساهتڪ سرگرمين جي پيڙهہ جو پهريون پٿر هئو. ان کان اڳ سنڌ جي مشهور ادبي رسالي سنڌو جي مالڪ ۽ ايڊيٽر سرڳواسي بولچند راجپال آگري مان سنڌو رسالو نئين سر جاري ڪيو. اجمير مان شميو جئسنگهاڻي ناز ماهوار ڪلاڪار ۽ شيلا لالواڻيءَ راجفلمستان پوني مان، تيج قابل نرگس ۽ هندوستان جي ٻين شهرن مان ڪيترائي ادبي ۽ سماجي رسالا ۽ اخبارون شايع ٿيڻ سروع ٿيون. خوشگوار ادبي ماحول پرهندڙن جو هڪ وسيع حلقو پئدا ڪري ورتو ۽ سڄاڻ پانڪ تنگدسيءَ باوجود رسالا خريد ڪري پڙهڻ لڳا.

ڪاليج جي تعليم پوري ڪري ساهت ۾ دلچسپي رکندڙ دوستن سدارنگاڻي ۽ نارايڻ شام جي ساٿ ۽ رهنمائيءَ هيٺ هڪ ساهتڪ سرگرمين کي زور ونايو ۽ نئين وسيل ڪالوني لجپت نگر ۾ هر هفتي ادبي ڪلاس شروع ڪري ڇڏيا. خادم، شيام، پريو وفا، سانول چيلاڻي، سترام بيچنداڻي، هيم ناگواڻي، جيون گرهساڻي ۽ ٻيا ڪيترائي دوست ساهت سرجڻ ۾ جنجي ويا. ان ئي دوران بولچند

راڄپال پنهنجو سنڌو رسالو آگري مان دهليءَ ڪٺي آيو ۽ پنهنجي پريس اچي قائم ڪئي. راڄپال جو ڇاپخانو اسان جي ساهتڪ سرگرمين لاءِ وڏو سهارو ثابت ٿيو.

اجمير مان تيرٿ وسنت ۽ هريڪانت پڻ اچي دهلي وسائي. اجمير ۾ رهڻ تائين هريڪانت هري غريب جي نالي سان لغڙ ڪاتا ۽ ٽنگر پئسو جهڙيون روايتي ڪهاڻيون لکندو هئو ۽ اهي شايع ڪرائڻ لاءِ اجمير جي رسالي ڪلاڪار جي ايڊيٽر شميو جئسنگهاڻي ناز جي آفيس جا چڪر ڪاٽيندو هئو. شميو ناز پنهنجيءَ آفيس ٻاهران هڪ ڪاٺ جو بڪسو رکي ڇڏيو هئو ۽ پاڻ آفيس جي آرام ڪرسيءَ تي ويهي ميز تي ٽنگون رکي سگريٽ جا سوٽا هڻندو هئو. ڪو اديب هن جي آفيس ۾ پنهنجي ڪا ڪهاڻي يا شعر اشاعت لاءِ ڪٺي ايندو هئو ته هن ڪي ڪرسيءَ تي ليٽئي ليٽئي ئي هڪل ڪري چوندو،"بابا پنهنجا اهي پنا ٻاهر پٽر ۾ رکيل بڪسي ۾ وجهي وڃ، فرصت سان ڏسندا سين. ايندڙ مهيني جي پرچي ۾ ڇپيل نه ڏسين ته ان ئي بڪسي مان اچي پنهنجا پنا موٽائي ڪٺي وڃج. اسان سان اجايا حيلا حجتون نه هلائجانءِ.

ڪجھ ئي سالن ۾ شميو ناز ٻه ڪلاڪار رسالو سميتي ناز وارو تخلص ڦٽو ڪري، دهليءَ ڪان اجمير مئٽرڪ جو امتحان ڏيڻ لاءِ آيل بهشتي حور جهڙيءَ هڪ ڪم عمر ڇوڪريءَ کي پنهنجي عشق جي ڏور ۾ وڪوڙي دهليءَ وٺي آيو ۽ ساڻس شادي ڪري هڪ سنڌ ي سرمايه دار جي اشتهاري ايجنسيءَ ۾ ملازمت هٿ ڪري ٽانئيڪو ٿي گهر گرهستيءَ جو ڪاروبار سنڀالڻ لڳو ۽ ڪلاڪار وارو قلم ڪن تي رکي ڇڏيو. بدقسمتيءَ سان اها ڪمسنيءَ واري شادي گهڻو وقت جٽاءُ نه ڪري سگهي. ٻنهي جدا جدا وڃي پنهنجا پنهنجا نئين سر گهر وسايا ۽ الحمد الله ٻئي هڪ ٻئي ڪان سواءِ ڏاڍي مزي ۾ آهن. دهليءَ جي ساهتڪ ۽ ثقافتي سرگرمين ۾ شميو اجا ٻه ڪرائڻ ڪان پوءِ ٻه هو جوان ڪارڪنن کي پنهنجي اڳيان پاڻي ڀرائيندي نظر ايندو آهي.

اسان جا ادبي ڪلاس هر هفتي باقائدگيءَ سان هلندا رهيا. هر ساهتڪار ڪا نه ڪا رچنا پنهنجي کيسي ۾ ضرور وجهي ايندو هئو. ڪيترن ساهت پريمين پڻ ساهتڪارن جي فهرست ۾ پنهنجو نالو سمار ڪرائڻ لاءِ پنهنجي ڪا نه ڪا تڪبنديءَ واري ڪوتا يا ڪو قصو گهڙي ايندا هئا. جن ۾ ڪجھ ڪٺا هئا، اهي ته اپري اچڻ لڳا باقي جن ۾ ڪي ڪٽيون نه هيون اهي رڳو سنگتون ساهتڪار ئي رهجي ويا ۽ نا اميد ٿي ڪن تان قلم لاهي ڇڏيائون پر سڀ سنگت ۾ اٿندا ويهندا اوس هئا. ڪڏهن ڪڏهن ته اهي ادبي محفلون سڄي سڄي رات هلنديون هيون. جذبن جي شدت ڏينهون ڏينهن پڙڪندي ٿي رهي. سڀ ڦڪڙ هئا سين. چار اٺ آنا چندو ڪري چانهيون گهرائيندا هئا سين. ڪيسن ۾ بس جي ڀاڙي جيترا پئسا نه هوندا هئا. چانھ جو ڪوپ اڌ اڌ ڪري پيئدان هئا سين. سگريٽ جا واري وٽيءَ سان سوٽا هڻندا هئا سين. ڪنهن ٻه سوٽا وڌيڪ هنيا ته پاڻ ۾ وڙهي پوندا هئا سين. هڪ رات مان ۽ هريڪانت سخت سرديءَ واريءَ موسم ۾ لال قلعي مان مشاعرو ٻڌي مالويه نگر تائين سڄي رات پنهجويھ ميل پنڌ ڪندا صبوح تائين گهر پهتا هئا سين جو ڀاڙي تي سائيڪل وٺڻ جيترا ٻه پئسا نه هئا. پر جذبا صادق هئا.ڍ

ڪي ادبي رقابتون ۽ رنجشون نه هيون. پنهنجي همعصر جو ڪو سٺو شعر يا سٺي ڪهاڻي ٻڌي دل کولي داد ڏيندا هئا سين. هڪ ٻئي کي لکڻ لاءِ همٿائيندا هئا سين. اهو سڀ ان ڪري هئو جو اسان اجا دنيا داريءَ جي چڪر ويوھ ۾ نه ڦاٿا هئاسين. نه ڪي اڪاڊميون هيون، نه ڪي سرڪاري ادبي ادارا هئا. نه ڪي انعام اڪرام ۽ ايوارڊ هئا ۽ نه مالي مددون هيون. نه سرڳواسي تيل پيءُ ماءُ جي نالن ۾ ڪن

دانويرن ۽ سينين طرفان اعلان ڪيل نقد رقمون هيون. ڪرپٽ ڪرڻ واري، لب لالچون ڏيڻ واري، ڏتارڻ واري اجا ڪا اهڙي مشينري پيدا نه ٿي هئي. ڪا اهڙي ادبي انڊسٽري قائم نه ٿي هئي، جنهن ۾ آرڊر تي ادبي مال مينيو فئڪچر ٿيندو هجي. تڏهن اجا ادب براءِ تجارت وارو تصور پيدا نه ٿيو هئو. ساهت سرجڻ هڪ لگن هئي، اندر جو اڏمو هئو، هڪ مشن هئي، خواهه ان هيٺ ڪهڙو به ڪچو پڪو مال تيار ٿيندو هجي، جيڪو بنا ڪنهن خوصبورت ۽ دلڪش پئڪنگ جي جيئن جو تيئن پڙهندڙن اڳيان پيش ڪيو ويندو هئو.

اسان کي جي ڪنهن جو خوف ٿيندو هئو ته پنهنجن ڪن سينيئر مهارتي اديبن ۽ جلاد نقادن جو. اهي جغادري اديب نون لکندڙن جي رچنائن جون بصر جيان کلون لاهيندا هئا. بمبئيءَ جي ادبي ڪلاس ۾ جتي ايم يو ملڪاڻي صاحب، هر نئين ساهتڪار کي همٿائيندو هئو ته اتي ليڪراج عزيز جهڙو نر شاعر هر نئين پراڻي شاعر جي شاعريءَ کي بازاري شاعري ڪري ڪوٺيندو هئو ۽ ڪين ڊي مارلائيز ڪرڻ لاءِ گل وخار جهڙا تنقيدي ڪتاب لکندو هئو.

هتي دهليءَ جي ادبي ڪلاسن ۾ جتي نارايڻ شام ۽ پريو وفا جهڙا نهنا شاعر ساهتڪارن جو حوصلو وڌائيندا هئا اتي تيرٿ وسنت جهڙو ٽانڊيءَ ٽيٽو نقاد اسان تي ملامتون وجهندي چوندو هئو،

”اري، ڇا جا ليڪڪ ۽ شاعر آهيو؟جاهل آيو. جاهل پر ان ڪان جو وڃي سئنيمائن ۽ هوٽلن تي ڏرم جا ڏڪا ڪائو. اوڙي پاري جون نياٽيون ويڊا تڪيو. ۽ ٻيون لوفرپايون ڪيو. تنهن ڪان چڱو آهي ته ڪجهه لکڻ پڙهڻ ۾ ئي ريڊ رهو. باقي آهيو ته صفا جاهل.“

اسان جاهلن اهڙين تنقيدن جا ڪي لفظي جواب ۽ جواز پيش نه ڪيا. پر عملي طور جوابي ڪارروائي ڪندي موتي جوتواڻي ۽ آنند ڪيماڻيءَ راجڌانيءَ جا ساهتڪار جهڙو معيار مجموعو ترتيب ڏيئي نون ساهتڪارن جي لڄ پت قائم رکي. ٿوري ئي عرصي بعد سترام همدرد ۽ مون چونڊ غزلن جو گُڇڪو، غزل عنوان سان بولچند راجپال جي پريس مان شايع ڪرايو جنهن جو سدارنگاڻيءَ خادم عالماڻو مهاڳ لکيو. آهستي آهستي اهڙن تنقيد نگارن کي اسان جي صلاحيتن جو احساس ٿيڻ لڳو ۽ هن دورياهه دهليءَ سان سيني کي پنهنجي پر ۾ ٻيهاريو. پر بولچند راجپال پوءِ به پنهنجي سنتو رسالي ۾ نون ساهتڪارن جون رچنائون شايع ڪرڻ ڪان ڪيٻائيندو هئو. هو ويڃي ويني ڪونگهرا هڻڻ لڳندو هئو ۽ اسان ان جي غنودگيءَ جو فائدو وٺي هن جي فائيل ۾ چپ چاپ پنهنجي ڪا رچنا رکي ايندا هئا سين.

ادبي ڪلاسن ۾ هڪ خوبصورت جوان ڪهاڻيڪار کي ايس ٻالاڻي باقاعدي شريڪ ٿيندو هئو. پيشي طور هو هڪ مسڪين ڊرائنگ ٽيچر هئو پر سنڌي ڪهاڻيءَ جي فن ۾ هو پنهنجو مثال پاڻ هئو. ڪم عمريءَ ۾ ئي هن اعليٰ معيار جون ڪهاڻيون سنڌي ساهت کي ڏنيون. هڪ ادبي ڪلاس ۾ هن پنهنجي ڪهاڻي ”پريا ۽ ڪرانتي“ پڙهي. ڪهاڻي ٻڌي اسين سڀ ونجي ويا سين. مان وشواس سان چئي سگهان ٿو ته ان ڪان اڳ سنڌيءَ ۾ اهڙي معيار جي ڪهاڻي نه لکي ويئي هئي. هو بيحد شرميلو ۽ خاموش طبيعت وارو جوان هئو پر سيني جي زور پرڻ تي هن پنهنجي اها ڪهاڻي بمبئيءَ مان شايع ٿيندڙ هفتيوار هند واسيءَ جي سالياني ڪهاڻي چٽاپيٽيءَ لاءِ موڪلي ڏني. ان وقت جي وڏن وڏن ڪهاڻيڪارن جي مقابلي ۾،”پريا ۽ ڪرانتي“ ڪهاڻيءَ پهريون انعام حاصل ڪيو. ائين هن دهليءَ جي ادبي برادريءَ جو منهن مٺاهون ڪيو. ان ڪان پوءِ هن باقاعده ڪهاڻيون لکڻ شروع ڪيون، جيڪي هو محبوب طبيعت ڪري شايع ڪرائڻ بدران پاڻ وٽ سانديندون رهيون.

ٻالاڻيءَ جو هڪ پاڙيسري ڪجهه ڏينهن لاءِ شهر کان ٻاهر تي ويو. هن پنهنجو اسڪوٽر حفاظتي طور هن جي گهر جي پڊر ۾ رکي، چابي هن کي ڏيئي ڪيس چئي ويو ته پلي اچ وچ لاءِ استعمال ڪندو رهجانءِ. هڪ سام ٻالاڻي ان اسڪوٽر تي سوار ٿي دهلي ريلوي اسٽيشن ڪنهن ڪم سانگي ويو. ڪم پورو ڪري موٽندي دهلي گيٽ ٻاهران هڪ تيز رفتار بس اسڪوٽر مٿان چڙهي ويئي. سامهون واري ارون اسپتال ۾ سنڌي ڪهاڻيءَ جو سهڻو تخليقڪار انيتاليهه ڪلاڪ موت سان جنگ جوٽيندو رهيو ۽ ٽئين ڏينهن هن جو لاش لجپت نگر جي ان گهر ۾ آندو ويو جتي ڪڏهن ڪڏهن اسين ادبي ٻئنڪون ڪندا هئا سين. هو اجا ٽيهارو سالن جو مس هئو ۽ اهڙيءَ ڪم سنيءَ ۾ سنڌي ڪهاڻيءَ کي ڏهاڳ ڏيئ ويو. هتي منتشر ٿيل هن جون ڪي ڪهاڻيون مليون. ڪي نه مليون. اڳتي هلي ڪجهه ڪهاڻيون مجموعي جي صورت ۾ شايع ٻه ٿيون پر اڪثر انهن جا پنا هيڏانهن هوڏانهن پکڙجي ويا. ٻالاڻيءَ سان منهنجو دلي لڳاءُ هئو. هن منهنجي ٻال ساهتيه جي انعام مسودي” هڪڙو هئو راجا“ لا ٻارنهن خوبصورت رنگين تصويرون تيار ڪيون هيون، جيڪي مون اجا تائين سانڍي رکيون آهن.

عيش پسند ۽ خرچيلي طبيعت ڪري مون کي گهر مان ملندڙ ماهوار پاڪيٽ مني پهرئين ئي هفتي ۾ پوري ٿي ويندي هئي ۽ باقي ٽي هفتا جوڪائيءَ ۾ گذرندا هئا. ماءُ کان ڪڏهن ڪڏهن، ڪنهن نه ڪنهن بهاني ڪجهه رقم ڇڏائيندو رهندو هوس پر پيءُ کان گهرڻ ۾ خوف ٻه ٿيندو هئو ۽ حجاب ٻه. سنگتين سان ته چئين آني(25 پئسن) واري جنتا ڪافي هائوس ۽ چندوءَ جي ٻاڪڙي ۾ شام گذاري ڇڏبي هئي پر ڪنهن سنگتياڻيءَ کي ڪناٽ پليس جي گيلارڊس ۽ نرولاز جهڙين آبرودار ريٽارنٽس ۾ وني وجنو پوندو هئو. محبوبائن کان بل پرائڻ ٻه مرداني شان وٽان نه هئو پر سهڻي سنگ ۾ برابر ٿي ويندو هئو. هتان هتان پٽ سٽ کان بيزار ٿي احساس ٿيڻ لڳو ته هاڻي مالي طور ڪجهه پاڻ پيرو ٿيڻ ۾ ئي چڱائي آهي.

ڪاليج ۾ يادگرين سان گڏ حال احوال ڪندي ٻڌايائين ته هو تازو ئي شروع ٿيل روزاني انگريزي اخبار ايڪسپريس جي ائڊورٽائيزنگ ڊپارٽمينٽ ۾ اسسٽنٽ مئنيجر جي عهدي تي آهي، چيو مانس،”سليمان، مون کي ٻه اتي ڪا ملازمت وني ڏي.“ چيائين،”مون وٽ بل ڪليڪٽر جي جاب آهي قبول هجيئي ته سڀاڻي ئي موري گيٽ واري آفيس ۾ هليو اچ.“ سوچيم اڳيان بل لفظ ڪٽي ڪٽي ڇڏيندس ته ڪليڪٽر جو آهي. ريلوي جو ٽڪيٽ ڪليڪٽر ٻه آهي ته ڪليڪٽر ئي ۽ ٻئي ڏينهن مان سليمان وٽ انڊين ايڪسپريس آفيس ۾ پهچي ويس. جنرل مئنيجر سان ڏهن پندرهن انڊين ايڪسپريس آفيس ۾ پهچي ويس. جنرل مئنيجر سان ڏهن پندرهن منٽن جي انٽرويو بعد مون کي انڊين ايڪسپريس اخبار جي اشتهار کاتي ۾ بل ڪليڪٽر جي نوڪري ملي ويئي. پگهار پوٽا ٻه سو روپيا ۽ پنج روپيا ڏهاڙي ٽرانسپورٽ الائونس (تاڙو پتو).

پراڻي دهليءَ جي لال عنوان علائقي ۾ بازار حسن جي گهٽين پويان پنجن منٽن جي پنڌ تي همدرد دواخاني جو وسيع احاطو هئو. ان جي سامهون بليماران جي موڙ وٽ مشهور ”خانداي شفاخانه“ هئو، جنهن جو مالڪ لاهوري حڪيم هرڪشن لال بي اي هئو. هن پنهنجي دهشتناڪ چڪري تي وڏين وڏين گانگٽي مچن ۽ ڊگهي تري واري پناڻڪي پٽڪي سان پنهنجي ڊگهي ڪوٽ تي پندرهن ويهه ٻلا (ميڊل) لڳائي پنهنجا آدم قدم فوٽ ڪدائي سڀي دهلي شهر جي هر چونڪ، چوراهي، سينما گهرن جي پٽين تي لڳائي ڇڏيا هئا، سڀي شهر ۾ هن جا ماڻهو اشتهار پڙ ورهائيندا هئا، جن ۾ هو هر مرداني پوشيده مرض جي علاج جو ماهر هئڻ جي دعويٰ ڪندو هئو. ان ڏنڏي مان هو لکين

روپيا ڪمائيندو هو. پنهنجي پٽيل نگر واري وسيع ڪوٺيءَ جي ڇت مٿان هن پنهنجي پٽڪي ۾ مچن واري آدم قدم هور ڊن لڳائي رکيو هئو، جيڪو هر ڪنهن کي هوائي جهاز مان هيٺ لهندي به نظر ايندو رهندو هو. سئنيما گهرن ۾ انٽرويو ۾ هن جون اشتهاري فلمون هلنديون هيون جن ۾ حڪيم هرڪشن لال آمريڪا، يورپ ۽ دنيا جي ٻين ڪيترن ملڪن مان سندس نالي آيل ڊالر ۽ پائونڊن جا چيڪ ۽ ڊرافٽ ڳڻيندو نظر ايندو هئو ۽ سهاڳ رات جي بستري تي ڪاوڙيل ڪنوار همبستريءَ بعد چمڪندڙ چهري سان ڪلندي نظر ايندي هئي. دهليءَ جي هر اخبار ۽ رسالي جي پوئين پيج تي خانداني شفا خاني جو اڌ صفحو اشتهار شايع ٿيل هوندو هئو، جن جي ٽن حصن تي حڪيم صاحب جي وڏين مڇين واري تصوير چپڪيل هوندي هئي ۽ باقي هصي ۾ انهن ڳجهين مردانين بيمارين جا نالا هوندا هئا، جن مان حڪيم صاحب هزارين مردن کي شفاياب ڪري چڪو هئو. هن کي بهرحال بل اوڳاڙيندڙن کان سخت نفرت هوندي هئي.

هڪ ٻيپهريءَ جو مان انڊين ايڪسپريس اخبار جي سندس اشتهار جو ٻن هزارن جو بل ڪٽي خانداني شفا خاني پهچي ويس. حڪيم هرڪشن لال ڊگهي ڪرسيءَ تي ڪوٽ تي بلا لٽڪائي وينو هئو ۽ مون کي ويهڻ لاءِ چيائين. مون ڏانهن چتائي نهاريندي هن پردو لڳل پاسي واري ڪمري مان پنهنجي ٽيڏي ڪمپائونڊر کي سڏ ڪيو. ڪمپائونڊر مون کي اندر ڪمري ۾ و

وني ويو. بلن وارو بريف ڪيس ڪٽي اندر ويس ڪمري ۾ پهچي، پردو سرڪائيندي ڪمپائونڊر مون کي چيو،

”پئنٽ لاهه.“

”پئنٽ ڇو لاهيان؟“

”چڪاس ڪرڻي آهي.“

”ڇاجي چڪاس؟“ مون واڪو ڪري چيو.

واڪو ٻڌي حڪيم صاحب اندر گهري آيو. چيائين،”هڪ ته هن عمر ۾ اهڙا غلط ڪم ٽا ڪريو. وري چڪاس به نٽا ڪرايو. بيٽا، پئنٽ لاهه ورنه علاج ڪيئن ڪندس؟“

”ڇا جو علاج؟“

”ته باقي آيو ڇا لاءِ آهين؟“

ڪاوڙجي پردو هٽائي ٻاهر اچي اشتهارن جا بل حڪيم صاحب جي ميز تي رکي مان خانداني شفا خاني کان ٻاهر نڪري آيس.

ٻئي ڏينهن مون بل ڪليڪٽر جي نوڪريءَ تان استعيفا ڏياري موڪلي.■

## ڇٽيهون پنو

يونيورسٽيءَ جي رجسٽرار سيڪڙو حاضري نه هئڻ ڪري دهلي يونيورسٽيءَ جي رجسٽرار مون کي بي ڪام جي فائينل امتحان ۾ ويهڻ کان هفتو اڳ تحريري منع نامو موڪلي ڏنو. مون سڄو مهينو محنت سان امتحان جي مڪمل تياري ڪئي هئي. سخت مايوسيءَ واري حالت ۾ مون پرنسپال بيگ صاحب جي گهر وڃي هن کي قائل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي،”ڪلاس گسائڻ جو ڪارڻ منهنجي آواره گردي نه پر ڪاليج جي مخزن جي ايڊيٽريءَ کي وقت ڏيڻ هئو.“ بيگ صاحب ڪنهن حد تائين منهنجن دليلن کان متاثر ته ٿيو پر هن وٽ يونيورسٽيءَ جي قانونن جي انحرافيءَ جي اختياري نه هئي. هن کي مون، بهر حال، اهڙو يقينن اوس ڏياريو ته هو،” يونيورسٽيءَ جي رجسٽرار کي زوردار سفارش ڪندو ته مون کي امتحان ۾ ويهڻ جي اجازت ڏئي. خاص ڪري ان حالت ۾ منهنجي ڪلاسن جي حاضري رڳو ٻه سيڪڙو ئي گهٽ آهي. پر ڪاميابيءَ جي گهٽي اميد نه رکجانءِ.“ ٻڌ

بنيادي سک درسي Optimist هئڻ ڪري مون اجا ٻه اميد نه لاٿي جو مون ڪي پڪ هئي ته منهنجي محنت سجائي ٿيندي.

پراڻي دهليءَ جي گلي قاسم جان مان پرنسپال بيگ صاحب جي گهران نڪري مون جامع مسجد جي سامهون اردو بزار جو رخ ڪيو ۽ مڪتبہ جامعہ وجي نوان آيل ڪتاب ڏسڻ جو سوچيم. بيگ صاحب جي حويلي نما گهر کان پنج ڇهہ گهر ڇڏي ڪوئلن جو ٽال ۽ ڪانين جي مڏي هئي. هيءَ اها جاءِ هئي جتي مرزا غالب پنهنجي زندگيءَ جا پويان ويهہ سال گذاريا. هاڻي ان جاءِ تي لاهور کان آيل هڪ پنجابيءَ مال غنيمت سمجهي زوريءَ قبضو ڪري ڪانين ۽ ڪوئلن جي مڏي کولي هئي. غالب جي گهر ٻاهران بيني بيني مون کي لڳي رهيو هئو مون مرزا نوشا کي سڏ ڏنو اهي ۽ هن جي ٻاتي ملازمہ "وفادار" مون کي ٻاهر اچي چئي رهي آهي،

"ملجا ياب گهل پل نئہ هئہ، مهلولي دئي هين."

(مرزا صاحب گهر پر نهين هئن، مهرولي گئي هئين.)

هن وقت غالب جي ان گهر کي دهلي سرڪار سينگاري هڪ سمارڪ ڪري ڇڏيو آهي پر اڄ ٻہ اهو احساس ٿيندو آهي ته اجهو مرزا جي ٻاتي ملازمہ وفادار "تون هئہ تون هئہ؟" (ڪون هئہ، ڪون هئہ) چوندي گهر جو دروازو اچي کوليندي آهي ۽ مرزا جو ملازم ڪلو (ڪلن ميان) منڊڪائيندو مهمان لاءِ حقو تيار ڪري ايندو آهي.

غالب جي زال امراءُ بيگم جڏهن گلي قاسم جان جو هيءُ مسواڙي گهر ڏسي آئي ته مرزا پڇيس،

"بيگم، مڪان پسند آئيہ؟"

"ها، مڪان ته سنو آهي پر ان ۾ هلي رهڻو ناهي."

"چو امراءُ؟ سنو مڪان آهي ته پوءِ رهڻو چو ناهي؟"

"چون ٿا ته ان مڪان ۾ ڀوتن جو واسو آهي."

"اڙي بيگم، سالن کان هيڏي وڏي ڀوت سان رهيو پيو آهيان ته باقي ڪنهن غيبي ڀوت سان نه رهي سگهندس. سياڻي ئي سوٽي ڏيئي مڪان پڪو ڪري ٿو اچان."

غالئب کي ڄاڻ نہ هئي ته سوَ سالن کان پوءِ سچ پچ ڪو ڀوت نما شخص هن گهر تي اچي قبضو ڪندو ۽ هڪ جمهوري حڪومت کي اهو قبضو ڇڏائڻ لاءِ ڏهہ سال عدالتن ۾ مقدمو وڙهڻو پوندو. بهرحال، مان بينو بينو ڪوئلن جي دلاليءَ مان پنهنجا هٿ ٻه ڪارا ۽ منهن ٻه ڪارو ڪندڙ ٻاهر دڪي تي وينل ان شخص کي ڏسي رهيو هوس. جنهن کي ڄاڻ نه هئي ته هو ڪهڙي وڏي شاعر جي حويليءَ ۾ حد دخلي ڪري اتي ڪوئلن جو ڪاروبار ڪري رهيو آهي. ٻاهر نه ڪا ٻاتي وفادار آئي ۽ نه منڊڪ منڊڪ ڪندڙ ڪوڪلن ميان آيو.

منهنجيءَ ٿوريءَ لاپرواهيءَ ڪري منهنجي سڄي سال جي محنت رائگان ٿي رهي هئي. گرئجويشنجو آخري سال اجايو وڃي رهيو هئم. منهنجو سڄو سمتقبل متاثر ٿي رهيو هئو. گرئجويشن کان سواءِ ته مون کي ڪٿي ڪا ڪلارڪي ٻه نه ملندي ۽ ٻي ڪا نوڪري منهنجيءَ طبيعت ۾ ئي نه هئي. سست قدم سان گلي قاسم جان کان ٻاهر اچي ڪريم جي نعمت ڪدي ٻاهران رکيل بينچ تي ٻي جان جسم سان ويهي رهيس ۽ پناڻ لالي جي ٻاڪڙي تان پست جي ڏوڏي پيل ڪڙڪ چانهہ جو گلاس وني ڍڪ ڍڪ ڪري پيئڻ لڳيس. مائٽن کي ٻڌائڻ کان خوف ٿي رهيو هئو ۽ سدارنگاڻيءَ وٽ وڃڻ جي همٿ نه پئي ٿي."ڪريم ڪا نعمت ڪده" جو مالڪ افضل پشاوري منهنجو ٿورو گهڻو واقف هئو. منهنجو شاعر دوست نريش ڪمار شاد مون کي افضل جي ان نعمت ڪدي (هوٽل) ۾ ٻه چار ڀيرا وني آيو هئو. افضل پشاوريءَ کي ست زالون ۽ ڇٽيهہ ٻار هئا، جيڪي هن جي "نعمت ڪدي" مٿان تعمير ٿيل پنجن ڇهن ڪمرن واري گهر ۾ گڏ رهندا هئا. افضل جو چوڻ هئو

تہ،”هن جو ست ئي زالون، جن مان ننديون بہ هن جي پهرين پنجن زالن جي پٽن ۽ ڌيئن کان بہ ننديون هيون، پاڻ ۾ سڳين ڀينرن وانگر سلوڪت ۽ مٺ محبت سان رهنديون هيون. هر زال سان هن جو وارو ۽ وقت ٻڌل هوندو هئو.“ ۽ افضل جو پنهنجو وقت وري همدرد خاني جي حڪيم جناب ڪوثر چاند پوريءَ سان ٻڌل هوندو هئو. ڪوثر صاحب اردوءَ جو مشهور افسانہ نگار هئو ۽ افضل پشاوري شاعري هئو. ٻيئي ”بيسوين صديءَ،“شمع“ ۽ ”روبي“ رسالن ۾ گڏ گڏ ڇپجندا هئا. افضل بيحد خوش مزاج شخص هئو. هڪ ڀيري ٺهڪ ڏيندي اسان کي ٻڌائڻ لڳو تہ،”منهنجن ٻارن جي اسڪول ۾ هڪ ڏينهن انسپيڪٽر جڏهن معائنو ڪرڻ آيو تہ شاگرد جو رجسٽر ڏسندي پرنسپال کي چيائين، هي ڪهڙو عجيب اسڪول آهي، جنهن ۾ اسڪول جي هر ٽئين ٻار جي پيءُ جو نالو، افضل پشاوري آهي؟“

افضل مون کي ٻاهر بينچ تي اڪيلو ويٺل ڏسي وائڙو ٿي ويو ۽ هٿ کان جهلي مون کي پنهنجي نعمت ڪدي ۾ وني آيو. هن اتي پنهنجي لاءِ هڪ خاص ڪارنر مخصوص ڪري رکي هئي، جتي صوفن تي ويهي هو پنهنجن ڪن خاص دوستن کي پنهنجا شعر بہ ٻڌائيندو هئو ۽ نعمت ڪدي جي لذيذ برياني پڻ ڪارائيندو هئو. مان جيتوڻيڪ هن جي خاص دوستن مان نہ هوس پوءِ بہ مون کي ملول ڏسي هن مون کي ان ڪارنر ۾ اچي ويهاريو ۽ ڪيسي مان هڪ پنو ڪڍي پنهنجو نئون نظم ٻڌائڻ شروع ڪيو. ٿورو گهڻو داد حاصل ڪري هن مون کان احوال ورتو. مون ٿورن لفظن ۾ هن کي ٻڌايو تہ مان ڪهڙي ڪم لاءِ بيگ صاحب سان هن جي گهر ملڻ آيو هوس. افضل چيو تہ بيگ صاحب مون کي سخت ناپسند ڪندو آهي، ان ڪري جي مون هن کي ڪجهہ چيو تہ ٽيڏو ڪم بہ ڊهي پوندءِ. باقص اختر الايمان (اردوءَ جو مشهور شاعر) منهنجو دوست آهي ۽ بيگ صاحب هن جي ڪا بہ ڳالهہ نہ ٽاريندو آهي. اڄ ئي مان اختر سان ڳالهہ ڪندس. بيحد اداسيءَ واريءَ حالت ۾ بہ مون افضل کي ڪلندي چيو،”بيگ صاحب ان ڪري تہ توکي ناپسند نہ ڪندو آهي جو توکي ست جويون آهن ۽ هو پاڻ اڃا ڪنوارو آهي.“افضل وڏو ٺهڪ ڏنو ۽ ويٽر کي سڏي اسپيشل بريانيءَ جو آرڊر ڏنو. افضل کان موڪلائي مان مڪتبہ جامعہ جي ڪتب خاني تي آيس.

تن ڏينهن هندوستان ۾ ترقي پسند تحريڪ زور تي هئي ۽ اردو شاعريءَ ۾ تہ ان جو بول بالا هئو. ڪجهہ ڏينهن اڳ مشهور ترقي پسند شاعري سردار جعفريءَ جي نظمن جو نئون مجموعو، پيراهن شرر مارڪيٽ ۾ آيو هئو. ان کان اڳ سردار جي شاعريءَ جا مجموعا،”پٿرون کي ديوارين ۽ ميراسفر جهڙا نظم پڙهندو هئو تہ ٻڌندڙن جون دليون ڌڙڪڻ لڳنديون هيون ۽ سندن رت جو دورو تيز ٿي ويندو هئو. هن کي پنهنجا سڀ نظم برزبان ياد هوندا هئا. اسٽيج تي شعر پڙهڻ وقت هو هڪ هٿ سان مائيڪ جهليندو هئو ۽ ٻئي هٿ سان منهن تي ڪرندڙ وڏا وار متي ڪندو رهندو هئو. ڪاليج جون ڇوڪريون هن تان گهرو گهرو وينديون هيون.

اڳتي هلي علي سردار جعفريءَ سان منهنجي تمام سٺي ڄاڻ سڃاڻ ٿي ويئي. هو جڏهن بہ دهليءَ ايندو هئو تہ مون سان ڪيئن بہ وقت ڪڍي ملندو هئو. اقبال شتابندي Centenary جي موقعي تي ڀارتي حڪومت طرفان انگريزيءَ ۾ شايع ٿيل ۽ هن جي ايڊٽ ڪيل يادگار پرچي لاءِ سردار مون کان بہ هڪ مضمون”اقبال ائنڊ عزيز“ (سنڌي شاعر ليکراج عزيز) لکارايو هئو. هو ڪٽر ڪميونسٽ هئو پر گڏو گڏ ڪٽر شيعو پڻ هئو. هونءَ هن جي هر شام مئہ نوشيءَ ۾ گذرندي هئي پر محرم وارا ڏهہ ڏينهن هو شراب کي ڇهندو بہ نہ هئو ۽ ڏهہ ئي ڏينهن ماتمين وارا ڪارا ڪپڙا پائيندو هئو. انهن ڏهن ڏينهن ۾ هن جي بيگم سلطانہ هن جو خاص خيال رکندي هئي ۽ هن کي گهر کان ٻاهر نڪرڻ

نہ ڏيندي هئي. هن پنهنجي هڪ طويل نظم ”ميرا سفر“ جو اختتام هن سٽ سان ڪيو آهي. ”هر عاشق هئہ سردار يهان، هر معشوقہ سلطانہ هئہ.“

سردار جعفر جڏهن پهريون پيرو پاڪستان ويو تہ هڪ هلڪٽ قسم جي شخص هن کان پڇيو، ”توهان پاڪستان هجرت چو نٿا ڪري اچو؟ ”سردار پنهنجي منفرد مرڪ سان هن کي جواب ڏنو. ”ڏس ڀائي. مان اتر پرديش جي گونده ضلعي جو رهندڙ آهيان، ان ڪري مون کي مانيءَ تي روز مانهہ جي دال ضرور گهر ۽ گوبده جهڙي لذيذ مانهہ جي دال پاڪستان ۾ پيدا نہ ٿيندي آهي.“

سردار جعفريءَ جي شاعريءَ جو نئون مجموعو، ”پيراهن شرر“ خريد ڪري مان جامع مسجد جي ڏاڪن تي اچي وينس. مارچ جو جهڙالو ڏينهن هئو سامهون سرمس شهيد جي مزار هئي. مون ”پيراهن شرر“ جو پهريون نظم پڙهڻ شروع ڪيو،

ڪڙاا هئہ ڪون يي پيراهنِ شرر پهني؟
بدن هئہ چور تو ماتي سي خون جاري هئہ
يہ ڪون ديوانا هئہ جو ليتا هئہ سچ ڪا نام اب تڪ
فريب ومڪر ڪو ڪرتانهين سلام اب تڪ.

يقين ۽ گمان جي لهرن ۾ لڙهندي، مان پنڌ ئي پنڌ روز ڪاليج ايندو رهيس، ان اميد سان تہ شايد ڪنهن ڏينهن بيگ صاحب جي سفارش تي رجسٽرار وٽان امتحان ۾ ويهڻ جو اجازت نامو اچي وڃي. بيگ صاحب کي ڄاڻ هئي تہ مان هڪ هونهار شاگرد آهيان. ڪاليج جي مخزن جو قابل ايڊيٽر آهيان. مون ۽ هيم ناگواڻيءَ گڏجي ڏينهن رات جي محنت سان دهلي ڪاليج جي لائبريريءَ جو سنڌي سيڪشن ترتيب ڏنو، جنهن ۾ اسان هند سنڌ جا ٽي هزار ڪن ڪتاب گڏ ڪيا. انهن جون ترتيبوار فهرستون تيار ڪيون. ڪاليج جي ڪيترين ادبي ۽ ثقافتي ڪار گذارين جون ڪامياب رٿائون جوڙيون. ۽ انهن ۾ چست بهرو ورتو آهي. پر سڀ ڪان وڏيڪ مان پنهنجي ملڪ مان جلا وطن ٿي آيو آهيان ۽ مون کي هن صاحب جي ناموس ۽ مان مرتبو مثالي هئو. يقينن هو هن جو چوڻ نہ موٽائيندا. نراس کان وڏيڪ آس جي اُجالي ۾ مان روز ڪاليج جي لائبريريءَ ۾ اچي ويهندو هوس. لائبريرين مسٽر انصاريءَ سان منهنجا بيحد خوشگوار تعلقات هئا ۽ هو مون کي لائبريريءَ ۾ آيل هر نئون ڪتاب ڏيکاريندو هئو. تن ڏينهن اجا هندوستان ۽ پاڪستان وچ ۾ ٽپال ۽ ڪتابن وغيره جي اچ وڃ جو سلسلو جاري هئو ان ڪري پاڪستاني رسالا پڻ باقاعدي دهلي ڪاليج جي لائبريريءَ ۾ ايندا رهندا هئا.

امتحان شروع ٿيڻ ۾ باقي پنج ڏينهن وڃي رهيا هئا. مان روز ڪاليج جي لائبريريءَ ۾ وينو اردو شاعريءَ جا مجموعا ۽ ترقي پسند تحريڪ جا ترجمان رسالا شاهراهہ شاعر، فنڪار، افڪار، ادب لطيف ۽ بيسوين صدي وغيره پڙهندو رهندو هوس. هڪ ڏينهن لائبريرين انصار صاحب مون کي لاهور مان شايع ٿيل ضخيم پرچي نقوش جو غزل نمبر ڏنو. وڏي سائيز جي پنج ڇهہ سو صفحن تي ڦهليل ان غزل نمبر ۾ بہ اڍائي سو شاعرن جي بهترين غزلن جي چونڊ هئي، جيڪا نقوش جي ايڊيٽر محمد طفيل جي قابليت جو نادر نمونو هئي. ولي دڪنيءَ کان سلام مڇلي سهريءَ تائين هندو پاڪ جا سڀ معتبر غزل گو شاعر ان ۾ شامل هئا، جيتوڻيڪ نقوش جي ان نمبر ۾ نوح ناروي جهڙن بزرگ شاعرن جا هي شعر پڻ درج ٿيل هئا،

ناري سي چلي نوح تو آري پنهنجي
آري سي چلي نوح تو آري پنهنجي .

اردو غزل جو اهو بہ هڪ رنگ روپ آهي.

حقيقت ۾ غزل جي صحيح رنگ ۽ صنف ۾ اردوءَ جو پهريون غزل ڪبير جوئي چيل آهي،

"همن هئہ عشق مستاني، همن کو هوشياري کيا؟"

پر "ائنتالاجيون" ترتيب ڏيندڙ اردو غزل جي شروعات "ولي دکني" يا "قلي قطب شاهہ" سان ڪندا آهن. بهرحال، مان لائبريريءَ ۾ صبح شام نقوش ۾ شايع ٿيل غزل پڙهندو رهيس. مون کان وسري ويو تہ امتحان نالي بہ ڪا بلاٿيندي آهي.

ڪيترائي سال پوءِ نومبر 1980ع ۾ مان جڏهن لاهور ۾ طفيل صاحب جي گهر هن جو مهمان هوس تہ ان وقت هو "مير تقي مير" تي نقوش جو نمبر شايع ڪري رهيو هئو. اداريو لکندي لکندي مون کان اوچتو پڇيائين، "مير جو ڪو جاذب شعر ٻڌاءِ ؟" منهنجي وات مان نڪري ويندو هئو،

"ابتدا ۾ هي مرگئي سب يار
عشق کي کون انتها لايا"

۽ طفيل صاحب مرڪي مون ڏانهن نهاريو هو.

مير تقي مير تمام وڏو شاعر آهي، جنهن نوي سال شاعري ڪئي پر ڪٿي ڪٿي هن جي شاعري سطحي ۽ غير معياري آهي، "اسي عطار کي لونڊي سي دوا ليتي هئن" يا " نہ چيڙ، نہ چيڙ ميري پنڊليون کو" جهڙي شاعري بہ هن ڪئي آهي. مون کي لکنوءَ ۾ اهو ڏسي افسوس ٿيندو آهي تہ ايتري وڏي شاعر جي مزار مٿان اڄ لکنوءَ جي ريلوي اسٽيشن جا پليٽفارم آهن ۽ هر روز هزارين ماڻهو ان کي لتاڙي رهيا آهن.

محمد طفيل مرداني حسن جو مثالي نمونو هئو. هن جي مرڪ اجا بہ وڏيڪ دلڪش هئي. هو شڪل صورت، رنگ روپ، قدبت ۽ ارڪاڻ ۾ هو بهو اسان جي نر سنڌي شاعري ليکراج عزيز جيان لڳندو هئو ۽ مان عجب ڪائيندو هوس تہ ساڳيءَ عمر جا بہ شخص ايتريءَ حد تائين هم شڪل ڪيئن ٿا ٿي سگهن؟ اڄ ٻيئي هن دنيا ۾ ناهن پر مٿي موت جا عزيز جي برعڪس طفيل صحب سخت مذهبي ماڻهو هئو ۽ "ٻن قومن واري نظريي" Two Nation theory جو پڪو حمايتي هئو. هو ان وقت جو فوجي ڊڪٽيٽر ضياءُ الحق جو پڻ وڏو حامي هئو. مون کي ٻڌايائين، "لاهور ۾ جڏهن هڪ مسجد جي تعمير جي پيڙهہ جو پٿر پئجي رهيو هئو تہ ضيا صاحب ان پٿر مٿان منهنجي رسالي نقوش جو هڪ پرچو رکيو ۽ اهو ڏسي منهنجيون اکيون ڀرجي آيون. مان ضياءُ الحق صاحب کي ان وقت کان اسلام جو وڏو مبلغ ۽ هڪ عظيم انسان ڪري مڃيندو آهيان."

بهرحال، آمر ضياءُ الحق اسلام جو ڪيترو وڏو مبلغ هئو يا نہ؟ اها ڄاڻ ناهي بہ باقي هو ڪيڏو عظيم شخص هئو، اهو مون هن سان فيبروري چوراسيءَ ۾ اجمير شريف ۾ ٿيل ملاقات وقت ئي ڄاڻي ورتو هئو. ضياءُ الحق صاحب سان ٿيل ان گڏجاڻيءَ جو دلچسپ احوال اڳتي هلي لکندس. پنجن دريائن جو پاڻي پيتل ماڻهو ايترو سخت گير چو ٿيندا آهن، مون کي اجا تائين سمجهہ ۾ نہ آيو آهي.

پاڪستان جي سابق وزير اعظم ميان نواز شريف پنهنجي هڪ انٽريو ۾ چيو آهي، "مون مٿان هلايل مقدمي جو فيصلو ڪندڙ جج جيئن تہ هڪ سنڌي هئو ان ڪري هن مون کي رڳو عمر قيد جي سزا ڏني، جنهن جي نتيجي طور مان اجا جيئرو آهيان، پر ان جي جڳهہ تي جي ڪو پنجابي جج هجي ها تہ مون کي يقينن ڦاسيءَ جي سزا ڏئي ها."

لائبريريءَ ۾ ويٺ مان نقوش ۾ شايع ٿيل غزلن جا چونڊ شعر نوٽ بڪ ۾ لکندو رهندو هوس ۽ زبان جو چشڪو وٺڻ لاءِ مير، نظير اڪبر آبادي، استاد داغ دهلويءَ ۽ شاد عارفيءَ جي شاعري ورائي ورائي پڙهندڙ هوس، داغ جو شعر آهي.

هو و حواس تاب و توان داغ جا چڪي.
اب هم ڀي جاني والي هئن سامان تو گيا.

ان وقت منهنجي من جي حالت جي ترجمان ڪري رهيو هئو. استاد داغ جي شاگرد بيخود دهلويءَ سان اڳتي هلي منهنجيون ڪيتريون ئي ڪچهريون ٿيون ۽ مان نارايڻ شيام ڪي پڻ ڪڏهن ڪڏهن هن جي ترڪمان گيٽ واريءَ بيٺڪ تي وٺي ويندو هوس. هو ان وقت لڳ ڀڳ ستانوي اڍانوي سالن جو هندو ۽ ويچارو اکين کان وينل هو. ننڍ پڻ ۾ هن جو غالب وٽ به اچڻ وڃڻ هئو ۽ هن جي چوڻ موجب هن ڪيترائي پنهنجي استاد داغ جي چوڻ تي غالب جي حقي جون ٽوپيون پڻ سايون ڪيون.

امتحان شروع ٿيڻ واري ڏينهن کان هڪ ڏينهن اڳ پرنسپال بيگ صاحب جو خاص پٽيوالو ڪيت، جنهن کي پ ڪيتو ڪري سڏيندا هئا، مون کي ڪئنٽين ۾ ڳولهڻ آيو، جتي مان سڄو مهينو اوڌر تي کائيندو پيئندو هوس. ڪيتوءَ سهڪندي سهڪندي ڪئنٽين ۾ پهچي مون کي اچي چيو، ”جلدي هل، بيگ صاحب توکي تڪڙو گهرايو آهي ۽ چيو اٿائين ته جي ڪاليج ۾ نه مليئي ته گهران وڃي وٺي اچينس. ”مان ڪاڏي جي پليٽ پري ڪري جلدي بيگ صاحب جي آفيس ۾ آيس. ڪيتو ڊڪندو پهرين ئي وڃي اتي پهتو هئو.

ڪيتو ٿر جي شهر مٺيءَ جو رهاڪو هئو. هو ڪراچيءَ ۾ ڊي جي سنڌ ڪاليج ۾ پٽيوالو هئو. هتي دهلي ڪاليج ۾ سدا رنگاڻيءَ جي سفارش تي بيگ صاحب هن کي نه رڳو ڪاليج ۾ نوڪري ڏني پر پنهنجو ذاتي خدمتگار ڪري رکيو. هو بيگ صاحب جو چڱ ڀلو مريد هئو ۽ هن وٽ ايندڙ هر ملاقاتيءَ کي چڱيءَ ريت سجاڻيندو هئو ۽ سندس روز مره جي ڪارگذاريءَ، عادتن ۾ ضرورتن جو خيال رکندو هئو. بيگ صاحب کهڙي وقت چانهه پيئندو، کهڙي وقت ماني کائيندو ۽ چا چا کائيندو. کهڙي وقت هن کي بلڊپريشر جون گوريون ڏيٺيون آهن ۽ کهڙي وقت وٽامن جا ڪئپسول ڏيٺا آهن. ڪيتوءَ وٽ سڄو ٽائيم ٽيبل هئو. ايتري قدر جو اڄ بيگ صاحب ڪي کهڙا فائيل ۽ ڪاغذ گهر ڪٽي ويٺا آهن، اهي به هن جي بريف ڪيس ۾ وجهي رکندو هئو. ان کان سواءِ هن کي ڪاليج جي هر سنڌي شاگرد شاگرداڻيءَ جي حسب نسب جي ڄاڻ هئي. ڪير ڪٿي رهندو آهي؟ ڪنهن جي ڪنهن سان دوستي آهي؟ ڪنهن جو ڪنهن سان معاشقو هلي رهيو آهي. هو سڄي خبر رکندو هئو. هن کي سوين ٿري لوڪ گيت ياد هئا. هزارين ڳجهاريون ۽ پروليون ياد هيون، جيڪي اسين سنڌي شاگرد ۽ شاگرداڻيون ڪلاسن کان پوءِ هن کي پنهنجي وچ ۾ ويهار ٻڌاندا هئا سين. ڪاليج جون ڇوڪرين ڪيتوءَ کي پنهنجي گرلس ڪامن روم ۾، جتي ڪنهن به شاگرد بلڪ پروفيسرن کي به وڃڻ جي اجازت نه هئي، ڪيتو آزاديءَ سان چانهه جون ڪٽليون ڪٽي اتي ايندو ويندو هئو. هو ايترو ته دلچسپ ڪئريڪٽر هئو جو هن بابت تفصيل سان لکڻ ويهان ته الائي ڪيترا صفحا پرجي وڃن.

ڌڙڪندڙ دل سان بيگ صاحب جي ڪمري ۾ گهڙي مون چوڌاري نهاريو. ڊاڪٽر سدا رنگاڻي، ڊاڪٽر فاروقي، ڪاليج جو برسر ڊاڪٽر موسوي، اتر الايمان ۽ هندي ٻوليءَ جو مشهور ليکڪ ڀشم ساهني (فلم اداڪار بلراج ساهنيءَ جو ننڍو ڀاءُ) جيڪو اسان جو انگريزيءَ جو پروفيسر هئو، بيگ صاحب جي وسيع ڪمري ۾ هن جي سامهون ڪرسين تي ويٺا هئا. مون کي در تي بيٺل ڏسي بيگ صاحب سريلي آواز ۾ چيو، ”آجائو آجائو.“ ۽ مون کي ڪرسيءَ تي ويهڻ لاءِ چئي ڪيتوءَ کي چانهه جو ٻيو ڪوپ آڻڻ لاءِ چيائين. مان ساهه روڪي ڪجهه ٻڌڻ جو انتظار ڪرڻ لڳس. بيگ صاحب ميز جي خاني مان يونيورسٽيءَ جي رجسٽرار وٽان آيل لفافو ڪڍيو ۽ مون کي ڏيندي چيائين، ”وٽ تنهنجو امتحان ۾ ويهڻ جو اجازت نامو اڄ ئي آيو آهي. سڀاڻي کان وٺي تنهنجا امتحان شروع آهن. هڪدم يونيورسٽيءَ وڃي

امتحان جي داخلا جو ڪارڊ وٺي اچ ۽ جيتري تياري ڪري سگهين، ڪر. مون کي خبر آهي ته تون هڪ هوشيار ۽ قابل شاگرد آهين. هڪ ٻه پيرو نظر ثانيءَ سان ئي گرئجويشن جي ڊگري حاصل ڪري سگهندي. مون کي اها به ڄاڻ آهي ته تون ڪاليج ۾ چوڪرين مٿان سنگترن جا ڇڪا اڇليندو آهين پر تنهنجي قابليت ڪري مون تنهنجيءَ هر حرڪت تي چشم پوشي پئي ڪئي آهي."

بيگم صاحب جو اپديش ٻڌي مون کان وڏيڪ ڊاڪٽر سدارنگاڻي شرم کان ڳاڙهو ٿيندو پئي ويو. اتر الايمان ۽ پشم ساهني زير لب مرڪندا رهيا. يونيورسٽي وڃي امتحان جي داخلا جو ڪارڊ وٺي مان ڪناٽ پليس جي پالازا سينما ۾ مارلن مانرو جي فلم Seven year itch (ستن سالن واري خارش) ڏسڻ هليو ويس.

اڳتي هلي مون مارلن مانرو جي زنگيءَ بابت تمام گهڻي ڄاڻ حاصل ڪئي. هن جو اصلي نالو نارماجين Norma jean هئو. هن ڇٽيهن سالن جي عمر ۾ سال 1962ع ۾ ننڊ جي گورين جي سڄي شيشي ڦڪي خود ڪشي ڪئي. پنهنجيءَ ماءُ جي پاڳل خاني ۾ پرتي ٿيڻ بعد هوءَ تيرهن سالن جي عمر تائين يتيم خانن ۾ پلجندي رهي ۽ ٻن سکل ڊبل روٽين کي پاٽيءَ ۾ پسائي ويلاٽاريندي رهي. سورهن سالن جي عمر ۾ هن پنجاهه ڊالرن جي معاوضي تي ڪئلينڊرن لاءِ عريان تصويرون ڪڍايون. پر جڏهن هن کي آڇ ڪئي ويئي ته فلاڻو بيمار مليونيئر Milliner (جنهن لاءِ ڊاڪٽرن جو چوڻ آهي ته ڇهن مهينن کان وڌيڪ نه جيئندو) توسان شادي ڪرڻ ٿو چاهي ۽ وصيت ۾ ٻه ملين ڊالر تنهنجي نالي ڪرڻ لاءِ تيار آهي، ته نارما جين (مارلن مانرم) ان کان انڪار ڪري ڇڏيو.

خود ڪشيءَ کان ڪجهه وقت اڳ هن پنهنجيءَ اعتماد جوڳي ساهيڙيءَ کي چيو هئو، "مون زندگيءَ ۾ پنجاهه کن مردن سان همبستري ڪئي آهي پر ڪنهن به مرد مون کي جنسي تڪميل تائين نه پهچايو آهي." Ibid

مون جڏهن هن جي اڌ ۾ ڇڏيل آتم ڪٿا My story "منهنجي ڪهاڻي" پڙهي هئي ته مان ڪيتريون راتيون ننڊ نه ڪري سگهيو هوس.

سئنيما هال کان ٻاهر اچي مون گذريل سڄي هفتي جي ذهني ڇڪتاڻ کان فراغت ۽ آسائش محسوس ڪئي ۽ پنواڙيءَ جي مانڊڻيءَ تان زندگيءَ جو پهريون سگريٽ وٺي پيتو. ويهن سالن جي عمر ۾ ڪيل پنهنجيءَ ان غلطيءَ جي سزا اڄ تائين ڀوڳي رهيو آهيان. پنجاهه سالن کان هڪ غلطي غلطيءَ ڇيڪو Smoker هئڻ ڪري مون پنهنجيءَ صحت جو ستيا ناس ڪري ڇڏيو آهي. ڦڦڙن مٿان دونهين جا تهه ڄمي ويا آهن، جيڪي هينئر ڪاريءَ سليٽ جيان سخت ٿي چڪا آهن.

ان رات مون ٻئي صبح جو شروع ٿيندڙ بي ڪام فائينل (آنرس) جي امتحان لاءِ ڪا به تياري نه ڪئي. منهنجو من ايڪانامڪس، ڪامرس، فنانس، ٽريڊ ۽ مرڪنٽائيل لاءِ جهڙن خشڪ موضوعن طرف مائل ئي نه هئو. پر پنهنجي پيءُ جي صلاح تي مون ڪاليج ۾ اهي موضوع ان ڪري ڪنيا هايئ جو هن نئين صنعتي واڌاري ڪندڙ ملڪ ۾ انهن جي ڊگري حاصل ڪندڙن لاءِ روشن مستقبل هئو. ان جي برعڪس سائنس ۽ انجنيئرنگ وغيره واري لائين منهنجي وس کان ٻاهر هئي. جي ڪڏهن اتفاق سان ڪنهن سان سائنس ۾ نوانوي سيڪڙو شاگرد به پاس ٿي وڃن ها ته مان ان هڪ سيڪڙو ناپاس ٿيل شاگرد به پاس ٿي وڃن ها ته مان ان هڪ سيڪڙو ناپاس ٿيل شاگردن مان ئي هجان ها. ٻئي ڏينهن صبح جو امتحان لاءِ روانو ٿيڻ وقت منهنجي پيءُ منهنجي مٿي تي هٿ رکي آسيس ڪئي ۽ منهنجيءَ ماءُ منهنجيءَ

ساجيءَ پاڻهن ۾ درازن جي درويشن وٽان حاصل ڪيل ڪارو ڌاڳو ٻڌي دعائن سان مون کي رخصت ڪيو.

يونيورسٽيءَ جي ڪامرس فئڪلٽيءَ جي هال ۾ ڪانڊيءَ جو ڪرتو پائجامو پائي مان پنهنجي پيءُ جي ڏنل پارڪر پين سان ڏهن ڏينهن جي امتحان دوران ست پيپر لکي پورا ڪيا. هندوستان جو هاڻوڪو وزير اعظم ڊاڪٽر من موهن سنگهه تنهن وقت دهلي اسڪول آف ايڪانامڪس ۾ امتحان جو انوجيليٽر هئو. هال ۾ اچ وڃ ڪندي، منهنجي ڊيسڪ وٽان لنگهندي هو مون ڏانهن مرڪي نهاريندو هئو. تراشيل ڪاري ڏاڙهي ۽ مڇن وچ ۾ هن جي گوري چهري واري مرڪ بيحد دلڪش ۽ همٿائيندڙ هوندي هئي. مون کي لڳندو هئو ڄڻ هو مون کي لکڻ وقت اتساهه ڏياري رهيو آهي. امتحان جو پيپر پورو ڪري مان هن کان هٿ ملائي موڪلائيندو هوس ۽ چاهيندو هوس تہ هر روز اسان واري هال ۾ ئي هن جي ڊيوٽي لڳي.

پويون پيپر پورو ڪري مان دهلي اسڪول آف ايڪانامڪس ۾ هن کان موڪلائڻ ويس. هن مون کان مختصر ۾ حال احوال ورتو. سنڌ جو بئڪگرائونڊ پڇيائين ۽ ڪجهہ پنهنجي اولهہ پنهنجي (پاڪستان پنجاب) جي پئدائشي ڳوٺ ”گوه“ بابت ٻڌايائين ۽ نيڪ خواهشن سان رخصت ڪيائين.

امتحان جو نتيجو ٽن مهينن کان پوءِ ظاهر ٿيڻو هئو. مون کي سخت حيرت ان وقت ٿي جڏهن اخبار ۾ منهنجو نالو فرسٽ ڊويزن ۾ پاس ٿيل شاگردن واريءَ فهرست ۾ شايع ٿيل هئو.

هينئر مان هڪ آزاد پکي هوس ۽ ڪجهہ ڏينهن ۾ ئي منهنجي اها آزادي چڙواڪيءَ ۾ بدلجي ويئي. ڪناٽ پليس ۽ گول مارڪيٽ ۾ آواره گردي، هر فلم جي پهرئين ڏينهن جو پهريون شو، سڄي سڄي شام دير تائين نرملا ڪيفي ۽ چندوءَ جي هوٽل ۾ دوستن سان ڪچهريون ڪڏهن ڪڏهن دادن ميان جهڙن داداگيرن جي اڏي تي وڃي هنن جا جانبازي، خونخواري ۽ قاتلانہ زندگيءَ جا خوفزده ڪندڙ قصا ۽ سندن معرفت پيشي ۾ لڳايل نيون نيون هٿ ڪيل شرنار ٿي ۽ پنجاب جي الڳ الڳ شهرن ۽ ڳوٺ مان اغوا ڪيل ڇوڪرين جون صحبتون، سندن قياس جوڳي روز مره جي زندگيءَ جون ڏکوئيندڙ حالتون ان وقت مون کي رڳو اهو اطمينان ڏيندو هئو تہ سڄي بازارِ حسن ۾ هڪ بہ ڪسبياڻي سنڌياڻي نہ آهي.■

## سٽٽيهون پنو

پاڪستان جي هڪ ملي پنهنجي ملڪ جي ماڻهن مشورو ڏنو آهي، ”ناچ گانا ڏسڻا اٿو تہ انڊيا هليا وڃون.“

مان سمجهان ٿو تہ ان ملي پنهنجي خدا کان بمبئيءَ جي برهمڻ چيف منسٽر جي پڳوان کي مٿان چورائي آهي، جو هن ممبئيءَ جون سڀ نائيٽ ڪلبون، ڪئبري بارس ۽ ناچ گانا بند ڪرائي، لکين ناچڻين، ڳائڻين ۽ سندن سازيندن، ڪلبن جي مالڪن ۽ ملازمن وغيره جي پيٽ تي لت هنئي آهي. اهي مايون ان ملي کي هاڻي هٿ ڪٽي پٽينديون هونديون.

اهو برابر آهي تہ اڄ ڪلهہ هتان جي ڪن حلقن ۾ اگهاڙپ وارن ناچ گانن، ريجاليپٽي ۽ فحاشت، سڀ سماجي ۽ اخلاقي اصول ۽ حد بنديون ڪلا جي نالي ۾ نئون ثقافتي انقلاب آندو آهي. پر حقيقت ۾

اهو انقلاب نہ پر انقلاب جي ذلت بڻجي چڪو آهي. نتيجي طور پرچپوري ناچن ۽ نوچنديءَ جي ميلن ملاڪڙن ۾ نئين نسل جون ناچڻيون پنهنجين چاتين جي اپار سان، ميرا بج گيا طبلا، طبيلي ۾ ... جهڙا فحاش گانا، تالا، پڪال ۽ اشارا ڪري جمهوري نظام ۽ سماج جي مٽي پليٽ ڪري رهيون آهن. پر پوءِ اهڙي آزادي يا ڇڙواڳي سندن بنياد پيشوارانہ حق آهي.

بهرحال، پاڪستان جي ان ملي جي مشوري جي نتيجي طور جيڪڏهن ٻنهي ملڪن جي شائقين جي اچ وڃ جو سلسلو وڌي سگهي تہ اها بہ زحمت ۾ رحمت ۽ بڻجي ايندي.

ڪڏهن ڪڏهن ڪي اتفاقي عمل سچ پچ (blessing in disguise) ثابت ٿي پوندا آهن.

ڪجھ مهينا اڳ هندوستان ۽ پاڪستان وچ ۾ هلندڙ سمجهوتا ايڪسپريس ٽرين جو دهليءَ کان نوي ڪلو ميٽر اڳتي پاڻيپٽ ويجهو پيانڪ ۽ درد ناڪ حادثو ٿيو. ٽرين جو هڪ سڄو گاڏو بم ڌماڪي ۾ تباهہ ٿي ويو جنهن ۾ سوار انهٺ بيگناهن جون جانيون هليون ويون. ۽ ڪيترائي زخمي ٿي هتان جي صفدر جنگ اسپتال ۾ زير علاج رهيا. پر گڏو گڏ زحمت ۽ رحمد وارو هڪ ٻيو اتفاق اهڙو بہ ٿيو، جنهن ۾ ان کان وڌيڪ ڪيئي جانيون بچي بہ ويون.

ڪراچيءَ جو هڪ مهاجر ٽيلر ماسٽر پنهنجن مائٽن سان ملڻ لاءِ هندوستان آيل هئو تہ مهينو کن رهڻ کان پوءِ ان ئي بدنصيب ٽرين ۾ ڪراچيءَ واپس وڃي رهيو هئو. ڪلئي عام ميسر ٿيندڙ هڪ ملڪ ۾ پنهنجي پوئين ڏينهن وسڪيءَ جي پوري بوتل چاڙهي هو رات جو لاهور ويندڙ سمجهوتا ايڪسپريس جي هڪ گاڏي ۾ چڙهي پيو. مسافرن سان ڳتيل گاڏي ۾ هو هتي هتي ٿڙڪندو رهيو. گاڏي ۾ سوار مسافرن هن مٿان ٿڪ لعنت وجهي ڪيس گاڏي مان لاهي ڇڏيو. ۽ هو ٿڙندو ٿاٻڙندو هڪ ٻئي گاڏي ۾ چڙهي پيو. ڪٿي بہ ويهڻ جي جاءِ نہ ملڻ ڪري هو ٽرين جي فرش تي ئي سمهي پيو ٽرين هلڻ لڳي.

هينين برٿ هينان هٿوراڙيون هٽندي اوچتو هن جو هٿ سيٽ هينان رکيل سوٽ ڪيس تي وڃي پيو. هن آهستي آهستي ڪسڪائي اهو سوٽ ڪيس ڪوليو. سوٽ ڪيس ۾ ٽائيم بم رکيل هئا ۽ بم جي ٻن پاسن کان تيزاب جون ٻہ بوتلون رکيون هيون. نشي ۾ ٻٽ ٽيل درزيءَ کي اهي ٽائيم بم ۽ انهن سان جڙيل تارون تہ سمجھ ۾ نہ آيون. هن کي رڳو ايترو سمجھ ۾ آيو تہ تيزاب جون اهي ٻہ بوتلون وسڪيءَ جون بوتلون آهن. سوٽ ڪيس مان ٻيئي بوتلون ٻاهر ڪڍي هن چپ چاپ پنهنجي ٿيلهي ۾ لڪائي ڇڏيون ۽ بمن وارو سوٽ ڪيس هلندڙ ٽرين مان اڇلائي ڇڏيو.

پوليس جي پڇاڳاڇا ۾ جڏهن سڄي حقيقت ظاهر ٿي تہ حڪومت هن کي سڄي گاڏي جي ماڻهن جي جان بچائڻ لاءِ آفري نامي سان گڏ انعام اڪرام پڻ ڏنا. "زحمت ۽ رحمت" جا اهڙا ڪيئي تجربا مون کي پنهنجي زندگيءَ ۾ حاصل ٿيا آهن.

ڪارلائل چيو آهي، "سني زندگي گذارڻ ۽ سني آتم ڪٿا لکڻ دنيا جا اوکي ۾ اوکا ڪم آهن. جيڪڏهن منهنجيءَ عمر مون سان وفا ڪئي تہ ان اوکي ۾ اوکي ڪم کي مان تڪميل تائين ضرور پهچائي ويندس ۽ سارتر وانگر اڌ ۾ هٿ مٿي ڪٽي اهو نہ چوندس تہ، ايماندارانہ آتم ڪٿا لکڻ منهنجي وس کان ٻاهر آهي."

مون لاءِ هاڻي،
هو چڪين غالب بلائين سب تمام
ايڪ مرگ نگهاني اور هئہ.
وارو وقت اچي چڪو آهي.

مان زندگيءَ ۾ باقائده ٽي پيرا چڪلي ويو آهيان. پهريون پيرو نارايڻ شيام سان دهليءَ ۾ ٻيو پيرو سترام همدرد سان ناگپور ۾ ۽ ٽيون ۽ آخري پيرو پنهنجي ان دوست سان جيڪو ڏٽيءَ جي ڪرم سان اجا "باقائدي حيات" آهي ۽ پنهنجي اخلاقي قدرن سان پاڻ کي محفوظ رکڻ ٿو چاهي.

مان هن جي ان "اميج" جو قدر ٿو ڪريان. حالانڪ اسان مان ڪنهن به ڪڏهن اتي ڪو ڪڏو ڪم نه ڪيو. باقي سير سپاٽي جي خيال کان مان پئرس. "ائمسٽرڊم ۽ "ونڊسر" کان وٺي ٿائليند، هانگ ڪانگ ۽ منيلا وغيره جي، بازار حسن ۽ مساج پالرن (parlors) جا سپ پڌر پار ڪري آيو آهيان. منهنجي ذاتي آزمودي موجب دهليءَ جون مجري واريون شائستگي، تهذيب، ادب آداب ۽ فن ۾ ان وقت آگري، لکنو، بنارس، ميرٺ ۽ سهارنپور جي طوائف کان وڌيڪ دلڪشن هيون. (اڄ انهن ڪوٺن تي چٻرن ۽ چمڙن جو واسو آهي.) هو لکنوءَ جي ديريدار بسوائڻ کان به شگفته اردو ڳالهائينديون هيون ۽ پنهنجن آشنائن جو بيحد احترام ۽ عزت ڪنديون هيون. دهليءَ جي ڪيترن ئي شاعرن ۽ اديبن جي وٽن اڪثر اچ وڃ هوندي هئي ۽ منجهائن ڪي ڪن جون نورِ نظر به هونديون هيون. بازار جي حسابچي دادن ميان ڏيوديءَ جي هر طوائف خواهه ڪسبياڻيءَ جو خاص خيال رکندو هئو. ڪنهن جي به حق تلفي نه ڪندو هئو. ذاتي سطح تي دادن ميان سخت پرهيزگار ۽ اشراف انسان هئو. هو مجري وقت ڪوٺي تي ڪنهن کي شراب پيئڻ جي اجازت نه ڏيندو هئو ۽ اوباش قسم جي تماشبينن تي ڪرڙي اک رکندو هئو. موٺ ۾ مايون به هن جي عزت ۽ ادب ڪنديون هيون. هن جي هڪ همراهه مون کي ٻڌايو هئو ته هتي اچڻ کان اڳ هو هڪ سنڌي، پير سائين مسڪين شاهه جو مريد هئو ۽ ڪجهه وقت پير جي درگاهه جو متولي پڻ رهيو.

سائين مسڪين شاهه سنڌ جي ڳوٺ مٽياري مان پنڌ ئي پنڌ بهار پرڳڻي جي شهر رانچيءَ ويجهو ڪالو ٻگان نالي باغ ۾ اچي سال اٽويهه سو ويهن ڌاري پنهنجو تڪيو قائم ڪيو. چوڏهن سال ان تڪيي تي رهندي هن جي لکين هندو ۽ مسلمان مريد ٿي ويا. چون ٿا ته اهڙو ڪو به سوالي نه هئو جيڪو هن جي در تان خالي هٿين موٽيو هجي. سال اٽويهه سو چوٽيهن (1934) ۾ مسڪين شاهه جو وصال ٿيو. ۽ ان ئي سال هن جي مريدن ان جاءِ تي وسيع درگاهه تعمير ڪرائي، جنهن لاءِ ان وقت جي انگريز سرڪار پڻ دل کولي مالي ۽ ٻي مدد ڪئي.

مان وقت کان ڪجهه اڳتي وڌي ٿو وڃان.

سال ٻياسيءَ ڌاري مان سنڌ جي شاعر نياز همايونيءَ کي پٽنا مان رانچيءَ وٺي آيو هوس. ۽ نياز اتي جيڪا دعا گهري سندس اها دعا حيرتناڪ حد تائين قبول پيئي.

نياز همايوني، سائين غلام مصطفيٰ قاسمي ۽ يعقوب مغل پٽنا جي هڪ ادبي ڪانفرنس ۾ شرڪت ڪرڻ آيا هئا، جنهن ۾ مون کي پڻ پيپر پڙهڻو هئو. اتي ئي اسان جي واقفيت گهري دوستيءَ جو روپ ورتو. دهليءَ اچي نياز ۽ مغل ته همدرد ٽرسٽ جي هاسٽل ۾ رهيا پر سائين قاسمي منهنجي گهر رهيو. منهنجو پٽ لالي ان وقت يارهن سالن جو هئو. هو روز اسڪول مان موٽي سڌو قاسمي صاحب جي خدمت ۾ حاضر ٿيندو هئو. هن کي پيرن تي زور ڏيندو هئو، هن کي هنداڻي جون ڦارون ڪٽي کارائيندو هئو. ۽ شربتن جا گلاس ڀاهي ڏيندو هئو، لالي سائين غلام مصطفيٰ قاسم کي ياد ڪندو آهي ۽ هن جي وفات جو ٻڌي زرو زار رنو هئو. ڊاڪٽر سدارنگاڻي رٽائر ٿيڻ کان پوءِ گهر کان ٻاهر نه نڪرندو هئو. پر سائين قاسميءَ سان خاص ملڻ لاءِ منهنجي گهر آيو ۽ ڪلاڪن جا ڪلاڪ ساڻس ڪچهريون ڪيائين. خادم، نياز

همايونيءَ کي شاھ جي بيتن جي فارسي ترجمي ۾ پڻ معقول اصلاح ڪري ڏنو.

شاعر نياز همايوني پيشي طور حڪيم هئو. هن دهليءَ جي ڪيترن ئي حڪيمن ۽ وئدن جا در پيتيا، خاص طور درياگنج جي مشهور وئد شيتل پرشاد کان ڪيئي نسخا ۽ معجونون وٺي پريون ٻڌائي پاڻ سان سنڌ ڪٺي ويون. گوپيءَ ۽ ٻارن قاسمي صاحب ۽ نياز کي ڪجهه ڏينهن هتي وڏيڪ رهي پوڻ لاءِ زور پريو پر نياز گوپيءَ کي چيو، "ادبي، هتان وڃن تي دل تہ اصل نٿي ڪري پر حيدر آباد وڃي ٻئي هفتي شادي ڪرڻي اٿم. منهنجي گهر واري اسان کي پنهنجو ڪو اولاد نہ هئڻ ڪري منهنجي ٻي شادي ڪرائي رهي آهي. هن پاڻ ئي مون لاءِ هڪ ويهن سالن جي هارياڻي ڳولي ساڻس منهنجو مڱڻو ڪرايو آهي. ۽ شادي بہ پاڻ ئي پنهنجن هٿن سان ڪرائي رهي آهي. ادبي، دعا ڪريو تہ هن عمر ۾ اولاد جو سک ڏسان." ان وقت نياز جي عمر چاونجاهہ سال هئي. گوپي حيرت وچان هن جي نوڙهي متي ۽ مٿڪي جهڙي ٻاهر نڪتل پيٽ ڏانهن ڏسي رهي هئي. نياز ڪلندي گوپيءَ کي چيو، "ڪومل کي مون سان گڏ هلڻ جي اجازت ڏئي تہ ڪنهن جوان ۽ حسين هارياڻيءَ سان هن جو نڪاح ڪرائي ڇڏيا. "گوپيءَ چيس، "پلي وٺي وڃينس پر ٻنهي کي هتي موڪلجو، گهر جي ڪم ڪار ۾ مون کي ڏاڍي سهوليت ٿي پوندي، اڄ سنيون ڪم واريون مايون ملن ئي نٿيون." نياز همايونيءَ سنڌ وڃي ويهن سالن جي جوان هارياڻيءَ سان شادي ڪئي. سالن کان پوءِ مون کي فون ڪيائين، "ڪول، مون کي پٽڙو ڄائو آهي." مون ۽ گوپيءَ هن کي واڌايون ڏنيون. ٻئي سال نياز کي پٽ ڄائو ڇئي نٿو سگهان تہ نياز همايوني جي سندس سالن کان سانديل سک کي اولاد جي نعمت سان نوازڻ ۾ سائين مسڪين شاھ جون دعائون شامل هيون يا دهليءَ جي وئدشيتل پرشاد جي ڪشتن جو ڪرشمو هئو. نياز مون کي چوندو هئو تہ عمر جي آخري دور ۾ مان بہ هندوستان اچي پنهنجو ڪو تڪيو قائم ڪندس ۽ توکي پنهنجو متولي مقرر ڪري ويندس. اڄ سنڌي شاعريءَ جو فردوسي نياز همايوني هن دنيا ۾ ناهي. وفات کان هفتو اڳ هن مون کي شادي پنهنجي زندگيءَ جو پويون خط لکيو هئو، جنهن ۾ لکيو هئائين، "ڪومل، اڪيلاين ۾ اڪين جاڳوڙها شاهد آهن تہ مان توکي ڪيترو نہ ياد ڪري رهيا آهي." نہ هو سائين مسڪين شاھ جيان هتي پنهنجو ڪو تڪيو قائم ڪري سگهيو ۽ نہ ئي مان هن جو متولي يا مجاور ٿي سگهيس.

بهار پرڳڻي جي پٽنا، رانچي، جمشيد پور ۽ ٻين وڏن شهرن جي پاسپورٽ آفيس ٻاهران چڪر ڏيندڙ ايجنٽن ۽ دلالن جو سائين مسڪين شاھ ڏنڌو ئي بند ڪري ڇڏيو آهي. هر جمعي ڏينهن هزارين جوان مرد عورتون مزار اندر ستل سائين مسڪين شاھ جي درگاھ تي ڏاڍا ٻڌڻ ۽ چادرون چاڙهڻ سان گڏ پنهنجا پاسپورٽ ۽ ويزائون رکي ٻاهرين ملڪن ۾ معقول ملازمتون حاصل ڪرڻ جون دعائون گهري رهيا آهن ۽ دعائون گهري واپس ورڻ وقت پنهنجن پاسپورٽن جون زيراڪس ڪاپيون مزار مٿان چانوَ ڪندڙ پپر جي وڻ جي ٽارين ۾ پنن سان چنبڙائي اچي رهيا آهن. مزار جي مريدن ۽ متولين جو چوڻ اهي تہ صوفي درويش ڪڏهن بہ ڪنهن کي مايوس نہ ڪيو آهي. ايجنٽن ۽ دلالن مٿان پئسو ۽ وقت وڃائڻ بدران درويش جي مزار تي وڃي دعا گهرڻ سان سيني جي من جون مرادون پوريون ٿين ٿيون ۽ هر مرادوند کي مناسب ملازم ملي ٿي وڃي. مٿيارين جي سنڌي درويش سائين مسڪين شاھ، ذات پات ۽ ڌرم مذهب جا سڀ سنڌا مٽائي ڇڏيا آهن. سڄي ملڪ مان هزارين هندو مسلمان ۽ سک روزانو مزار تي حاضري

پري رهيا آهن. خاص ڪري جمعي ڏينهن اتي تر ڇڻڻ جيتري جاءِ به نه هوندي آهي.

درگاهه جي موجوده متولي پير محمد جو چوڻ اهي ته پنهنجن پاسپورٽن جون زير اکس ڪاپيون اتي رکي وڃڻ بعد مرادون پختي يقين سان موٽنداآهن ته سائين مسڪين شاهه جو ايراني نار ۽ عرب ملن مٿان حڪم هلندو آهي. هو اڌ رات جو سيني رکيل پاسپورٽن جي ڪاپين مٿان دعا جو هٿ گهمائيندو آهي ۽ ڪنهن به سواليءَ کي هٿين خالي نه موٽائيندو آهي. هاڻي ته ڪيترائي عقيدمند شادين مرادين جا ڪارڊ به سائين مسڪين شاهه جي درگاهه تي رکي پوءِ اڇي اگني (باهه) اڳيان ست ڦيرا ڏين يا مولويءَ کان نڪاح جا ٻه ٻول تا پڙهائين.

دهليءَ جي بازار حسن واري با اختيار اداري جو سربراهه دادن ميان مٿان به شايد مسڪين شاهه جي مهر هئي. هڪ شام منهن اونداهيءَ مهل دادن ميان مٿوبني ريشم جي پهراڻ ۽ گوڏ ۾ سهي سنهيري، ڪن ۾ لکنوي عطر جو پهو وجهي مون کي ۽ نارايڻ شيام کي ممتاز جي بالاخاني تي پنهنجو خاص مهمان ڪري وٺي هليو. مون کي سخت حيرت لڳي جو شيام جهڙو درويش صفت شخص بنا ڪنهن هٻڪ ۽ حجاب جي مرڪندو مون سان گڏ بالاخاني جون ڏاڪڻيون چڙهڻ لڳو. شاعر نارايڻ شيام جي زندگيءَ جوهي ٻيو موقعو هئو جو هن بازار حسن جو ٻنيو لتاڙيو هئو. ڪراچيءَ ۾ ڊي جي سنڌ ڪاليج جي شاگرديءَ واري زماني ۾ هڪ رات دير سان شيخ اياز شيام کي ننڍ مان اٿاري نيپئر روڊ جي چڪلي ۾ وٺي آيو هئو. پر شيام رڳو ٻئنڪ جي ٻاهرئين حصي ۾ ڪرسي تي ويٺو اياز جي ٻاهر اچڻ جي انتظار ۾ چپ چاپ ويٺو رهيو شاگرديءَ واري وقت ۾ به شيام شادي شده ئو ۽ هڪ ٻن ٻارن جو پيءُ هئو. هي ٻيو پيرو هئو جو شيام اٺن ٻارن جو پيءُ هئڻ کان پوءِ مون سان گڏ دهليءَ جي ڪوٺي جون ڏاڪڻيون چڙهيو

هئو. دادن ميان نارايڻ شيام کي غور سان ڏسي رهيو هئو ۽ جڏهن مون کي ٻڌايو ته هي سنڌي زبان جو تمام وڏو شاعر آهي ته دادن ميان مون کي چيو ته اڄ مان هن کي ممتاز جي ڪوٺي تي هڪ ٻئي وڏي شاعري سان ملائيندس. نارايڻ شيام تن ڏينهن ان علائقي جي پندرهن منٽن جي پنڌ تي پريس روڊ جي سرڪاري بنگلي ۾ رهندو هئو، جيڪو بنگلو هن جي والد ديوان گوڪلداس ناگواڻيءَ کي هڪ سرڪاري آفيسر جي حيثيت ۾ مليل هئو. هو پاڻ ۾ ٻارنهن ڀائر ڀينر هئا، جن ۾ شيام وڏي ۾ وڏو پٽ هئو. هن جي ڪٽنب مٿان قدرت جو الائي ڪهڙو پاراتو پيل هئو جو پنجن ڀائرن ۽ ڇهن ڀينرن ۾ ٻه ڀائر ۽ ٻه ڀينر ڄائي ڄم کان گونگا ۽ ٻوڙا هئا. نارايڻ شيام ۽ هن کان اٺ سال ننڍو ڀاءُ هيم ناگواڻي قابليت ۽ ذهانت ۾ پنهنجو مثال پاڻ هئا. جيئن سنڌي شاعريءَ ۾ نارايڻ شيام جهڙو شاعر پئدا نه ٿيو آهي. تيئن هيم به پنهنجي شعبي ۾ يڪتا هو. هو جڏهن اسٽيج تي قدم رکندو هئو ته ٻيا سڀ ڪردار رڳو هن جي اڳيان پويان چرندا پرندا نظر ايندا هئا. سنڌي ناٽڪ ڪلا تي تحرير ڪيل هيم جو ڪتاب، ”مور نچندا رهن“ هڪ شاهڪار تصنيف آهي. هن کي اڃا ان ڪتاب جا ٻه ٻيا جلد به مڪمل ڪرڻا هئا پر زندگيءَ هن سان وفا نه ڪئي. هو پنهنجي ڀاءُ نارايڻ شيام کان اٺ سال ننڍو هئو پر شيام کي ئي هن جي ارٿيءَ کي ڪلهو ڏيڻو پيو. مان ان وقت آمريڪا ۾ هوس. ائين الائي ڇو ٿيو آهي جو مان پنهنجن ٻين پيارن دوستن هيم ۽ هريڪانت جي وڇوڙي وقت ڪائنن هزارين ميل پري آمريڪا جي دوري تي رهيو آهيان، جتي ئي مون کي ٻيئي پيرا دماغ جا دورا پيا زندگيءَ جا ان ڪان وڌيڪ ڪهڙا عذاب ڏسجن؟

پريس روڊ جي چئن وڏن ڪمرن ۽ ويڪري پڌر واري ان سرڪاري بنگلي ۾ نارايڻ شيام جا والدين ۽ ڏهن ڀائرن ڀينرن ڪان

سواءِ شيام جا سوٽ سوٽيون ۽ انهن جا ٻار ٻچا ملائي ڪل ٻٽيهن ٻاتين جو شاهي ڪٽنب رهندو هئو. روز رات جي مانيءَ کان اڳ گهر جي سيني ٻاتين کي پڌر ۾ گڏ ٿي اڌ منو ڪلاڪ بلند آواز ۾ رام ڌن (ڀڳوان رام جي ساراهه ۾ ريچيل گيت) ڳائڻي پوندي هئي. شيام پاڻ ڪرشن ڀڳت هئو پر گهر جي سيني مانيءَ وقت سڀ ٻاتي قطار ۾ ويهندا هئا ۽ هر ڪنهن کي مانيءَ جو پهريون گرهه گئو ماتا کي کارائڻ لاءِ اڳ ڪڍڻو پوندو هئو. ڪٽنب جي ان ماحول تي سنڌيءَ جي برک اديب تيرٿ وسنت هڪ دلچسپ ڪهاڻي، "فرنيچر" عنوان سان لکي آهي. شيام کي پنهنجي گهر جي گوڙ شور ۾ ڪڏهن به شاعريءَ لاءِ وقت ۽ موقعا ميسر نه ٿيا. هن جي اڪثر شاعري هن جي اولڊ سيڪريٽريٽ واري آفيس پويان وهندڙ جمنا نديءَ جي ڪناري تي پسار ڪندي يا آفيس کان گهر تائين پنڌ ڪندي تخليق ٿي آهي. شيخ اياز ۽ نارايڻ شيام اسان جي شاعريءَ جا ٻه وڏا نالا آهن. ٻنهي جي شاعريءَ جو رخ ۽ رويو جدا جدا هوندي به ٻنهي ۾ مشترڪ ڳالهه اها اهي ته ٻنهي کي اٺ اٺ ٻار هئا، حالانڪ اياز کي اهي اٺ ٻار ٻن گهر وارين مان آهن ۽ شيام کي هڪ ئي گهر واريءَ مان.

شيام ڪڏهن ڪڏهن ڪنهن ڏڻ وار تي هريڪانت ۽ مون سان گلاس بدران پتلن جي لوٽي ۾ پينگ پيئندو هئو پر ٻيءَ طرح هو پڪو پرهيزگار انسان هئو هن ڪڏهن به شراب، گوشت ۽ مڇي کي هٿ نه لاتو. (شاگرديءَ واري دور ۾ هن پنهنجي گهري دوست شيخ عبدالرزاق سان هڪ ٻه ڀيرو گوشت کاڌو هئو) هو هفتي ۾ ٻه ڏينهن ورت رکندو هئو ۽ ائين ڪندي هن پاڻ کي ٻکن تي گهٽو هيرائي ڇڏيو هئو. هن کي زندگيءَ ۾ ڪڏهن به ڪنهن حادثي، واقعي يا ٽيٽيءَ تي ڪار حيرت نه لڳندي هئي. ڏٽيءَ هن کي صبر جي بي پناهه قوت سان نوازيو هئو.

پنهنجي سانتيڪي سپاءَ جهڙي اهري ئي هڪ سانتيڪي چانڊوڪيءَ رات ۾ نارايڻ شيام مون سان ۽ دادن سان بنا ڪنهن خوف و خطري، هٻڪ ۽ شڪجڻ جي ممتاز بيگم جي بالاخاني جي فرش تي وڇايل گدن جي طول وهائڻن تي ٽيڪ ڏيئي چپ چاپ ويهي رهيو ۽ ماحول جو معائنو ڪندو رهيو. اها مهيني جي پهرين تاريخ هئي ۽ هن جي کيسي ۾ پگهار جا پئسا پيل هئا. ممتاز بيگم نون آيل مهمان جو آڌر ڀاءُ ڪيو.

سامهون گدي تي هڪ نابينا جهور پوڙهو وينو هئو ۽ ممتاز جي عمر چڙهيل ماءُ (نائڪا) پنهنجن هٿن سان پاندان مان پان جون گلوريون ناهي بيحد پيار مان ان نابينا پوڙهي جي وات ۾ وجهي رهي هئي.

دادن ميان اسان کي ممتاز وٽ ٽائيڪو ڪري هليو ويو. ممتاز سان منهنجي دادن ميان معرفت ذاتي دوستي هئي. مان ڪاليج وارن ڏينهن ۾ ۾ اجميري گيٽ واري چوراهو پار ڪري ڪڏهن ڪڏهن ڏينهن ڏٺي جو هن جي بالاخاني تي هن سان ڪچهري ڪرڻ هليو ويندو هوس. سواءِ دوستيءَ جي اسان وچ ۾ ڪا به هٽ ڪس نه هئي. هن جي ماءُ دلباغ بيگم کي اسان جي دوستيءَ تي ڪو اعتراض نه هوندو هئو بلڪ هوءَ اسان لاءِ چانهه ۽ ڪيڪ پيسٽريون گهرائيندي هئي. ممتاز مون کان اٺ ڏهه سال وڏي هئي پر اسان عمر جي فرق کي ڪڏهن به محسوس نه ڪيو. هن جو ڪٽنب يوپيءَ جي بلند شهر جو وينل هئو جتان جي هڪ جاگيردار جي داشته مان ممتاز جنم ورتو. انتقال کان اڳ هوءَ ممتاز جي ٻانهن دلباد بيگم کي سونپي ويئي. بلند شهر کان دهليءَ جي بالاخاني تائين واري مسافت هن ڪيئن طئي ڪئي، هن پنهنجي اها سڄي ڪهاڻي مون کي ٻڌائي هئي. هن مون کي اهو به ٻڌايو ته هن جو

"گل چين اول" ڪير هئو؟ جيئن تہ هو ان دور جو هڪ ممتاز اديب هئو ان ڪري نالو ظاهر نہ ٿو ڪيان.

ممتاز جي مجري دوران مان نارايڻ شيام جي پنيان هڪ ڪنڊ ۾ پلٿي ماري چپ چاپ وينو هوس. هن پنهنجي سريلي آواز ۾ سيماب اڪبر آباديءَ جو غزل شروع ڪيو.

تمهين جس رنگ ۾ سنناهو سن لو داستان مري.

محفل ۾ ڏهہ ٻارهن شائق وينل هئا ۽ مون کي ڏسي عجب ڪائي رهيا هئا. هو ممتاز جي هر مصرع تي هن کي داد ڏيئي رهيا هئا. غزل پورو ٿيندي ئي ان نابين جهور پوڙهي واڪو ڪري چيو،

"اس سالي سيماب ڪو غزل ڪهني هي نهين آتا، مطلع هي لغو هئہ صحيح مصرع هوني چپائيي،

تمهين جس رنگ ۾ سنني هو سن لو داستان ميري. يي سالي اڪبر آباد (آگري جو اصل نالو اڪبر آباد هئو) شاعر نهين پاندہ هئن پاندہ." پوڙهو سخت ڪاوڙ ۾ اچي اردو شاعرن کي مادر زاد گاريون ڏيڻ لڳو، "يي ڪل لوندي سالي مترنم شاعر هئن يا موتري ڪي شاعر؟ سالي جاهلون ڪو گره لگاني تڪ تو آتي نهين اور شاعرون ۾ جاڪر هيجڙون جيسي بي سري آواز ۾ پان پان ڪر ڪي پئسي بٽورتي رهتي هئن."

وڌيڪ گاريون قابل اشاعت ناهن.)

پوڙهي جي واڇن مان گف وهي رهي هئي. دلباغ آهستي آهستي هن کي گدي تي ليٽائي مٿي تي ٿڦڪيون هڻي هن کي سمهاري ڇڏيو.

ممتاز لاءِ جڻ اها ڪائنين ڳالهہ نہ هئي. آيل سڀ تماشبين پاندان ۾ ڪجهہ روپيا رکندا هڪ هڪ تي ڏاڪڻ لهندا ويا. نارايڻ شيام پگهار جي پئسن مان هڪ ڏهين جو نوٽ ڪڍي گدي تي ئي رکي ڇڏيو.

منهنجي ڪيسي ۾ رڳو اڌ رات جو گهر موٽڻ لاءِ ڀاڙي جيترا پئسا هئا ان ڪري بنا ڪجهہ نذر ڪرڻ جي مان اٿڻ لڳس تہ ممتاز مون کي هٿ کان جهلي ويهاري ڇڏيو ۽ شيام کي بہ ويهڻ جو اشارو ڪيائين ۽ شربت جا ٻہ گلاس ناهيائين.

دلباغ بيگم اسان کي ان نابينا پوڙهي جي باري ۾ سربستو احوال ڏيڻ شروع ڪيو، "اردوءَ جو ڪهنہ مشق شاعر بيخود دهلوي آهي. پنيان ئي ترڪمان گيٽ واري گهر ۾ رهندو آهي. هن جي هن وقت عمر ستانوي اٺانوي سال آهي. هو سالن کان بلاناغي هر شام مون وٽ ايندو رهندو آهي. تڏهن کان جڏهن کان هن جو نور سلامت هئو. مون سان هن جو گهرو جذباتي لڳاءُ آهي ۽ آءُ بہ ڪيس ان جي مڪمل موٽ ڏيندي رهي آهيان. ناچاڪائي جي حالت ۾ آءُ ڪڏهن ڪڏهن وڏو ڪٽنب آهي جنهن ۾ هن جا ڪيترائي پوٽا ۽ پڙ پوٽا رهندا آهن. هن جي سيني پٽن ۽ نهرن جو بہ انتقال ٿي چڪو آهي. هن جي ٽئين يا چوٿين نسل هن کي گهر جي دو چتيءَ تي وڏو ڪمرو ۽ هڪ ملازم ڏيئي ڇڏيو آهي. گهر جا سڀ ڀاتي هن جو چڱو خيال رکندا آهن ۽ وقت سر هن کي کاڌو پيتو پهچائيندا رهندا آهن. هن استاد داغ دهلويءَ جو نور نظر شاگرد رهيو آهي ۽ ٻاروتڻ ۾ استاد داغ سان گڏ هو مرزا غالب وٽ بہ ايندو ويندو رهندو هئو ۽ مرزا کي حقو ناهي ڏيندو هئو. پنهنجو ڪو اولاد نہ هئڻ ڪري مرزا غالب جي بيگم امراءُ هن کي پنهنجي اولاد جيان پائيندي هئي. هي هڪ امير شخص آهي. "ڪوچئہ داغ دهلوي" ۾ هن کي پنهنجا ٻہ ٽي مڪان بہ آهن. بيخود صاحب شريف النفس انسان آهي. رڳو هن ۾ هڪ ڪمزوري اها آهي جو هو پاڻ جهڙو شاعر ڪنهن کي بہ نہ مڃيندو آهي."

بيخود دهلويءَ کي ننڊ ۾ بيخود ڇڏي مان ۽ شيام رات جو ڏيڍ بجي اجميري گيٽ تان ٽانگو ڪري مان شيام کي پنهنجي گهر

ڪرولباغ ونئي آيس صبوح جو مون دادا کي چيو تہ اڄ رات جو اسين هڪ مشاعره تان موٽيا هئا سين. شيام جي پڳهار جا پئسا سلامت هئا. هو رڳو ڪير جو گلاس پي پريس روڊ لاءِ روانو ٿي ويو.

هڪ شام مان آصف علي روڊ تي پنهنجي دوست جيون گرهساڻيءَ جي آفيس مان ٻاهر اچي ترڪمان گيٽ وٽان لنگهي رهيو هوس تہ گيٽ جي ٻاهرئين پارڪ جي بينچ تي بيخود صاحب پنهنجي لٽ جهلي ويٺي ويٺي ڪبوترن کي داڻو ڏيئي رهيو هئو. مان چپ چاپ وڃي سندس پر ۾ ويهي رهيس. مون هن کي ممتاز جي مجري واري گڏجاڻيءَ جي ياد ڏياري. هو ڏاڍي سڪ سان مليو ۽ ترڪمان گيٽ پويان ئي هڪ سوڙهي گهٽيءَ ۾ پنهنجي گهر واري بئٺڪ ۾ وٺي هليو. هن پنهنجي ننڍ پڻ ۽ جوانيءَ جا قصا ٻڌائڻ شروع ڪيا. ان بعد مان هن وٽ اڪثر ايندو ويندو رهيس ۽ ٻہ ٽي ڀيرا شيام کي بہ هن جي بئٺڪ وٺي ويس.

بيخود صاحب جو نابينائي ۽ وڏي عمر جي باوجود حافظو ڏاڍو تيز هئو. هو بلا جو قصہ گو هئو. هن استاد داغ دهلويءَ جي ذاتي زندگي ۽ معاشقن جي باري ۾ بيحد دلچسپ قصا ٻڌايا. گلي قاسم جان ۾ مرزا غالب جي گهر جو بنا روڪ ٽوڪ ايندو ويندو هئو. هو مرزا کي پيرن تي پيٽون بہ ڏيندو هئو تہ هن کي حقي ۾ خوشبودار تماڪ بہ وجهي ڏيندو هئو. هن جي چوڻ موجب ازبيڪ نسل مرزا غالب بيحد قداور ۽ خوبصورت شخص هئو. هن جي ڳاڙهاڻ ڏانهن مائل چهري تي خاص چمڪ رهندي هئي. پر هن جا اکيان ۽ متيان ڏند پڳل هئڻ ڪري کلڻ وقت هن جو چهرو بدزيبو ٿي پوندو هئو. ان ڪري هو کلڻ بدران رڳو مرڪندو هئو. هن جي مرڪ ڏاڍي موهيندڙ هوندي هئي. بيخود جي بيان موجب مرزا نوشا هڪ نئين چاول ٻار جيان معصوم هئو. مان ۽ نارايڻ شيام هن جا قصا ۽ داستان ڏاڍي دلچسپيءَ سان ٻڌندا هئا سين.

پنهنجن همعصر شاعرن لاءِ بيخود ڏاڍيون سريليون گاريون ڪڍندو هئو. هن جي گوهر فشانيءَ جو خاص نشانو هن جو همعصر شاعر سائل دهلوي هئو. جنهن کي هو ”جاهل“ دهلوي ڪري ڪوٺيندو هئو. ٻنهي جي هڪ ٻئي سان ايتري تہ رقابت هئي جو جنهن مشاعري ۾ هڪ هوندو هئو تہ ٻيو ان مشاعري جو بهشڪار ڪندو هئو.

دهليءَ جي اهڙي ئي هڪ مشاعري ۾ هڪ وجوان شاعر پنهنجو خوبصورت غزل پڙهيو بيخود دهلوي ان نوجوان کي شاباسي ڏيندي هن کي چيو،

”برخوردار، ڏاڍو عمدو غزل چيو اٿيئي. ڪنهن کان اصلاح وٺندو آهين؟“

”پنهنجي والد صاحب کان.“

”ڪنهن جو فرزند آهين؟“

”سائل دهلويءَ جو.“

بيخود دهلويءَ جون پرون تاڃجي ويون. نوجوان شاعر کي سرگوشيءَ ۾ چيائين.

”پٽ، آئينده مون کان اصلاح وٺندو ڪر. وري وقت ۾ پنهنجي پيءُ کان بہ سنو لکڻ لڳندين.“■

## انٿيهون پنو

سال ڇانونجاهہ جي ڊسمبر ۾ دهليءَ ۾ پهرين ايشيائي ليکڪن جي ڪانفرنس ڪوٺائي ويئي. افتتاح پارٽ جي ان وقت جو وزير

اعظم پنڊت جو اهو لعل نهروءَ ڪيو. ۽ خاص مهمان ان وقت جو پاڪستاني سفير، اي ڪي بروهي صاحب هئو. صدارتي خطبي وقت پسرو هائوس جي اسٽيج جي لڳايل روشنين ڪان وڌيڪ پنڊت نهروءَ جي چهري مان شعاءَ نڪري رهيا هئا. اسٽيج تي هن سان گڏ وينل نوبل انعام يافته اديب پيٽبلو نيرودايڪ ٽهڪ ڀڏي نهروءَ ڏانهن نهاري رهيو هئو. اڳتي هلي هن پنهنجي ڊائريءَ ۾ لکيو،" ان عمر ۾ به هن (نهروءَ) جي چهري تي ڪيترو نه جلوو ۽ جلال بکي رهيو هئو." اڳتي هلي پيٽبلونيرودا سان منهنجون ڪجهه ملاقاتون هندوستان جي مشهور اديب ۽ اسٽيج فنڪار بلونت گارگيءَ معرفت ٿيون، جنهن جو احوال اڳتي هلي لکندس.

نهروءَ پنهنجي صدارتي خطبي ۾ ايشيائي ادب تي ايتري ته تفصيلي ۽ عالماڻي نوع ۾ ڳانهايو جو هال ۾ موجود دانشور ۽ دانشمند ٻاتاٿيل ڏسجي رهيا هئا. مون ان تاريخي ۽ يادگار خطبي جو متن حاصل ڪرڻ جي ڏاڍي ڪوشش ڪئي پر مون کي اهو ميسر نه ٿي سگهيو آهي. ۽ مان وقت جي وٿين مان وهندڙ پنهنجي حافظي مان ان کي اڌورو ۽ اڻ پورو درج ڪرڻ نٿو چاهيان، ورنه پنجاهه سال اڳ پيش ڪيل جو اهر لعل نهروءَ جي دليلن کي ادب ۾ اڄ به ايتروئي وزن ۽ وقعت آهي.

ورهاڱي جي نون سالن ڪان پوءِ نهرو ۽ بروهي صاحبن جي ڪوشش سان پاڪستان جي ويهارو کن اديبن ۽ شاعرن جو پهريون وفد سرڪاري سطح تي ڀارت جي راڄڌانيءَ ۾ ڪوناڀل ڪنهن ادبي ڪانفرنس ۾ شرڪت ڪرڻ آيو. پاڪستان ۾ اڃا مارشل لا نه لڳي هئي. ۽ نه ئي اتي ڪنهن ان جو نالو ٻڌو هئو. پر فيض شايد ڪنهن ناڪرده گناهه هيٺ نظر بند هئو. ڪامورا شاهيءَ جي حڪومت هئي. ملڪ جو سربراهه اڌ رنگ ۾ ورتل ۽ ڪابيءَ تنگ ڪان معذور هڪ ڪارمورو هئو.

هن جي فرنگي سيڪريٽرياٽي ملڪ جي اڇي ڪاري جي مالڪياڻي هئي.

پاڪستاني قلم ڪارن جي وفد جي اڳواڻي سنڌ جي خير پور رياست جي ميرن جي دربار مان ٽڙجي نڪتل شاعر ۽ پاڪستان جو تازو ئي ٿاڦيل قومي شاعر ۽ شاهنامه اسلامي جو خلقيندڙ ابو لاثر حفيظ جالنڌري ڪري رهيو هئول. سنڌي موسيقار احمد چاڳلا جي تيار ڪيل ڌن تي حفيظ جالندريءَ جي لکيل اڌ فارسي ۽ اڌ اردو پاڪستاني قومي تراني ڪان ڪجهه سال اڳ جڏهن اڃا پاڪستان قائم نه ٿيو هئو ۽ تحريڪ پاڪستان پوري زور شور تي هئي ته اردوءَ جي ترقي پسند ترانو لکيو. ورهاڱي بعد اڳتي هلي مجاز جي ان تراني ۾ گهربل بدل سدل ڪري عليگڙهه مسلم يونيورسٽيءَ جي تراني ۾ تبديلي ڪيو ويو ۽ ائين پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ ڪان ٽي سال اڳ ئي ان ملڪ جو قومي ترانو تخليق ٿي چڪو هئو.

پاڪستاني وفد ۾ سڀ اردو ۽ پنجابيءَ جا شاعر ۽ اديب هئا پر هڪ به سنڌي ساهتڪار نه هئو، باوجود ان حقيقت جي ته بروهي صاحب جا شيخ اياز سان ايترا ته ويجها تعلقات هئا جو اياز هتي مون کي ٻڌايو هئو ته بروهي صاحب رڳو هن کي ئي پنهنجي گهر جي ڀاتين سان گڏ مانيءَ جي ميز تي ويهاريندو آهي. ڊاڪٽر سدارنگاڻي ۽ نارائڻ شام جڏهن بروهي صاحب ڪان شيخ اياز جي نه اچڻ جو ڪارڻ پڇيو ته هو اهو چئي ڳالهه ٽاري ويو ته اياز پنهنجي نئين نئين وڪالت ڪري بيحد مشغول آهي. حالانڪ حقيقت اها هئي ته اياز جو وفد ۾ نالو ئي شامل نه ڪيو ويو هئو. شايد ان ڪري جو پاڪستاني حڪومت هن کي هندوستان موڪلڻ جو جوکم کڻڻ لاءِ تيار نه هئي. اوپر پاڪستان مان رڳو ڪري جسيم الدين کي هندوستان اچڻ جي اجازت ڏني وئي.

تن ڏينهن اجا ٻنهي ملڪن جي حڪومت وچ ۾ اچ وڃ ڪرڻ وارن کي ڪن ڳاڻ ڳڻين شهرن جون ويزائون ڏيڻ وارو قانون شروع نه ٿيو هئو. ويزا سڄي ملڪ لاءِ هوندي هئي. مان سمجهان ٿو ته دنيا جي ڪنهن به ملڪ ۾ ويزائن جي سرشتي جو اهڙو احمقاڻو قاعدو قانون ڪونهي، جهڙو هن برصغير جي ورهايل ٻن ملڪن جي وچ ۾ آهي.

"دهليءَ ڄ آگري نه وڃي . ڪراچيءَ وڃ حيدر آباد نه وڃ. بمبئيءَ وڃ الهاس نگر نه وڃ. سکر وڃ روهڙيءَ نه وڃ."

"تفربرتو اي چرخ گردن تفو."

ايشيائي ادبي ڪانفرنس جي اردو نشتن ۾ پاڪستاني سفارت جي هڪ مخصوص بينڪ جي سربراهي بابائي اردو ڊاڪٽر مولوي عبدالحق ڪري رهيو هئو ۽ هندوستاني وفد جي سربراهي اردو شاعر ۽ الله آباد هاءِ ڪورٽ جو چيف جسٽس آنند نرائڻ ملا ڪري رهيو هئو. جسٽس ملا جي هڪ Land mark دور آفرين فتويٰ آهي،

The most organized gang of criminals is Indian police. (ڏوهارين جو وڏو ۾ وڏو منظم ٽولو هندوستاني پوليس ۾ آهي.) پنهنجي خطبي ۾ جسٽس ملا سياستدانن ۽ ڪامورا شاهيءَ جي رويي تي ڏاڍا چوهه چنديا.

بابائي اردو مولوي عبدالحق هڪ شاهاڻي شخصيت جو مالڪ هئو. مون کي هو انسان جي صورت ۾ هڪ فرشتو نظر آيو. هو ويجهڙائيءَ ۾ ئي اورنگ آباد مان هجرت ڪري پاڪستان هليو ويو هئو. هو کهڙين حالتن هيٺ هندوستان مان پنهنجي مرتب ڪيل انگريزي اردو لغت جو روائيزڊ ۽ اپ ڊيٽ ڪيل مسودو پاڻ سان کڻي پاڪستان هليو ويو ان جو تفصيلوار احوال مولوي صاحب جي عقيدتمند پاڪستاني اديب مشفق خواجہ پنهنجيءَ ڪنهن تحرير ۾ درج ڪيو آهي.

يقينن جيسين اردو زبان زنده رهندي، مولوي صاحب جو نالو زنده جاويد رهندو، پر هن پنهنجي زندگيءَ جا پويان ڏينهن بيحد ڪسمپرسي ۽ تنگ دستيءَ ۾ گذاريا. هجرت ڪرڻ جي ٿورن سالن اندر ئي آگسٽ 1961ع ۾ هن عظيم دانشور جو بيحد مفلسيءَ وارين حالتن ۾ انتقال ٿيو ۽ لغات جي نون ڇاپن جو ڪم مهمليءَ ۾ هليو ويو.

فيلڊ مارشل ايوب خان جي مارشل لا واري ابتدائي دور ۾ هن جي سيڪريٽري قدرت الله شهاب ايوب خان کي عرض ڪندي چيو، "بابائي اردو جي حالت تمام سقيم آهي، توهان مهرباني ڪري هن لاءِ ڪجهه ڪريو." ايوب خان وراڻيس، "توهان چئو ٿا ته ضرور ڪبو پر پهرين اهو ٻڌايو ته هي بابائي اردو آهي ڇا؟ ڪو شخص آهي. ڪو ادارو آهي يا ڪو ڪتاب آهي؟" خبر ناهي ته فيلڊ مارشل مولوي صاحب لاءِ ڪجهه ڪيو يا نه؟ پر جي ڪيو به هوندائين ته هن جي فيصلي تي عمل ۾ ٽيڻ تائين مولوي صاحب راهه عدم ڏانهن روانو ٿي چڪو هئو.

جمون رياست جو قدرت الله شهاب انهن ٿورن انڊين سول سروس جي ذهين عملدارن مان هئو، جنهن جي عملداريءَ جو اڪثر حصو هندوستان جي اوڙيسا صوبي جي گورنر (اڳتي هلي بمبئيءَ جي گورنر) هريڪشن مهتاب جي سرپرستيءَ هيٺ گذريو. ورهاڱي بعد هن پاڪستان ۾ وڏا عهدا ماڻيا. هو سياسي ۽ ادبي شطرنج جو وڏو رانديگر هئو. ۽ پاڪستان رائيٽرس گلڊ جو پهريون سيڪريٽري. هن جي آتم ڪٿا، شهاب نامه تعصب ۽ دروغ گوئيءَ جي اڏيل ڪوٽن جي باوجود اردو سوانح نگاريءَ جو هڪ شاهڪار ڪري مڃيو وڃي ٿو ابو لاثر حفيظ جالندريءَ پنهنجي هڪ غزل جي ٻن سٽن ۾ هن جي سچي ڪردار جي صحيح وضاحت ڪئي آهي:

جب کهين انقلاب هوتا هئہ
قدرت الله شهاب هوتا هئہ

پاڪستاني وفد ۾ آيل سڀ اديب ۽ شاعر بيحد سنجيدگيءَ سان پنهنجن همعصر هندوستان قلمڪارن سان خوشگوار ماحول ۾ ادبي گفتگو، بحث مباحثہ، قرارداد جي هر جملي، هر سٽ ۽ لفظ لفظ تي پنهنجي ڪراڪري ٽوپي لاهي، مٿو ڪنهي ۽ پيڏيءَ تائين پاتل پائجامي کي گوڏن تائين چڪي، شاطراڻي مرڪ مرڪندي مکڻ مان وار ڪڍي رهيو هئو. گول ميز جي ٻنهي پاسي پارت پاڪ اديبن جا مباحثا هلي رهيا هئا. بحث ۾ دلچسپي وننڊڙ ٻين ٻولين جا ساهتڪار ۽ ساهت پريمي پوين قطارن ۾ پيل ڪرسين تي مبصر طور وينل هئا. پوئينءَ قطار ۾ مان ٻڌي رهيو هوس حفيظ جالندري ملا صاحب کي ڪنهن نهراءَ بابت بحث دوران چئي رهيو هئو، ”جناب بهت چوٽا آدمي هون، اور چوٽي بات ڪرتا هون مگر يي چوٽي باتين ييي تو مئن ني اس ملڪ ۾ آڪر سيکين هئن.“

ڪانفرنس وڏي ميز جي آمهون سامهون ڪرسين تي ”چهره بہ چهره روبرو“ اردوءَ جا اڪثر ترقي پسند اديب ۽ شاعر وينا هئا. علي سردار جعفري، ساحر لڌيانوي، مخدوم محد الدين، سليمان اريب، ڪيفي اظمي، اختر الايمان، ڪرشن چندر، سلميٰ صديقي، راجندر سنگهه بيدي، جان نثار اختر، مجروح سلطانپوري، خواجہ احمد عباس، فراق گورکپوري ۽ معين احسن جذبي وغيره. جوش مليح آبادي تازو ئي نهروءَ کي ناراض ڪري پاڪستان هليو ويو هئو. ۽ فيض ۽ سجاد ظهير پاڪستاني جيل ۾ هئا. پوئينءَ قطار ۾ وينل امرتا پريتم کي ساحر هٿ کان وٺي پاڻ سان گڏ اڳيان آڻي ويهاريو. سڄي ماحول تي خاموشي ڇائنجي وئي. ابو لاٿر حفيظ جالندري ترقي پسندن جي سخت مخالف هئو. خود پاڪستان وفد جا ڪيترائي اديب حفيظ جالندريءَ جي اهڙي رويي تي ڏنا ٿي رهيا هئا. مزاحيہ شاعري مجيد لاهوريءَ ڳالهہ مذاق ۾ ٽارڻ جي ڪوشش ڪئي پر فراق ڪاوڙ ۾ حفيظ کان پڇيو، ”ابو حضرت، يي چوٽي پن ڪي بات آپاپني قدوقامت ڪي باري ۾ ڪر رهي هئن يا اپني شاعري ڪي باري ۾؟“

(حفيظ جالندري قد جو بندرو هئو) فراق سگريٽ دکائي، لکڻ ڪٽي ٽڪ ٽڪ ڪندو ڪانفرنس هال کان ٻاهر وڃڻ لڳو.

لاهور مان آيل شاعرن صوفي تبسم ۽ احسان دانش فراق جي پويان وجي پرچائي هن کي هال ۾ واپس وٺي آيا. گڏيل نشست جي سنجيدگي ختم ٿي چڪي هئي. ٻنهي طرف ٺڪت وارو ماحول ڇانيل هئو.

چٽڪاڻ ڪي لنوائڻ لاءِ هندوستاني ۽ پاڪستاني اديبن وچ ۾ ذاتي قسم جون هتان هتان جون ڳالهيون ۽ چرچا گهبا ٿيڻ لڳا. لنچ جي وقفي دوران ڳوري جسم وارو مجيد لاهوري اهڙا اهڙا اڳهاڙا لطيفا ٻڌائڻ لڳو جو سڄو ماحول خوشگوار ٿي ويو.

چيملسفورڊ ڪلب جي رات واري مشاعري ۾ مشهور فلمي پروڊيوسر ڊائريڪٽر ۽ اداڪار سهراب موديءَ جي صدارت ۾ حفيظ صاحب، جهرمندي، ناٽڪي انداز ۾ پنهنجو اهو ئي مشهور (يا بدنام) نظم رقاصہ پڙهيو، جنهن لاءِ چون ٿا تہ اهو نظم هن خير پور رياست جي مير جي محبوبا باليءَ کي مخاطب ٿي لکيل هئو ۽ مير صاحب ڪاوڙجي هن کي پنهنجيءَ دربار مان جوتا هڻي هٿ پير جهوري نيڪالي ڏني هئي. نظم پڙهندي حفيظ جي نگاهون سامهون وينل فلمي اداڪاره مينا ڪماريءَ تي ئي هيون ۽ هن جي مڙس ڪمال امروهيءَ جي ڪاوڙيل اک حفيظ تي هئي.

ڪانفرنس جي ٻئي ڏينهن پارتي وزير اعظم جو اهر لعل نهروءَ پرائيم منسٽر هائوس ۾ پاڪستاني وفد ۾ آيل مهمانن کي رات جي مانيءَ تي مدعو ڪيو. جوش مليح آباديءَ جي غير حاضريءَ ڪري نهرو خاصو بي مزي هئو پر جلد ئي پاڻ تي ضبط رکي هن پاڪستاني اديبن

۽ شاعرن جو مرڪي آجياڻو ڪيو. نهروءَ جي مرڪ ۾ ملائڪن واري ڪشش هوندي هئي. هو اردو شاعريءَ جو وڏو دلداداهه هئو ۽ شاعر هن وٽ بنا ڪنهن روڪ ٽوڪ جي اچي وڃي سگهندا هئا. جوش سان هن جو پريتوانن وارو رشتو هئو ۽ هن جي پاڪستان هجرت ڪري وڃڻ واري فيصلي نهروءَ کي ڏاڍو ڏک رسايو هئو.

پاڪستان مان آيل نوجوان شاعر حمايت علي شاعر کي الائي کهڙيءَ ڪٿيءَ ڪنيو جو هن پنهنجي شاعريءَ جو مجموعو عقيدتمنديءَ جي تحرير ڪيل ڪن سٽن سان نهروءَ کي هٿ ۾ ڏنو. نهروءَ ڪتاب جي ٿوري ورق گرداني ڪندي ڪتاب پنهنجي پاسي ۾ رکي وڌيو ۽ حمايت جي مٿي تي هٿ رکي چيائين، ”مان پوريءَ توجهه سان تنهنجي شاعري پڙهندس.“

دعوت ۾ حاضر پاڪستاني سفير خونحوار نظرن سان حمايت علي شاعر ڏانهن نهاري رهيو هئو.

انهيءَ سال هندوستان ۾ ايشيا جو وڏي ۾ وڏو ادبي ادارو ساهتيه اڪادمي برپا ڪيوويو، جنهن جو صدر جواهر لعل نهرو هئو. ۽ سيڪريٽري سنڌي اسڪالر ڪرشن ڪرپالاڻي مقرر ڪيو ويو. نهروءَ ان گڏجاڻيءَ ۾ اعلان ڪيو ته اڪاديميءَ جي اشاعتن ۾ پاڪستاني اديبن جون ادبي تخليقون پڻ شامل ڪيون وينديون.

حمايت علي شاعر کي سڌو هٿون هٿ نهروءَ کي پنهنجو شاعريءَ جو مجموعو ڏيڻ جي جسارت جو وڏو تاوڻ ڏيڻو پيو. پاڪستاني سفير هن جي خلاف پنهنجي حڪومت شڪايت لکي موڪلي ته هن پروٽوڪال جي پيچڪڙي ڪندي، پنهنجي ملڪ جي سفير کي نظر انداز ڪري پنهنجو ڪتاب سڌو پارتي وزير اعظم کي ڏنو آهي، جڏهن ته هن کي اهو منهنجي معرفت ڏيڻ گهرجندو هئو. گڏو گڏ هن پاڪستان حڪومت کي زوردار سفارش ڪئي ته حمايت علي شاعر مٿان هميشه لاءِ هندوستان اچڻ تي بندش وڌي وڃي. پاڪ حڪومت پنهنجي سفير جي سفارش قبول ڪندي حمايت مٿان اهڙي پابندي وجهي ڇڏي، جيڪا پنجويهن سالن جي طويل عرصي بعد هٽائي ويئي.

حمايت علي شاعر منهنجو دوست آهي. منهنجي هن سان ملاقات سال پنجاسي ڌاري وارنگ آباد ۾ منعقد ٿيل شاهه سراج اورنگ آباد جي ٽي سو سالا جشن ۾ ٿي، جتي سيمينار ۾ مون کي پڻ شاهه لطيف ڀٽائي ۽ شاهه سراج اورنگ آبادي جي شاعريءَ ۾ هم آهنگي واري موضوع تي مفصل پيپر پيش ڪرڻو هئو. ان سلسلي ۾ سيمينار جي سيڪريٽري قاضي سليم مون ڏانهن هڪ دلچسپ خط لکيو هئو. جيڪو مون اڃا تائين سانڍي رکيو آهي.

قاضي سليم لکيو، ” محترم لڪشمن ڀاٽيه صاحب اميد هئ ڪ آپ ني شاهه سراج اورنگ آبادي اور شاهه عبداللطيف ڀاٽيه کي صوفيانه شاعري پر اپنا مقاله مڪمل ڪرليا هوگا. وغيره.“

شاهه سراج اورنگ آبادي شاهه لطيف ڪان ويهه سال ننڍو هئو پر هن چوويهن سالن جي عمر ۾ پنهنجي مرشد جي حڪم تي شاعري ترڪ ڪري ڇڏي ۽ ٽيهن سالن جي عمر ۾ راهه عدم ڏانهن روانو ٿي ويو. پوءِ به ن پنج سو ڪن صفحن جي ڪليات پويان ڇڏي آهي، جنهن ۾ هن جي غزل جي هڪ مصرع ” جو رهي سوبي خبر رهي.“ سان گڏهي الهامي بند پڻ شامل آهن،

وه عجب گهڙي ٿي ڪ جس گهڙي ليا درس عشق سراج ني

اسان جي لطيف سائينءَ جيان شاهه سراج جي مزار مٿان ڪو روزو يا ڪا درگاهه تعمير يل ناهي. مزار جي چوڌاري ڪنبر نما پريل پتيون آهن، جن جي ٻاهران ڪيئي چرسي، موالي، آفيمي ۽ پنگوڙي وينا پنڪيون ڪائيندا آهن. شاهه سراج جشن دوران مشهور شاهه بانو ڪيس ۾ شاهه بانوءَ جي حق ۾ عدالتي فيصلي هئڻ ڪري سڄي

اورنگ آباد شهر ۾ پتين خواهه درن ديوارن تي حڪومت ۽ عدالت خلاف سخت اشتعال انگيز نعرا لکيل هئا. اديبن شاعرن ۽ دانشورن، جن شاهه بانو جي حمايت ۾، ان کي هڪ انساني مسئلو سمجهي، بيان ڏنا هئا، انهن خلاف ملن ۽ سندن حوارين طرفان سڄي ملڪ ۾ زبردست مظاهرا ٿي رهيا هئا. ڪانفرنس هال ۾ شاهه سراج جي تصوف ۾ مذهبي رواداريءَ تي مقالا پڙهجي رهيا هئا ۽ ٻاهر پوليس ملن ۽ شهر جي لچن لوفرن کي چڙ وچڙ ڪري رهي هئي. جنهن وقت علي سردار جعفري پنهنجي تقرير ڪري رهيو هئو ته اوچتو دن ٺائين ٺهليل ڏاڙهيءَ وارو هڪ ملو پنهجن ڪن لوٺين سان اوچتو ڏوڪي اندر گهڙي آيو ۽ سردار جي ڳچيءَ ۾ پراڻن جوتن جو هار وجهي هال مان تڪڙو ڀڄي ويو ۽ هوڏانهن ڪجهه قدمن تي عالمگير اورنگ زيب پنهنجيءَ قبر ۾ مرڪي رهيو هئو.

اورنگ آباد ۾ منهنجيون حمايت علي شاعر سان يادگار شامون گذريون. هن جو سڄو ڪٽنب اورنگ آباد ۽ ان جي ويجهي شهر نادير ۾ وسيل آهي. رڳو هو اڪيلو ئي پاڪستان هجرت ڪري هليو ويو. هن جا ڇهه ست ڀائر هندوستان ۾ چڱن عهدن تي آهن هڪ ڀاءُ ته پونا يونيورسٽيءَ مان هندوستان ۾ جماعت اسلاميءَ جو رول جهڙي موضوع تي ڊاڪٽوريٽ ڪئي آهي ۽ ڪنهن ڪاليج ۾ اسلاميات جو پروفيسر آهي. شيخ اياز جڏهن سنڌ يونيورسٽيءَ جو وائس چانسلر ٿيو ته هن حمايت کي ريڊيو پاڪستان جي ملازمت ڪان آجو ڪري، يونيورسٽيءَ ۾ آبرودار عهدي ڏنو، جنهن لاءِ هو سدائين اياز جو ٿورائتو رهيو. ۽ هن جو حق ادا ڪرڻ لاءِ شيخ اياز تي اردوءَ ۾ سڄو ڪتاب لکي ورتو، جيڪو هن مون کي اورنگ آباد ۾ تحفي طور ڏنو هئو. مان سمجهان ٿو ته جديد اردو شاعرن ۾ حمايت علي شاعر پهريون ئي شاعر آهي، جنهن ۾ پنهنجي منظوم آتم ڪٿا لکي آهي. چست بحر ۽ وزن استعمال ڪرڻ ڪري ان منظوم سوانح ۾ خاص رواني ته اچي ويئي آهي باقي اهڙي شاعريءَ ۾ معنيٰ جا درياءَ موجون ڪرڻ لاءِ جيڪا اندرين سوجهه ٻوجهه کپي، ان ٺائين شاعر جي رسائي نه ٿي سگهي آهي.

رات واريءَ محفل ۾ حمايت پيئڻ ڪان ان ڪري پرهيز ڪئي ته متان گهر پهچڻ تي هن جي والده سندس وات مان اهڙي ڪا سرهاڻي نه اچي وئي. خبر ناهي حمايت علي شآعر اڄ ڪلهه ڪٿي آهي. سال اڳ هو مون کي پويون پيرو دريا گنج جي ريڪس هوٽل جي ٻوساٽل ڪمري ۾ مليو هئو. مان هي سڀ تفصيل ان ڪري درج ڪري رهيو آهيان جو مون ڪان پوءِ ايندڙ پيڙهي کي اسان جي وقت جي ماحول، حالتن شخصيتن، سندن ڪردار ۽ زندگيءَ جي قدرن خواهه طور طريقن بابت ڄاڻ پوي ته هو پنهنجين خوبين ۽ خامين سان ڪين ورثي ۾ ڇاڇا ڏيئي ويا آهن. ويجهڙائيءَ ۾ احمد آباد ۾ ڪرشن راهيءَ تي ٿيل سيمينار ۾ پڻ فراق جي هڪ شعر جي هڪ حوالي سان لکيو هو ته اسان جو ايندڙ نسل سچ پچ اسان تي رشڪ ڪندو ته اسان ڪرشن راهيءَ جهڙي قداور شاعر ۽ عظيم شخص کي نه رڳو ڏٺو هئو پر هن سان گڏ گڏ اٿيا سين، وينا سين، گڏ گڏ هليا سين. ساهتڪ سيمينارن ۽ سنگتن ۽ ڪچهرين ۾ هن سان گوڏو گڏي وينا سين. محفلن ۾ مشاعرن ۾ هن جا شعر ٻڌا سين ۽ ساڳئي ئي منچ تي هن جا لکيل مضمون، مقالا، هن جون تحريرون ۽ تقريرون ادبي تجزيا ۽ تنقيدون ٻڌيون سين.ساهتڪ بحثن مباحثن ۾ هن جي روبرو به رهيا سين ۽ هن سان دوبدو به ٿيا سين. ۽ اڄ لڳي رهيو آهي ته ڪرشن راهيءَ تي ٿيندڙ هن سيمينار ۾ هو هتي ئي ڪٿي اسان جي پر ۾ وينو آهي ۽ پنهنجي شاعريءَ تي ٿيندڙ وک ڊوک خاموشيءَ سان ٻڌي رهيو آهي.

اسان جي پيڙهي ان ڪري خوشنصيب آهي جو اسان اياز، دلگير، شيام، تنوير، نياز، سڳن، شاد ۽ راهيءَ جهڙن شاعرن سان گڏو گڏ رهيا سين ۽ اٿيا ويٺا سين. اسان کان اڳين پيڙهي ان ڪري خوشنصيب هئي جو ان مرزا قليچ بيگ، ڪشنچند بيوس، حيدر بخش جتوئي، عزيز ۽ نواز علي نياز جهڙن شاعرن سان گڏ اٿي ويني ۽ شاهه، سچل ۽ ساميءَ جا همعصر ته الائي ڪهڙا ڀاڳوان هوندا، جن اهڙن درويشن صفت شاعرن کي اکئين ڏٺو هوندو ۽ سندن صحبت ماڻي هوندي. هو پنهنجي عجز ۾ نهنائيءَ ڪري پاڻ بابت گهٽو ڪجهه نه ڳالهائيندا هئا ۽ نه لکندا هئا. سندن پاڻ بابت ڏنل ايتري ئي ڄاڻ اسان کي ميسر ٿي سگهي آهي،

"مان جيڪي به آهيان پنهنجي شاعريءَ مان ظاهر آهيان."

مان جڏهن نارايڻ شام کي پنهنجي آتم ڪٿا يا ساروڻيون لکڻ جو مشورو ڏيندو هوس ته هو مرڪي پنهنجو هي شعر ورجائيندو هئو،

هجي جا ڪاڻ خوبين جي ۽ عيبن کان بنهه آجي
نه پنهنجي زندگيءَ اهڙي نه پنهنجي شاعري اهڙي.

شيخ اياز، بهرحال شاعر جي ان قسم جي عجز کي شاعريءَ جي روح جو ڪوڙهه ڪوٺيندو هئو.

ايشيائي لکيڪ ڪانفرنس ۾ بمبئيءَ جي لڳ ڀڳ سيني سنڌي ليکڪن شرڪت ڪئي. سندن وفد پروفيسر منگهارام ملڪاڻيءَ جي اڳواڻيءَ ۾ دهليءَ پهتو. سندن رهائش جو انتظام ڪرول باغ جي ديوانگر علائقي ۾ هڪ اسڪول ۾ ڪيو ويو. اسڪول منهنجي گهر کان پنجن منٽن جي پنڌ تي هئو. ان ڪري منهنجيون ۽ نارائڻ شيام جون اڪثر شامون ساڻس ٿيندڙ ڪچهرين ۾ گذرنديون هيون. تن ڏينهن اجا هوٽلن، ڪافي هائوسن ۽ بيئر بارس ۾ وڃڻ جو رواج نه پيو هئو ۽ نه ئي خالي کيسن وارن ليکڪن وٽ اهڙيون جڳهين تي وڃن جي حيثيت ئي هئي. اسڪول جي پٽ تي وڇايل گديلن تي اسين ڪانيون ڪڍي ويهي ڪچهريون ڪندا هئا سين. ان لڏي ۾ پرسرام ضيا، اتم ۽ سندري، موتي پرڪاش ۽ ڪلا پرڪاش، موهن ڪلپنا، ارجن شاد، ڪرشن راهي، موهن گيهاڻي ۽ ڪلياڻ جا ڪيترائي ليکڪ شامل هئا. پرسرام ضيا سان منهنجي نوابشاهه کان وٺي ئي واقفيت هئي، جنهن جو ذڪر مان ساروڻين جي پهرين بابن ۾ ڪري چڪو آهيان. ضيا صاحب نماڻائي ۽ مسڪينيءَ جي مجسم تصوير هئو، جيڪا هن جي شاعريءَ جي پهرئين مجموعي "تصوير احساس" ۾ واضع طور نمايان آهي. هن مون کي چيو، "ڪاش، هن وقت منهنجي کيسي ۾ رڳو پنج روپيا هجن جو ڪلياڻ موٽڻ وقت پنهنجن ٻارن لاءِ ڪجهه مٺائي يا ٽول وٺي وڃي سگهان."

سخت سياري وارا ڏينهن هئا. بمبئيءَ جي ڪنهن ساهتڪار وٽ ڪو سگهو گرم ڪپڙو نه هئو. اتم ۽ سندري سوڙ مٿان وجهي اڏاري گرم مفلر سان منهن ويڙهي ويهندا هئا. موتي پرڪاش ۽ ڪلا جي نئين نئين شادي ٿي هئي ۽ هو هڪ ئي رضائيءَ ۾ هڪ ٻئي کي ڀاڪر پري ويٺا هوندا هئا. موهن ڪلپنا، راهي، موهن گيهاڻي، هري پنڪج ۽ ٻيا سڀ اجا ڪنوارا هئا ۽ هڪ ٻئي کي پنهنجن حقيقي خواهه خيال عشقن جا قصا ٻڌائي هڪ ٻئي کي گرمائش پهچائيندا رهنيا هئا. تن ڏينهن موهن ڪلپنا تازوئي هندي ساهتڪار اگيهه جو آتم ڪٿائي ناول، "شيکت ايڪ جيوني" پڙهيو هئو ۽ هو ان ڪتاب کي گيتا جيان پاڻ سان سانڍي رکندو هئو. ڪانفرنس ۾ به هو سڄو وقت اگيهه جي اڳيان پنيان گهمندو هئو ۽ هن کان ان ڪتاب جي سنڌي ترجمي جي اجازت وٺڻ لاءِ اگيهه کي ايلاز ڪندو هئو. خبر ناهي ته اگيهه موهن کي پنهنجي ڪتاب جي ترجمي جي اجازت ڏني الائي نه پر موهن اڳتي هلي اهو اعلان اوس ڪيو ته هي آتم ڪٿا ئي ڪتاب منهنجيءَ سمجهه کان مٿي آهي.

مون سيني آيل اديبن جي هڪ ڏينهن پنهنجي گهر مهماني ڪئي.

منهنجي پيءُ ماءُ سيني جو گهڻو آڌر ڪيو. پرسرام ضيا جڏهن دادا سان پاڪر پائي مليو ته ٻنهي جي اکين ۾ ڳوڙها هئا. مون کي ياد آيو ته نوابشاهه ۾ ضيا هڪ ڏينهن صبوح سويل اسان جي موني بازار واري گهر آيو هئو ۽ دادا کي چيائين، "پينرن کي ڏياريءَ جو ڏڻ موڪلڻو آهي ان لاءِ کنڊ جي پنجن سيرن جي پرمٽ گهرجي."

(سنڌ ۾ ان وقت افيم ته هر پساريءَ جي دوڪان تي ملي سگهندو هئو ر کنڊ تي راشن هئڻ ڪري سرڪاري پرمٽ وٺڻي پوندي هئي.)

دادا هن کي ٻه چار بلئنڪ پرمٽون صحي ڪري ڏنيون. مانيءَ کان پوءِ ٻه ضيا دادا وٽ ودير تائين وينو رهيو ۽ هن جي خواهش تي دادا هن لاءِ خاص مالٽي جو دارون گهرايو ۽ ٻيئي دير تائين پيئندا ۽ نوابشاهه جون ڳالهيو ڪندا رهيا.

ڪانفرنس جي پوئينءَ شام سپرو هائوس ۾ سيني ٻولين جو گڏيل مشاعرو رکيو ويو، جنهن ۾ پئبلو نرودا کي خاص مهمان ڪري اسٽيج تي ويهاريو ويو. هن کي ايشيا شاعرن جي شاعري سمجهه ۾ اچي رهي هئي الائي نه پر هو هر ڪنهن جي شاعريءَ تي ڪنڌ ڌوڻيندو ئي رهيو. مشاعري لاءِ هر هڪ ٻوليءَ جي هڪ شاعري کي پنهنجو نظم انگريزي يا هندي ترجمي سان پيش ڪرڻو هئو. بانيڪارن سندري اتمچنداڻيءَ کي چيو ته سنڌيءَ جي ڪنهن نمائنده شاعر جو نالو تجويز ڪري. سندري، اتم جي هدايت تي پنهنجي ترقي پسند برادريءَ جي شاعر موتي پرڪاش جو نالو ڏيئي آئي. پرسرام ضيا ۽ نارائڻ شيام جي موجودگيءَ جو جونيئر شاعر موتي پرڪاش جو نالو تجويز ڪرڻ تي سيني سنڌي ساهتڪارن جي نراڙ ۾ گهنج پئجي ويا. موهن ڪلپنا ته شايد احتجاج طور اٿي ٻه ٻينو پر سيني هن کي ٻين اڳيان سنڌي ساهتڪارن کي اجيو ڏنو ڪرڻ کان روڪي ڇڏيو. خاص طور نارايڻ شيام هن کي پنهنجيءَ قاتل مرڪ سان ماٺ ڪرائي ڇڏي. اڳتي هلي سڳن آهوجا ڪونج رسالي ۾ ان واردات تي طنزيه ڪالم لکيو. مان سمجهان ٿو ته موتي پرڪاش جهڙي شرميلي ۽شريف النفس شاعر کي ٻه اها ڳالهه نه وڻي هئي پر منچ تي سڏ ٿيڻ تي هو ڪجهه ڪڇي نه سگهيو. ان ڪانفرنس کان سواءِ اسان جي دوستين جا سلسلا شروع ٿيا، جيڪي اڳتي هلي ڪيترين رقابتن ۾ ٻه بدلجندا رهيا. اڄ اسين هڪ ٻئي کي نيچو نوائڻ لاءِ ڪو ٻه وجهه هٿان نٿا وڃايون. مالي خوشحاليءَ اڄ اسان لاءِ ڪيترو نه ذهني ڪنگالپڻو آندو آهي؟

پئبلو نرواد سان ان ڪانفرنس ۾ منهنجي پهرين ملاقات ٿي هئي. اڳتي هلي مشهور ڊرامه نگار بلونت گارگيءَ جي ڪرزن روڊ واري گهر ۾ منهنجيون نرودا ۽ امرتا پريتم سان دلچسپ گڏجاڻيون رهيون. پئلبو نرودا ڪجهه عرصو سري لنڪا (اڳوڻي سيلون) ۾ رهڻ بعد ايشيائي لکيڪ ڪانفرنس ۾ نهروءَ جي خاص دعوت تي شريڪ ٿيڻ لاءِ دهليءَ آيو هو.

سريلنڪا جي هڪ هوٽل جي ڪمري ۾ صفائي ڪندڙ جوان سيلاني پنگياڻيءَ کي ڏسي نرودا جون اکيون ڦاٽي ويون. هن کي سياهه جسم واري جوان پنگياڻي وينس جي ديويءَ جيان لڳي رهي هئي.

۽ جنهن وقت هو وينس جي ان ديويءَ کي الف اگهاڙو ڪري. سندس سڄي سربرتي هٿ گهمائي رهيو هئو ته هوءَ وينگس حيرت وچان هن کي تڪيندي ۽ سوچيندي رهي ته، "اهڙو شاهاڻو شخص هي ڪري ڇا رهيو آهي؟"■

## اٺيتاليهون پنو

هڪ ڀيرن جو منهنجي پرپٽ ٽپالي گهر پنجويهن جو مني آرڊر ڪٺي آيو. منهنجيءَ ماءُ رسيد تي سنڌيءَ ۾ صحي ڪري پئسا ورتا. تن ڏينهن مان نوڪريءَ جي تلاش ۾ دفترن ۾ ڌڪا ڪائيندو وتندو هوس. سانجهيءَ جو گهر اچڻ تي ماءُ مون کي پئسا ڏيندي پڇيو،"پٽ، تو وٽ هي ڪڏهن ڪڏهن پئسن جا مني آرڊر ڇا جا ايندا آهن؟" (تن ڏينهن اجا چيڪن ۽ ڊرافٽن جو رواج نه پيو هئو جو ماڻهن وٽ بئنڪ اڪائونٽ ئي نه هئا.)

چيو مانس، "پاپي، مان اخبارن، رسالن ۽ ريڊيو لاءِ ڪڏهن ڪڏهن جيڪي ليک لکندو آهيان، هي انهن لکڻين جو معاوضو ملندو آهي."

منهنجيءَ ماءُ کي سمجهه ۾ آيو الائي نه، هوءَ چپ ڪري وڃي گهر جي ڪم ڪار کي لڳي.

ڪجهه ڏينهن کان پوءِ هڪ ڏينهن مان پنهنجي ڪمري ۾ پلنگ تي ليٽئي ليٽئي ڪو ڪتاب پڙهي رهيو هوس ته منهنجي ماءُ چپ چاپ پلنگ جي پيرانديءَ وٽ اچي ويٺي ۽ هيڏانهن هوڏانهن نهاريندي پڇيائين، "پٽ، ڇا وينو ڪرين؟" چيو مانس، "پاپي ڪو رومانوي ڪتاب وينو پڙهان." منهنجي ماءُ کي رومانوي لفظ جو ته مطب سمجهه ۾ نه آيو پر آهستي چيائين، "پٽ، هي اجايا سجايا ڪتاب پڙهي پنهنجو وقت ڇو وينو وڃائين؟ تنهن کان اٽي ڪجهه لکين ڇو نه ٿو؟"

تن ڏينهن اجا اديبن ۽ شاعرن کي سرڪاري ۽ نيم سرڪاري ادارن وٽان ڳڻا ملڻ شروع نه ٿيا هئا. انعامن ۽ ايوارڊن جو ته ڪنهن ساهتڪار وٽ تصور ئي نه هئو. اشتراڪي اديب اتم اڪيلي سر نئين دنيا رسائي جون واڳون وٺي پٽ سٽ ۽ پن سن سان پورائي ڪرڻ جي باوجود نئين دنيا ۾ شايع ٿيندڙ هر رچنا لاءِ پنج روپيا معاوضو ڏيڻ شروع ڪيو. پر هو معاوضي جي رقم ڪنهن کي مني آرڊر ڪري نه موڪليندو هئو. ڪڏهن ڪٿي منهان منهن ملڻ تي ليکڪن سان اڳيون پويون حساب چڪتو ڪندو هئو ۽ ان رقم مان ٻه رسالي جي سالياني چندي جا پئسا ڪٽي پاڇي رقم ليکڪ کي ڏيئي ايراني هوٽل جي چانهه بسڪوٽن جو بل ان ليکڪ کان ڀرائيندو هئو. ۽ هر پرچي ۾ شدمد سان اعلان ڪندوهئو ته هو سنڌي ساهتيه جي هڪ ادبي رسالي جو پهريون ايڊيٽر آهي، جيڪو ليکڪن کي پنهنجي رسالي ۾ شايع ٿيل رچنائن لاءِ معقول معاوضو ڏيئي رهيو آهي.

اتم ۽ هري موٽواڻيءَ جي ادبي رقابت هريءَ کي ادبي رسالو شروع ڪرڻ لاءِ آماده ڪيو. هري موٽواڻيءَ کي پنهنجي منائيءَ جي دوڪان تان خاصي آمدني ٿيڻ لڳي هئي، ان ڪري ادبي رسالي ۾ پئسا سيڙائڻ هن لاءِ ڪو مسئلو نه هئو. ۽ جيئن ته هو پاڻ اجا ادب جي دنيا جو پانڊيئڙو ئي هئو ان ڪري هن سنڌي ساهتيه جي چئن مهارٿين، سڳن آهوجا، موهن ڪلپنا، ڳني سامتاڻي ۽ راجن چاولا جو گڏيل ايڊيٽوريل بورڊ قائم ڪيو ۽ هر پرچي جو واري واري سان انهن مان

هڪ هڪ ايڊيٽر مقرر ڪيو. پرچي جو نالو ڪونج رکيو ويو ۽ ان جي پاليسي نئين دنيا جي ترقي پسنديءَ واري پاليسي، ادب براءِ زندگي جي برعڪس جديديت واري پاليسي، ادب براءِ ادب، طئي ڪئي ويئي، جنهن ۾ ترقي پسند ادب جي مخالفت ادبي نعري بازيءَ کان نفرت، اتم ڪيرت ۽ مالهيءَ جي ٿمورتيءَ جي ادب براءِ سياست جي مذمت ۽ ڪن دانويرن سرمايه دارن جي ادب براءِ تجارت جي حمايت مغربي لاڙن جي رفاقت ۽ سوشلسٽ ساهتيه جي رقابت وارو رخ، رويا، نظريا شعوري خواهه لاشعور طور ادارين ۽ بين ادبي ڪاوشن لاءِ ڪتب اچڻ لڳا.

اتم جو نيچو نوائڻ لاءِ هري موٽواڻيءَ ڪونج ۾ لکندڙن کي نئين دنيا جي پيٽ ۾ ٻيڻو ٽيڻو معاوضو ڏيڻ شروع ڪيو. ڏه روپيا شعر لاءِ، پندرهن روپيا ڪهاڻيءَ لاءِ. ان کان سواءِ هن هنڌ سنڌ ڪهاڻي ڪوتا ڇتا پيٽيون پڻ شروع ڪري ڇڏيون ۽ ائين اديبن جو، معاوضي وارو متو، اتم ۽ هريءَ جي ادبي ويڙهه جي فيضمند حاصلات ٻڻجي ويئي. اتم شاعر خلاف خاص طور پڙڪندو هئو، ”انهن نڙڪائو ته سٽن، چارسٽن، اٺ سٽن ۽ چوڏهن سٽن شاعرن ته اسان جي ڪري ريڊين، ٿي وين ۽ مشاعرن مان جاواڪيا آهن ۽ اسين ڪهاڻي نويس، مضمون نويس ۽ نقاد سپ سڪي جا سڪا رهجي ويا سين. ساهتڪ سوڪ ۽ خشڪي اتم سان، باوجود هن جي ايمانداري ۽ ادبي ديانتداريءَ جي، تا عمر گڏ گڏ هلندي رهي.

منهنجو محسن ۽ اسڪولي دور جو استاد ترقي پسند اديب ڪيرت ٻاٻاڻي جيئن ته سنڌي ادبي ۽ سنڌيت جي پوري تاريخ لکي رهيو آهي، ان ڪري مان وڌيڪ تفصيل ۾ نه وڃي رڳو اهي جهلڪيون ۽ ڪي اهم وارداتون درج ڪري رهيو آهي جيڪي منهنجي ذهن کي ڪتي ڪنهن شعاءَ ۽ ڪتي ماڪ ڦڙن جيان تروتازه ڪري رهيون آهن.

فرانسي فلاسافر دريدا هڪ هنڌ لکيو آهي، ”شايد مان پوڙهو ٿي رهيو آهيان.“ مان سمجهان ٿو ته دريدا جي ڊي ڪنسٽرڪشن (تعمير شڪن) واري سڄي ٿيئري ئي پنهنجين پاڙن (روٽس) ڏانهن موٽي وڃڻ جو لاشعوري يا تحت ال شعوري جذبو يا جنون آهي.

پنهنجين پاڙن کان ٽٽجي آيل جوان جسمن جو اپڙڪا ڏيندڙ رت وري پنهنجي دانگيءَ تي ورڻ لڳو. سنڌي ساهتيه، سنڌي رنگ منچ، سنڌي ثقافت، سنڌي سماج، سنڌي سوسائٽيون، سنڌي ٽڪاڻا، شوالا، درٻاريون ۽ ڪٽيائون، سنڌي ڏڻ وار، سنڌي ريتون رسمون ۽ روايتون پنجن ڇهن سالن جي عرصي اندر ئي سيني کي ٻه ويلا دال ماني ملڻ تي ۽ ڪن ڪٽنبن کي مڇي ماني ملڻ تي ڪر موڙڻ لڳيون. ڪي مال امدادون ۽ معاوضا نه هئا. هر ڪو پنهنجي هڙان وڙان پٽ سٽ ڪري يا پاڻ پرو ٻڌجي پورائو ڪرڻ لڳو. هر وڏي شهر ۾ ساهتڪ سڀائون ۽ ناٽڪ منڊليون برپا ٿي ويون.

ڀاري جي سنڌي فلم، اباڻا جي اميدن کان وڌيڪ ڪاميابيءَ اسان جي ادبي لڏي جي ڪن اديبن کي سنڌي فلمون ناهڻ تي آماده ڪيو. گوبند مالهيءَ جهڙي ڦڪڙ اديب اڌارا ورتل پنج سو روپين سان پنهنجي فلم، ”سنڌوءَ جي ڪناري“ جو مهورت ڪيو. صبوح جو سويل پنهنجي ڪانديوليءَ واري بئرڪ نما گهر مان نڪرندو هئو ۽ ڏوبي تلاءَ جي هڪ ايراني هوٽل جي ڪنڊ واري ٽيبل ڪرسيءَ تي اچي ديرو ڄمائيندو هئو. هوٽل جا بئرا هن لاءِ هر ڪلاڪ ۾ بنا آرڊر جي چانهن ڪٽي ايندا هئا ۽ ائين هو چانهه جي ڏهن ٻارهن ڪوپن ۽ پن جي ٻيڙين جي پڙيءَ تي سڄو ڏينهن گذاري رات جو ان وقت گهر پهچندو هئو جڏهن هن جي گهر واري ۽ ٻيئي ڏيئر گهريءَ ننڊ ۾ الوٽ هونديون هيون.

ايراني هوٽل ۾ گوبند مالهيءَ سان ملڻ ايندڙ هر شخص پنهنجيءَ چانهه ۽ ڪارن بسڪوٽن جو بل ڪائونٽر تي پريندو ويندو هئو. مان ممبئيءَ ۾ مالهيءَ سان اڪثر اتي ئي ملندو رهندو هوس. مالهي پنهنجي آتم ڪهاڻي، ” ادب ۽ اديب“ ۾ پنهنجي زندگيءَ جي ان اهم پهلوءَ ڪان لنوائي ويو آهي. ڏوبي تلاو جي ان ايراني هوٽل جو نالو ئي مالهيءَ وارو هوٽل پئجي ويو، بمبئيءَ ۾ ڪنهن کي هڪ ٻئي سان گڏجڻو هوندو هئو تہ چوندا هئا سين، ”فلاڻي وقت مالهيءَ جي هوٽل تي ملندا سين.“ هڪ ڀيري مون هن جي وروڏي اديب داس طالب کي چيو، ”سياڻي ماليءَ جي هوٽل تي ملندا سين.“ اهو ٻڌي هو ڏاڍو پڙڪي ويو ۽ منيون پيڪوري ڪاڪڙو ڪدي چيائين، ”مالهيءَ جي پيءُ جو هوٽل آهي؟“

گوبند مالهيءَ جي بکون ڏکون ڪاڻي قرض کڻي تيار ڪيل فلم سنڌوءَ جي ڪناري هن کي اچ واري سنڌوءَ جيان سڪائي ڇڏيو. راجن چاولا ۽ گووردڻ پارتيءَ جي ڀاڱيداريءَ ۾ تيار ڪيل هري موٽواڻيءَ جي فلم، ”هو جمالو“ هن کي پنهنجي گهر واريءَ جا ڳهه ڳنا وڪڻڻ ۽ پنهنجو پريو ڀاڱيو منائيءَ جو دوڪان گروي رکڻ تي مجبور ڪيو. هريءَ مٿان قرضن جا ڪوٽ چڙهي ويا. هڪ شام گووردڻ پارتي اجمير مان بمبئي اچي نئون سبايل فل سوٽ پائي جڏهن هريءَ جي دوڪان تي هن سان ملڻ ويو تہ هري ڳوڙها ڳاڙيندو گوردڻ کي چيو،

”يار گوردڻ، تون پاڻ تہ نوان فل سوٽ پائي ٿو گهمين پر منهنجا تہ لٽائي لا هرائي ڇڏيئہ.“

اڄ (31 جولاءِ 2007) تي پنهنجي ڪمري جو در بند ڪري جنهن وقت هي سٽون لکي رهيو آهيان، گوپي هال ۾ ويني تي وي ڏسي رهي آهي. اوچتو هوءَ مون کي سڏ ڪري چوي تي ٻاهر اچي ٽي ويءَ تي پنهنجي دوست کي ڏس. مان ڏسان ٿو تہ ممبيءَ جي قائم ڪيل مخصوص عدالت ۾ جج ڪٿهري ۾ بيئل فلمي اداڪار سنجيدت کي ڇهن سالن جي قيد با مشقت جي سزا ٻڌائي رهيو آهي. سنجيدت کي کهڙي ڏوهه لاءِ سزا ڏني ويئي آهي. ان باري ۾ جڳ جهان کي ڄاڻ آهي، ان ڪري ان جا تفصيل نٿو لکان پر سنجوءَ بابت اهو حوال ان ڪري تحرير ڪري رهيو آهيان جو هن سان ۽ هن جي ڪٽنب سان منهنجا تعلقات گذريل ٻٽيهن سالن کان آهن. ۽ وچ ۾ سالن جا سال پيل وٿيءَ جي باوجود، برقرار پئي رهيا آهن. ۽ اڄ کان ٻارنهن سال اڳ جڏهن هو سورنهن مهينن لاءِ ممبئيءَ جي آرٿر جيل ۾ مجرم طور واڙيل هئو تہ مان هري موٽواڻيءَ کي ساڻ وني هن سان ملڻ ويو هوس. مون کي ان وقت ٽائيمس آف انڊيا اخبار ۾ آبرودار حيثيت هئي ۽ ان رسوخ ڪري مون کي هن سان جيل ۾ اڌ ڪلاڪ ملاقات جي اجازت ملي هئي. هو اٺ ضربيان ڇهہ فٽن واري بنديخاني جي ڪوليءَ ۾ هڪ پٽر تي وينو هئو ۽ مون کي ڏسي حيرت لڳي تہ ان وقت هو راجگو پال آچاريہ جي انگريزيءَ ۾ لکيل گيتا جو سار پڙهي رهيو هئو. اڌ ڪلاڪ ۾ اسان هڪ ٻئي سان اٺ ڏهہ جملا مس ڳالهايا جو هري موٽواڻيءَ اسان ٻنهي مان ڪنهن کي ڳالهائڻ جو وارو ئي نٽي ڏنو. ٻاهر اچي مون کي هريءَ کي پاڻ سان گڏ ونيوڃڻ تي ڏاڍي ندامت ٿي.

سال 1975 جي جون ۾ مون کي روس جي انقلابي شاعر ولادمير ماياڪووسڪي جي زندگي ۽ شاعريءَ ۽ هن جي چاليهن نظمن جي منظوم سنڌي ترجمي تي سويٽ لئنڊ نهرو اوارڊ مليو. جيڪو مون کي سرڳواسي آتم جي زوردار سفارش تي ڏنو ويو. اتم اوارڊ ڪمپنيءَ جو واحد جج هئو. هن مهينو اڳ ۾ مون کي مايا ڪووسڪيءَ جي زندگي ۽ شاعريءَ تي دهليءَ ۾ تي چار ڪتاب ڏنا ۽ مون کان وعدو ورتائين تہ مان ٻن هفتن ۾ مايا ڪووسڪيءَ تي سوَ کن صفحن جو مسودو تيار ڪري هن ڏانهن موڪليان. شرط اهو بہ وڌائين تہ مايا ڪووسڪيءَ جي

شاعريءَ جو ترجمو منظوم ئي ڪرڻو آهي. مون ٻارنهن کان پندرهن ڪلاڪ روز سخت محنت ڪري مسودو مڪمل ڪري اتم ڏانهن ڏياري موڪليو، جيڪو هن هفتي ۾ شايع ڪرائي اوارڊ ڪميٽيءَ اڳيان اوارڊ لاءِ زوردار سفارش ڪندي پيش ڪيو. ڪميٽيءَ جي چيئر مين خواج احمد عباس وچ وچ مان به نظم ٻڌي اوارڊ جو فيصلو ڪيو.

اوارڊ جي رقم ته خاص نه هئي پر ان سان گڏ ٻن هفتن جو سڄي روس جو دورو هئو. انهن ٻن هفتن ۾ مون ۽ اسان جي وفد ماسڪو، ليننگراڊ، تاشقند، سمرقند، بخارا، ازبڪستان، آذربائي جان، جارجيا ۽ آرمينيا (ڪوهه قاف) وغيره جو سئر سفر ڪيو. ان وقت متحد روس پنهنجي عروج تي هئو. روس جي ان ياترا جو تفصيلوار احوال مان اڳتي هلي تحرير ڪندس. هتي رڳو سنجو بابا (سنجيدت) سان واسطو رکندڙ ڪي ساروڻيون درج ڪري رهيو آهيان.

اوارڊ حاصل ڪندڙن واري وفد ۾ هنديءَ جو برک ڪوي ۽ ساهتڪار شو منگل سنگهه سمن، جيڪو ان وقت ڪاليداس جي نگري اجين جي وڪرم يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر ۽ وفد جو سربراهه هئو، اردوءَ جو مشهور شاعر ۽ فلمي گيتڪار جان نثار اختر، بنگاليءَ جو سرڪ ناول نويس ۽ ڪهاڻيڪار پرميذر متر، جنهن کي بنگالي ساهت ۾ شرت چندر کان پوءِ ٻئي نمبر تي مڃيو ويندو آهي. (هن جي بنگالي ڪهاڻين جي مجموعي جو انگريزي ترجمو مون ڪجهه مهينا اڳ ولي رام ولڀ ڏانهن موڪليو آهي.) مرائيءَ جي ليکڪا ۽ سوشل ورڪر شريمتي دلشاد چاري (مشهور ڪميونسٽ ليڊر ۽ وڪيل اي ايس چاريءَ جي گهر واري) ۽ مشهور فلمي اداڪاره نرگس دت ۽ هن سان گڏ هن جو پٽ سنجيدت (سنجو بابا) شامل هئا. شاعر عبدالحئي ساحر لڌيانوي اسان سان گڏ ان ڪري نه هليو جو هن کي هوائي سفر کان خوف ٿي رهيو هئو ۽ دهليءَ کان ماسڪو تائين ڪا ٽرين نه هئي. (ساحر لڌيانوي سڄي زندگي ڪِري جهاز پوڻ جي ڊپ کان هوائي سفر نه ڪيو.)

دهليءَ جي ماولنڪر هال ۾ اوارڊ فنڪشن تي فلمي اداڪاره نرگس منهنجي پر واري نشست تي ويٺي هئي. هن کي خواجه احمد عباس جي فلم، پرديس ۾ ڪيل اداڪاريءَ لاءِ اوارڊ ڏنو ويو هئو. منهنجو من بيحد ملول هئو. ٻه ڏينهن اڳ منهنجي پيٽوئي ارجن وزيراڻيءَ جو دل جو شديد دورو پوڻ تي انتقال ٿيو هئو. هو اٺتيهن سالن جو هئو. سنڌ ۾ ارجن جي وزيراڻي خاندان جو شمار بدين جي وڏن زميندارن ۾ هئو. هن جو هڪ چاچو نهچل داس وزيراڻي سنڌ حڪومت ۾ وزير پڻ رهي چڪو هئو. بدين ۾ ارجن منهنجي شاعر دوست شمشير الحيدريءَ جو هڪ ڪلاسي ۽ دوست هئو. هن جي والد واڌو مل وزيراڻيءَ کي پڻ پنجٽيهن سالن جي عمر ۾ بدين جي ڪوهه ٻاهران زميناري رقابت ڪري قتل ڪيو ويو هئو.

وزيراڻين جي خاندان کي الائي ڪهڙو پاراتو لڳل آهي جو ان جا اڪثر مرد جوانيءَ ۾ ئي يا قتل ڪيا ويا هئا يا ڪن حادثن جو شڪار ٿيا. منهنجي سوپيا وان ۽ سانت سيا واري پيڻ ٽيهن سالن جي عمر ۾ ئي وڌوا ٿي ويئي.

پارٽي صدر فخر علي احمد هٿان اوارڊ وٺي مون ۽ ڪنيز فاطمه (نرگس جو اصلي نالو) هڪ ٻئي کي مبارڪون ڏنيون ۽ فنڪشن پوري ٿيڻ بعد مون هال ۾ نرگس کي نارايڻ شيام، هيم ۽ هريڪانت سان ملايو. هيم جڏهن نرگس کي مون سان پيش آيل الميي بابت ٻڌايو ته هن مون سان دلي همدردي ڪئي. ڇهن مهينن کان پوءِ اسين دهلي ايئر پورٽ تي گڏيا سين، جتي هن مون کي پنهنجي پٽ سنجو بابا سان گڏجايو. ان وفد ۾ مان سڀ کان ڪم عمر هوس ان ڪري سفر دوران سنجيدت مون سان خاصو هري مري ويو.

مون روس جي ان ياترا جا باقاعده ڊائريءَ ۾ ڪي نوٽس نه ورتا آهن پر پنهنجي حافظي مان ئي نرگس ۽ سنجو (سنجيدت) سان گهاريل ڪي گهڙيون ۽ ياداشتون درج ڪري رهيو آهيان. سڄيءَ ياترا جو تفصيلوار احوال اڳتي هلي سلسلي سان لکندس.

سنجو بابا ان وقت سورنهن سالن جو تمام سهڻو ۽ سنهڙو چوڪرو هئو. اسين دهلي ايئر پورٽ تي ويٺا هئاسين. ماسڪو ويندڙ ايئرو فلوٽ جي جهاز جي اڏام ۾ اجا ٻه ڪلاڪ هئا. نرگس سامهون واري ٽيليفون بوٿ ۾ پنهنجي شوهر سنيل دت سان بمبئيءَ ڳالهائي رهي هئي ۽ مان ۽ سنجو ايئر پورٽ جي ڪافي بار ۾ ڪافي پيئڻ ويا سين. جان نثار اختر ۽ سمن ويني ويني هڪ ئي سگريٽ مان واري واري سان سوٽا هڻي رهيا هئا.

محترمه دلشاد چاري نڪ موڙي هٿ سان دونهون هٽائيندي ٿي رهي.

(تن ڏينهن ايئر پورٽ تي سموڪنگ مٿان بندش نه هئي.)

اهو 22 جون اٺويهه سو پنجهتر جي ٻپهريءَ جي سخت گرميءَ وارو ڏينهن هئو. مون ۽ سنجيو اڃا ڪافي ۽ جو پهريون ڍڪ پريو جو ايئر پورٽ جو هڪ پوليس وارو منهنجو نالو پڇائيندو ڪافي بار ۾ ڍوڪي پهتو ۽ چيائين،

”آپ ڪا نام لڪشن هئہ؟“

”جي هان.“

”آپ ڪهان جا رهي هئن؟“

”ماسڪو.“

”آپ ڪو اميگريشن ڪي افسر صاحب بلا رهي هين.“

”وهان سي تو ميرا ڪلئرنس هو چڪا هئہ.“

”قرسي چليئي آپ ڪي خلاف وارنٽ هئہ.“

”وارنٽ؟“

”جي ها، آپ حراست ۾ هئن. چليئي ميري ساٿ.“

منهنجا هٿ پير ڏکڻ لڳا ۽ سنجو ڊوڙندو نرگس، جان نثار اختر ۽ سمن کي سڏي آيو. اميگريشن ڪائونٽرن پويان ايئر پورٽ جي ايس پيءَ جو ڪمرو هئو. ڪرسيءَ تي هرياڻي جو جاٽ پوليس آفيسر اڪڙ سان ويٺو هئو. هن منهنجي چهري ۽ سڄي جسم تي ائين نظر ڦيري جڻ ڪا مشين گن هلائيندو هجي.

”آپ ڪا نام؟“

”ڪشمن پاتيه،“

”آپ ني انيس تاريخ ڪي رات ڪو ناگپور ۾ ڪوئي قتل ڪيا هئہ؟“

” جناب، هم قتل هوتو سڪتي هئن ڪرنهين سڪتي.“

مون سامت جو ساهه ڪٽي پاڻ سنڀاليندي چيو. هو منهنجي جواب تي ٿورو مرڪيو.

”آپ لڪشمن ڪي نام تو قتل ڪي الزام ۾ وارنٽ هئہ. آپ ناگپور ۾ ايڪ عورت ڪا قاتل ڪر ڪي فرار هوئي هئن.“

”جناب پهلي بات تو يي هئہ ڪ مئن زندگي ۾ ايڪ هي بار آج سي ستره سال پهلي ناگپور سنڌي ساهت سميلن ۾ شريڪ هوني گيا ٿا. اور دوسري بات يي ڪ هندوستان ۾ ڪم سي ڪم بيس لاک لوگ هونگي جن ڪا نام لڪشمن هئہ.“

”آپ ڪيا ڪام ڪرتي هئن؟“

”ٽائميس آف انڊيا اخبار ۾ سب ايڊيٽر هون.“ڍ

”آپ گري لال جين ڪو جانتي هئن؟“

(ان وقت گري لال ٽائمس آف انڊيا جو چيف ايڊيٽر هئو ۽ هن ئي مون کي اپائنٽ ڪيو هئو.)

"وه تو هماري ايڊيٽر صاحب هئن. وه هي مجهي اس پيشي ۾ لائي هئن."

"گري کو فون ملائو اور مجھ سي بات ڪرائو. وو ميري هي گائون ڪي هئن اور بچپن ۾ هم ساٿ ڪيلي هئن." هن فون سرڪائيندي چيو.

مون پنهنجي ايڊيٽر گري لال جين کي فون تي سڄي ڳالهه ٻڌائي ته هو کلڻ لڳو. پوليس ايس پيءَ اٿي بيهي مون کي عزت سان رخصت ڪيو.

پنهنجي هريانوي ٻوليءَ ۾ ٻئي هڪ ٻئي تي اها گوهو فشاني ڪندا رهيا جيڪا تحرير ۾ نٿي آڻي سگهجي.

ايئرو فلوٽ جهاز جي سوڙهين سيٽن تي نرگس، سنجو ۽ مان هڪ ٻئي سان چهٽيا وينا هئا سين. اڌيڙ عمر جي گهنجهيل چهري واري روسي ايئر هوسٽيس ڊبل روٽي، چيز، ٿڌي بيف (وڏو گوشت) جو ٽڪرو، چاڪليٽ ۽ گرم ڪافيءَ جو ڀريل پلاسٽڪ جو مگو ڏنو. نرگس چيو، "گهرڻ تي ووڊڪا ۽ آرميني وائين پڻ ڏيندا آهن." (هوءَ راجڪپور سان روس جا ڪيئي دورا ڪري چڪي هئي.) مون ووڊڪا ۽ هن آرميني وائين گهرايو. سورهن سالن جو سنجيه اسان کي حسرت سان ڏسي رهيو هئو ۽ رڳو چاڪليٽ کائيندو رهيو.

اڍائي ڪلاڪن جي اڏام بعد اسان جو پهريون پڙاءُ تاشقند هئو، جتي ٻه ڪلاڪ ترسڻو هئو. تاشقند هوائي اڏي تي اسان جو هنداڻي جي ڳاڙهي شربت سان سواڳت ڪيو ويو. وي آءِ پي لائونج ۾ ويني ويني جان نثار اختر پنهنجي ۽ پنهنجي چاچي رياض خير آباديءَ جي شاعري ٻڌائيندو رهيو ۽ شومنگل سنگهه سمن پنهنجي ڊگهي ڪوتا هٽلر ڪا ماسڪو پر حملا، ماسڪو اپي دور هئه ٻڌائي، جيڪا ٻن هفتن جي سڄي سفر دوران هو هر محفل ۽ گڏجاڻيءَ ۾ روسين کي ٻڌائيندو رهندو هئو. ان سڄي سفر جو دلچسپ ۽ معلوماتي احوال اڳتي هلي تفصيل سان لکندس.

اسان جي ان دوري دوران (25 جون) هندوستان ۾ جيڪا ايمرجنسي لاڳو ڪئي وئي ان بابت پڻ مفصل احوال لکندس.

ماسڪو ۾ اسان کي هوٽل روسيا ۾ رهايو ويو، جنهن لاءِ چيو ويو ته دنيا جو وڏي ۾ وڏو هوٽل آهي ۽ ان ۾ ست هزار ڪمرا آهن. پنهنجي ڪمري ۾ وڃڻ لاءِ پهرين هوٽل جو گيٽ نمبر ياد رکڻو پوندو آهي ۽ پوءِ فلور نمبر. هوٽل نه هو پورو شهر هئو. هر فلور تي سجايل بوروسڪي شاپس هئا، جن ۾ آمريڪي ڊالرن يا برٽش پائونڊن ۾ ئي خريداري ڪري سگهبي هئي.

مون وٽ اسي ڊالر هئا جيڪي مون سوگها ڪري رکيا هئا. ان وقت ڊالر جي قيمت ساڍا ست هندوستاني روپيا هئي ۽ روسي ڊالر جي يارنهن روپيا پر کليل بليڪ مارڪيٽ ۾ ڊالر جا ٽي روبيل ملي رهيا هئا.

هوٽل ۾ پنهنجي ڪمري ۾ سامان رکي ٽانيڪو مس ٽيو هوس ته هڪ خوبصورت جوان روسي ڇوڪرو بنا اطلاع منهنجي ڪمري ۾ گهري آيو. هن جي ٻنهي هٿن ۾ هئنگرن ۾ لٽڪندڙ اٺ ڏهه اڇيون قميصون هيون ۽ هو هر قيص جو هڪ ڊالر گهري رهيو هئو. پهرين ته هڪ ڊالر ۾ اهڙي خوبصورت قميس خريد ڪرڻ لاءِ منهنجي دل للچائڻ لڳي پر پوءِ مون ڪجهه سوچي هن کي انڪار ڪيو. هو مايوس ٿي موٽي ويو.

ان شام بيحد ٿڪل هئڻ ڪري مان وفد جي آجياڻي ۾ ڏنل ڊنر ۽ ڪاڪ ٽيل ۾ شامل نه ٿيس ۽ پنهنجي ڪمري ۾ لڳل مني بار مان ووڊڪا جا ٽي چار پيگ چاڙهي سمهي پيس.

اوچتو اڌ رات ڌاري در تي هلڪي ٺڪ ٺڪ ٿي. مون اکيون مهٽيندي در کوليو ته سنجو بيٺو هئو. چيائين، ”انڪل، مان اندر اچان؟“ ۽ مون کي مرڪندو ڏسي بي تڪلفيءَ سان اندر اچي صوفي تي ويهي رهيو. پوءِ بنا حجاب جي بار ڏانهن نهاريندي چيائين، ”انڪل مان پيوا جو ڪئن ڪٽان؟“ (روسيءَ ۾ پيوا بيئر کي چوندا آهن.) هو اٿيو، بيئر جو هڪ ڪئن کولي وڏو ڍڪ پريائين ۽ پوءِ پينٽ جو ساڄو پاڇو مٿي ڪري جورابن وچ مان ڊن هل سگريٽن جو پئڪيٽ ۽ لائيٽر ڪڍي هڪ پاڻ دکايائين ۽ ٻيو مون کي ڏنائين. بيئر جا ٻه ڪئن ۽ ٽي چار سگريٽ پي، سگريٽن جو پئڪيٽ مون وٽ امانت طور رکي هو دير رات جو پنهنجي ڪمري ڏانهن ويو.

انهن ٻن هفتن ۾ سورنهن سالن جي سنجيه دت سان منهنجي سوٽي وڌندي ويجهندي رهي. اسين رات جو ٻين ٽين بجي تائين گوم سوم جهڙن شاپنگ سينٽرن ۽ ريڊ اسڪوائر جي رستن تي گهمندا رهيا سين. منهنجي ڪمري ۾ ويهي بيئر، ووڊڪا ۽ وائين پيئندا ۽ چين سموڪنگ ڪندا هئا سين. ليننگراڊ، آرمينيا، ڪوهه قاف، سمرقند بخارا، جارجيا، باڪو ۽ هر شهر ۾ منهنجو ۽ سنجيه جو ساٿ رهيو. مان، بشرط زندگي، ان ۽ ان بعد هن جي سرهي ساٿ جون سڀ ساروڻيون پنهنجيءَ هن آتم ڪهاڻيءَ ۾ اوس تفصيل سان تحرير ڪندس. سنجوءَ کي لڳل پنهنجيءَ ماءُ (نرگس) جي ان چماٽ جو پڻ زڪر ڪندس، جيڪا هن کي ماءُ پنجٽيهن روبيلن جو، ڏوهه روبيل مون کان اڌارا وٺي، خريد ڪرڻ تي هنئي هئي.

اڄ منهنجو پريتوان سنجيه دت پوني جو يرودا جيل ۾ ڇهن سالن جي قيد بامشقت هيٺ واڍڪو ڪم ڪري رهيو آهي. هو ڪاٺ جي ڪرسين تي نيٽ ۽ سوٽليءَ جو سيٽون اُٽي رهيو آهي. انگريزيءَ ۾ مان هن کي جيل جو چيئر مين چئي سگهان ٿو. ايئر ڪنڊيشنڊ ڪمرن ۾ ننڊون ڪرڻ جو عادي سنجو اڄ بنا پنکي واري وارڊ ۾ واڙيل آهي ۽ سڄي رات مڇرن ۽ منگهٽن سان جنگ جوٽي رهيو آهي. ڏهن قيدين لاءِ هڪ ئي بيت الخلا آهي.

هيءُ اهوئي يرودا جيل آهي، جتي مولانا آزاد پنهنجي شاهڪار، غبار خاطر، صبوح جو چانهه جون چشڪيون پريندي لکيو هئو ۽ رڳو نيلگري چانهه جي ذائقي تي سڄا سارا اٺ صفحا لکيا. مهاتما گانڌيءَ جا، سچ سان تجربا ۽ نهروءَ جي ڊسڪوري آف انڊيا جا اڪثر باب ان ئي جيل ۾ تحرير ٿيل آهن. مان جلد ئي پوني جي ان زندان ۾ سنجوءَ سان ملڻ ويندس ۽ ڪيس فرصت ۾ پنهنجو، زندگي نامو لکڻ لاءِ آماده ڪندس. هتي مان رڳو هن جي زندگيءَ جي، زندان جو 31 جولاءِ 2007 وارو فتويٰ صادر ڪندڙ اهو عدالتي پنو پيش ڪري رهيو آهيان جتان هو پنهنجي زندان نامي جو پهريون باب شروع ڪري سگهي ٿو.

دهشتگرديءَ جي الزام هيٺ هلندڙ مقدمن لاءِ قائم ڪيل ممبئيءَ جي خاص عدالت جي جج جڏهن سنجيه دت کي ڇهن سالن جي سزا جو فيصلو ٻڌايو ته ڪٺهڙي ۾ بيٺل سنجيه روئڻ ۾ اچي ڇٽڪيو. هيانءُ هلڪو ٿيڻ تي هن پر ۾ بيٺل پوليس واري کان جج سان ڪجهه ڳالهائڻ جي اجازت گهري. اجازت ملڻ تي ٻنهي وچ ۾ هيءَ گفتگو ٿي.

سنجيه دت چيو، ”سر، مهرباني ڪري پوليس کي هدايت ڪئي وڃي ته مون کي گهيرو ڪري ڪنهن ڏوهاريءَ جيان نه وٺي وڃن.“

جج پوليس وارن کي (مرهٽيءَ ۾) چيو، ”هن کان پري ٿي هلجو.“

”سر، هڪ ٻيو عرض آهي ته مون کي پيش پوڻ لاءِ ڪجهه مهلت ڏني وڃي. مان ٻن ڏينهن ۾ هتي موٽي ايندس.

مون کي ڪي فئمليءَ جا مسئال حل ڪرڻا آهن ۽ منهنجي پيڻ پڻ حامله آهي.“

”ها، فون ڪري سگھين ٿو.“

سنجيہ چيو، ”سر، گذريل چوڏهن سالن ۾ توهان مون کي منهنجي ڪٽنب جي ياتين ڪان بہ وڌيڪ سجاڳي سگھيا آهيو. مهرباني ڪري مون کي ڪجھہ رعايت ڏيو.“

جج چيو، ”مان پنهنجو فرض پالي رهيو آهيان. هڪ ڀيرو سزا جي اعلان ٿيڻ بعد وڌيڪ ڪنهن رعايت جي گنجائش نہ ٿي رهي. تون مون کان غير قانوني ڪم ڪرائڻ ٿو چاهين؟“

”سر، مان رڳو عرض ڪري رهيو آهيان. توهان وس وارا آهيو.“

جج وراڻيو، ”مان توکي ڏهن سالن کان رعايت ڏيندو رهيو آهيان. پر هاڻي نہ.“

”چڱو سر، مون کي ۽ منهنجي دوست يوسف نالوالا (جنهن کي پڻ ايتري سزا ٻڌائي ويئي.) کي هڪ ئي جيل ۾ رکو.“

جج چيو، ”ٻنهي کي ايندڙ فيصلي تائين هڪ ئي جيل ۾ رکيو ويندو. مان مڃان ٿو تہ تون دهشتگر ناهين. پر تون ڄاڻين ٿو تہ تو ڇا ڪيو آهي؟ مان نٿو چاهيان تہ تون پاڻ مان وشواس وڃائين.“

”سر، مان ڏاڍو ٿڪل آهيان.“

”ها، مان ڄاڻان ٿو. پر وشواس نہ وڃاءِ، تون پنهنجيءَ فيلڊ ۾ سيني کان مٿي آهين. گذريل ڏهن سالن جي مقدمي دوران تون اشرافت سان هليو آهين. توکي مئڪناس گولڊ واري اداڪار جيان ٿيڻ گھرجي. ڇا هئو هن جو نالو؟“

”سر، گريگري پيڪ.“

”ها، گريگري پيڪ جيان. تنهنجي والد کھڙي پوئينءَ فلم ۾ ڪم ڪيو هئو (وقفو) ها منايائي ان ۾ هو توکان بهتر لڳي رهيو هئو.“ (سنجوءَ هاڪار ۾ ڪنڌ لوڏيو.)

جج، ”جيئن تنهنجو پيءُ (سنيل دت) پڇاري تائين ڪم ڪندو رهيو تيئن تون بہ ڪندو رهج. مون کي رڳو ڇهن سالن جي سزا ڏني آهي، جن مان بہ سال تون ڪاٽي چڪو آهين. باقي چار سال بہ ڪاٽي ڇڙهندين. تون مٿئين عدالت ۾ اپيل لاءِ بہ آزاد آهين.“

(جج اٿي کڙو ٿيو، سنجيہ دت هن کي سلام ڪري ڪٺهڙي کان هيٺ لٿو ۽ سيني کان موڪلائي ٻن پوليس وارن جي حراست ۾ آرٿر روڊ جيل ڏانهن ويندڙ وئن ۾ اچي وينو.)

مان ٿي ويءَ تي هن کي ون ۾ ويندو ڏسي رهيو هوس ۽ مون آڏو سورنهن سالن جي سنجوءَ جي معصوم صورت اڀري رهي هئي، جڏهن هو ماسڪو جو هوٽل روسيا ۾ ماءُ جي سمهي پوڻ تي اڌ رات جو منهنجي ڪمري ۾ اچي چوندو هئو، ”انڪل، هڪ ڪئن پيوا جو پيئان؟“

هڪ جمهوري ۽ سڌريل سماجي نظام واري ملڪ جي قانون ۾ جرم ۽ سزا وچ ۾ ميزان رکڻ ڪنهن فيصلي جو بنيادي نڪتو هئڻ گھرجي. قانون پلي انڌو هجي پر مون قانون جي ڪنهن ڪتاب ۾ اهو بہ پڙهيو آهي،

”ڪن مخصوص حالتن هيٺ بخشي ڇڏڻ سان پڻ قانون جون تقاضائون پوريون ٿين ٿيوهن، بشرطيڪ ڏوهاريءَ وٽ پڇتاءَ ۽ پشيمانيءَ جو پورو احساس هجي.“■

## چاليهون پنو

اخبار انڊين ايڪسپريس جي بل ڪليڪٽر جي نوڪريءَ مان فارغ ٿي مان وري نئين ۽ پراڻي دهليءَ جا گس ۽ گهيٽا لتاڙيندو رهيس. ڳجهن مردانن مرضن، آتشڪ،سوزاڪ، باد فرنگ ۽ نامرديءَ جهڙين بيمارين جو شرطيہ علاج ڪندڙ حڪيم هر ڪشن لال، بل جي رقم ادا ڪرڻ بدران منهنجي پئنٽ لاهڻ تي بضد هئو ۽ مون کي پنهنجي ڪمائيءَ مان پئنٽ پائڻي هئي. لاهڻي نہ هئي! ناآزمودگار نوجوانن ۽ جنسياتي طور ڪمزور شادي شده مردن کي ڪنهن اڄاتي خوف ۾ مبتلا ڪري هن شاطريءَ سان مريضن کان لکين ڪروڙين روپيا ڪٺا ڪيا. هن پنهنجي ٻن جوان پٽن کي پڻ پنهنجي ان ڌنڌي سان لڳايو ۽ کين ڪمزور ۽ ڏٻل مردن کي بيوقوف بڻائڻ جو هنر سيکاريو. ائين هن جو ڪٽنب نئين دهليءَ ۾ بنگلن مٿان بنگلا جوڙائيندو ويو.

پنهنجي وڏي پٽ کي پاڻ جهڙو قابل بڻائي، ڪنهن وڏ گهراڻي گهر جي بيحد خوبصورت ڇوڪريءَ سان هن جي شادي ڪرائي. پهرئيٽي پٽ جي شاديءَ ۾ هن ڪهڙا ڪهڙا جشن ڪيا، ان جا تفصيل ڏيڻ هت ضروري ناهن. پر اهو ٻڌائڻو اٿم تہ هن پنهنجي پٽ ۽ ننهن جي هني مون لاءِ خاص هيليڪاپٽر ڀاڙي تي ورتو ۽ کين ڀهرين ڪنهن پهاڙ ڌرمي استان تي آشيرواد وٺڻ لاءِ موڪليو. هيليڪاپٽر ڪنهن مٿاهين پهاڙ سان ٽڪرائجي ڇيهون ڇيهون ٿي ويو ۽ حڪيم صاحب جي نوجوان پٽ ۽ هيرن جواهر سان سجيل سهڻي ننهن جا لاش بہ جابلو ڪاهين ۾ ڪٿي لاپتا ٿي ويا.

پنهنجي وسيع بنگلي جي ڦهليل ڇپر تي حڪيم هرڪشن لال، پوشيده مرضن جي علاج جي ماهر، هوليءَ جي ڏاند جهڙو ٻاهه جو وڏو مچ ٻارايو. شادي ۾ مليل ننهن جو سڄو ڏاج، پٽ کي مليل ڪپڙا لٽا، سازو سامان، سوڪڙيون پاڪڙيون، پلنگ پٿرڻيون، سوين ساڙهيون ۽ سوٽ پاڻ ٻاهه جي پنيٽ اڳيان بيهي هڪ هڪ ڪري ان ۾ اڇليندو ويو. چون ٿا ايترو تہ سامان هئو جو صبح کان شام تائين اهو سڙندو رهيو ۽ اڌ رات تائين ان مان اولا نڪرندا رهيا. حڪيم صاحب جي اک ۾ هڪ ڳوڙهو بہ نہ هئو ۽ مهيني اندر حڪيم هرڪشن لال پنهنجي پٽ ۽ ننهن جي ڳولها ۾ اتي وڃي پهتو جتان اڄ تائين ڪو بہ نہ موٽيو آهي.

مون پنهنجو پاڻ سان اهو فيصلو ڪري ڇڏيو هئو تہ مان زندگيءَ ۾ گذر سفر لاءِ ٻيو ڪجهہ بہ ڪندس، ضرورت پيئي تہ هندي ليکڪ اپيندر ناٿ اشڪ جيان گاڏي تي ٽماٽا ۽ بصر پٽاٽا وڪڻندس يا رٽاير ٿي فراق گورکپوريءَ وانگر الله آباد جي ڪٽري ۾ آچار، مرين ۽ چٽڻين جو دوڪان کوليندس، پر سرڪاري يا نيم سرڪاري نوڪري نہ ڪندس. منهنجو ڪاليج جو پيارو دوست جيون گرهساڻي، جيڪو اڳتي هلي سنڌي رنگ منچ جو مثالي هدايتڪار ٿيو، ڪلڪتي ۾ چانهہ جي ڪمپني بروڪ بانڊ ۾ سيلسمين جي نوڪري ڪرڻ لڳو. هو سڄو ڏينهن شهر ڀٽڪندي ڇورنگيءَ جي پنواڙين جي مانڊڻين تي هڪ هڪ آني واريون چانهہ جون پڙيون وڪڻندو هئو. ۽ اهي خريد ڪرڻ لاءِ ٻهار پنواڙين کي ايلاز ڪندو هئو. ڪلڪتي جا پنواڙي هن کان چانهہ جون پڙيون وٺي کيس ڪڏهن ڪڏهن پئسن بدران ڪئپسٽن سگريٽن جو پئڪيٽ ڏيندا هئا. منهنجو عياش دوست جيون پنهنجي خرچ جي

پورائيءَ لاءِ ڪلڪتي جي ڪابلي وارن لالن (پناڻن) کان وڏي وياج تي قرض ونندو هئو. اهي لال هن کان مور جي رقم ونڻ کان تہ ڪيبائيندا هئا پر جي وياج جي قسط ڏيڻ ۾ ڪجهہ دير ٿيندي هئي تہ جيون کي سيني سامهون ڳٽڙ کان اچي جهليندا هئا. هڪ ڏينهن جيون گرهساٽي جيئن تين پناڻ لالن جو قرض چڪتو ڪري دهليءَ پڄي آيو.

بي روزگاريءَ دوران جيون، هيم ۽ مان هتي هُتي جوڪائيءَ وارا چڪر هڻندا وتندا هئا سين. پر ڪٽل هوندي بہ خان بڻجي هلندا هئا سين. جيون ۽ مان خالي گرئجويٽ هئا سين پر هيم ايم اي ڪرڻ کان پوءِ اڏيپور جي ٽيچرس ٽريننگ ڪاليج مان بي ايڊ جي ڊگري وٺي آيو هئو پر پوءِ بہ هن کي ماستري نٿي ملي. دهليءَ ۾ تي سنڌي اسڪول هئا پر سنڌ مان آيل آزموديگار ماسترن جي هڪ وڏي ڪيپ اڳ ۾ ئي ٽنهي اسڪولن ۾ کپجي ويئي هئي ۽ انهن ۾ اجا بہ ڪي بي روزگار وينا هئا.

مينهن هجي، واچوڙو هجي، آنڌي هجي، طوفان هجي، اسين ٽيئي دوست هرشام گڏ هوندا هئا سين. چانهہ جي هڪ ڪوپ جا ٽي حصا ڪري پيئدان هئا سين. ڪئپسٽن جي هڪ سگريٽ مان واري واري سان سوٽو هڻندا هئا سين. ڪڏهن ڪڏهن فلم ڏسڻ جيترا پئسا هٿ اچي ويندا هئا تہ ائين بہ ڪيو سين جو انٽرول تائين اڌ فلم هڪ ڏسندو ۽ پوءِ اڌ بيو ڏسي فلم جي باقي ڪاهڻي اچي ٻڌائيندو. پوءِ بہ زندگي بي فڪريءَ سان گذري رهي هئي.

نئين دهليءَ جي نئين وسيل ڪالوني لجپت نگر جا سنڌي ڪٽنب گروپ (گرونانڪ جو جنم ڏينهن) ڏاڍي ڌام ڌوم سان ملهائيندا هئا. ڏينهن سڄو لنگر جاري رهندو هئو ۽ سڄي رات پڄن پاءِ ۽ سنگيت جا پروگرام ۽ چانهہ پاڻيءَ جا ڊرم پرجندا رهنيا هئا. نوجوان ڇوڪرا ڇوڪريون ڏينهن جو لنگر ۾ شيوا ڪندا هئا. ڇوڪريون ۽ زالون رڌڻ پچائڻ ۽ ڇوڪرا ونڊڻ ورهائڻ ۾ رڌل رهندا هئا. رات جو اهي ئي شيوا ڌاري ڇوڪرا ڇوڪريون، چمڪندڙ ويس وڳا اوڍي جڻ ڪنهن فئشن پريڊ ۾ اچي ڀهرو ونندا هئا. آمهون سامهون اکين جا اشارا، نظربازي، لڄارا ڳارها ڳل ۽ ڪڏهن ڪڏهن ڪنڊ پاسي لڪل ملاقاتون، وري ملڻ جا وعدا ۽ وچن ۽ گروءَ جي مورتيءَ اڳيان اچي گڏجي متا ٽيڪڻ ۽ اڳتي جون آسيسون ونڻ. ڏور نياڻين جا ائٽ بہ اندر ۾ خوش هوندا تہ من گروءَ جي مهر سان سندن نياڻين جو اڪلاءُ ٿي وڃي.

نوابشاهہ جي ٽڪاڻي جو ڀائي نهچلنداس سنڌيءَ گاڏڙ هنديءَ ۾ پروچن ڪندو هئو، ”گرو ڪا در سپ ڪاڪلا هئہ تين دن تڪ ڪوئي ڀي اپني گهر ۾ آگ نهين لڳائي اور هر ڪوئي گرو ڪي در پر آڪي ڪائي لنگر ڪي چلهہ ۾ ٻرندڙ بندي وسامڻ نهين چاهيئي. ماتائون اور ڀهنون سي ڀي وينتي هئہ ڪ روز صبح سوير آڪي مندر ۾ جهاڙو ڦيري اور باسڻ برتڻ ملين.“

ڀائي نهچلداس جو ويا ڪياڻ ٻڌي جوان ڇوڪريون وات ۾ روا وجهي ڪلنديون هيون ۽ ڇوڪرا سيٽيون وڄائيندا هئا. گرو پرب جي لنگر ۾ بابا نيپراج سنڌي مدل اسڪول جو انتظام هلائيندڙ سنڌي ايديوڪيشن سوسائٽيءَ جو ٽرسٽي پريداس چانڊواڻي نارائڻ شيام کي گڏجي ويو ۽ چيائين تہ، ”اسڪول جي هيڊ ماستر سرڪاري سول سروس ۾ سليڪٽ ٿي ويو آهي ۽ استعيفا موڪلي اٿائين. ڪو لائق ۽ ڪو اليفائيڊ سنڌي نظر ۾ هجيئي تہ نالو تجويز ڪر“ ”مان سامهون صندل تي لڏڻ جون پيتيون پري رهيو هوس. شيام مون کي سڏ ڪري پڇيو، ”هيم ڪٿي آهي؟“ چيو مانس، ”سامهون نامي نوتاڻيءَ جي گهر جيون سان گڏ تاس وينو کيڏي.“ (نامو نوتاڻي اسان جو ڪاليج جو دوست هئو. هڪ دلچسپ ڪريڪٽر هئو. اڄ ڪلهہ لنڊن ۾ آهي ۽ آئرلينڊ جي انگريزيانيءَ سان شادي ڪري خوب ترقي ڪئي اٿائين.

پنهنجو ڪو اولاد نه هئڻ ڪري اتي هڪ نيگرو ٻار گود ورتو اٿائين. مان سامهون نامي جي گهران هيم ڪي سدي ايس. چانڊواڻيءَ هن کي ٻئي ڏينهن اسڪول ۾ اچڻ لاءِ چيو ۽ ٽئين ڏينهن هيم اڍائي سو روپيا ماهوار پگهار تي نيپيراج سنڌي مڊل اسڪول جو هيڊ ماسٽر مقرر ٿي ويو.

نئين نئين برپا ڪيل سنڌي اسڪول جا انتظام سنڀالڻ ۾ هيم کي خاصي ڏکيائي ٿي رهي هئي. هو فنڪار ته تمام وڏو هئو پر هن ۾ انتظامي صلاحيتون خير ڪي هيون. اڍائي ٿي سو شاگرد شاگردياڻيون ۽ ويهارو کن ماسترياڻيون هن جي ضابطي کان ٻاهر هئا. ڪين گهربل سهولتون ڏيڻ ۽ سندن رقابتن جا نبيرا ڪرڻ هيم جهڙي شريف النفس شخص جي وس کان ٻاهر هئو. ان کان سواءِ سگريٽ جي ٻاڙ مارڻ لاءِ هر ڪلاڪ ٻن کان پوءِ هيم کي اسڪول جي احاطي کان ٻاهر اچڻو ٿي پيو ۽ ايندڙ ويندڙ شاگردن کان لڪي پٽ ۾ منهن وجهي تڪڙا تڪڙا سوٽا هڻڻا ٿي پيا. هن جو چئيهن پاتين جو ڪٽنب هئو ۽ هو هڪ سعادتمند پٽ جيان سڄي پگهار پنهنجي پيءُ جي ترئ تي اچي رکندو هئو. ان ڪري روزگار سان لڳل آئون ۽ جيون جي مالي حالتن ۾ ڪو خاص فرق نه هئو. هيم ڇهين مهينن اندر ئي تنگ ٿي اسڪول جي هيڊ ماستري ڇڏي آيو جو “تنگ آيد به جنگ آيد” هن جي فطرت ۾ ئي نه هئو.

هيم اسان ٽنهي دوستن ۾ وڌيڪ ڪواليفائيڊ. ايم اي، بي ايڊ کان سواءِ هو سنڌ ۾ سڪرنڊ ائگريڪلچرل ڪاليج مان زراعت جي ڊگري وٺي آيو هئو، جيڪا لڏ پلاڻ وقت هن کان هيٺ مٿي ٿي ويئي هئي. نارايڻ شام جي نوابشاهه جي ڪنهن دوست جي مدد سان سڪرنڊ ڪاليج جو سرٽيفڪيٽ ٽپال رستي هيم کي ملي ويو ۽ مهيني کن اندر ئي هن کي انڊين ڪائونسل اف ائگريڪلچرل ريسرچ (آءِ سي اي آر) ۾ معقول ملازمت ملي ويئي. ڪائونسل طرفان يوجنا نالي ماهوار انگريزي رسالي شايع ٿيندو هئو جنهن جو ايڊيٽر مشهور انگريزي صحافي ۽ اديب خوشنت سنگهه رسالي ۾ شايع ٿيندڙ پنهنجا ايڊيٽوريل ۽ ٻيون آرٽيڪلس هيم کي نظر ثانيءَ لاءِ ڏيندو هئو ۽ هن جون ڪيل درستيون بنا جهجهڪ قبول ڪندو هئو.

هيم شام جو آفيس مان نڪري پنڌ ئي پنڌ سڌو ڪناٽ پليس جي جنتا ڪافي هائوس ۾ ايندو هئو، جتي مان ۽ جيون هن جو انتظار ڪندا رهندا هئا سين. ڪڏهن ڪڏهن سترام همدرد، موتي جوتواڻيءَ آنند ڪيماڻي شيام پاڳيا ۽ ٻيا دوست به اتي ملندا هئا سين پر جلد ئي جوتواڻيءَ کي راڄڪوٽ جي ريڊيو اسٽيشن تي نوڪري ملي ويئي. آنند ڪيماڻي گواليار جي ڪنهن ڪاليج ۾ ليڪچرار وڃي لڳو. شيام پاڳيا پنهنجي ڪميونسٽ پارٽيءَ جي ڪم ۾ سجاد ظهير سان ملڪ دورا ڪرڻ لڳو. سترام همدرد شام جو پنهنجي ربي ريسٽورنٽ جو دخل سنڀالڻ لڳو. هريڪانت اڃا اجمير ۾ ناڪي منشيءَ جي نوڪري ۽ پنگوڙي دوستن سان ريٽو رهيو. باقي اسان ٽنهي ڄڻن ڪڏهن به پيرو نه پڳو. ڪافيءَ جو بل پرڻ بعد اسان جا کيسا خالي هوندا هئا ۽ اسين ٽيئي پنڌ ئي پنڌ پنهنجي گهرن ڏانهن موٽندا هئا سين. هيم پنج ميل پنڌ ڪري آزاد مارڪيٽ، جيون چار ميل پنڌ ڪري لوڌي روڊ ۽ مان ڇهه ميل پري موتي باغ ايندو هوس. ڪافي هائوس ۾ منهنجو اردوءَ جو شاعر دوست نريش ڪمار شاد به اڪثر ايندو هئو. هو موتي باغ ۾ منهنجو پاڙيسري هئو ۽ اسين ٻيئي گڏ پنڌ پوندا هئا سين. شاد جي شاعري ٻڌندي پنجن ڇهن ميلن جو پنڌ لڪائيندو ٿي نه هئو. هو اڪثر نشي ۾ ٽڙندو ٿاٻڙندو هلندو هئو.

نريش ڪمار شاد اردوءَ جو بيحد پلوڙ نوجوان شاعر هئو. ورهاڱي کان اڳ لاهور جي اردو ادبي حلقن ۾ وڏا وڏا جڳادري شاعر

ايتري ڪم عمريءَ ۾ هن جي اهڙي پختي ۽ گهري شاعري ٻڌي حيران ٿيندا هئا. لاهور ڇڏي هن ڪانپور مان اردوءَ جو ادبي رسالو شروع ڪيو. پر شراب جي پٽ هن جو الھ تلھ ناس ڪري ڇڏيو. دهليءَ بدران شراب جا ڍڪ پي آفيس ۾ نشي جي حالت ۾ پهچندو هئو ۽ سرڪاري فائيلن تي شعر لکندو هئو ان ڪري آفيس وارن هن کي ڪو بہ ڪم نہ ڏيندا هئا ۽ هو بنا ڪنهن مداخلت جي ڪنڌ پاسيرو ويهي شاعري ڪندو رهندو هئو. شراب جو پئوو هميشہ هن جي کيسي ۾ رهندو هئو. برداشت کان ٻاهر مئہ نوشيءَ ڪري هو دريا گنج جي نالن ۽ گٽرن ۾ ڪريو پيو هوندو هئو، جتان ڪيترائي ڀيرا پوليس وارا هن کي جهلي ٿاڻي ۾ وجي لاڪ اپ ۾ وجهندا هئا ۽ ٻئي صبح جو ضمانت وٺي ڪيس ڇڏي ڏيندا هئا. ڪيئي ڀيرا مان ۽ سترام همدرد هن کي دريا گنج ٿاڻي مان ضمانت ڏيئي ڇڏائي آيا هئا سين. نيٺ پوليس بہ هن کي خدا جو بخشل روح سمجهي ائين ئي ڇڏي ڏيندي هئي. هڪ ڏينهن سترام جي غير حاضريءَ ۾ شاد نشي ۾ٽ تي سترام جي ربي ريسٽورنٽ ۾ وڃي وڏو هنگامو ڪيو. ۽ سترام جي ٻن سالن، جيڪي هوٽل ۾ هن جا پائيوار هئا نريش ڪمار شاد کي سخت مار ڏيئي هوٽل مان ڌڪي ڪڍيو.

گڏجڻ تي سترام هن کي ڪو بہ ڏوراپو نہ ڏنو ۽ شاد شرمساريءَ وچان وري هن جي هوٽل ۾ نہ ويو.

شاعري ۽ شراب نريش ڪمار شاد کي تباھ ڪري ڇڏيو. هڪ ڏينهن صبح جو منهن اونداهيءَ نشي ۾ ٻٽ تي هن جمناندي‌ءَ ۾ ٽپو ڏئي آپگهات ڪيو. ٻئي ڏينهن جمنا جي پل جي ٿنين ۾ اٽڪيل هن جو لاش مليو. هو ايڪٽاليهن سالن جو هئو. هن جي وڌوار ورشا سامت جو ساھ ڪنيو. مشهور شاعر قتيل شفائي ورشا سان اعزا پرسي ڪرڻ لاءِ خاص لاهور مان ڪهي آيو. ٻنهي جي لاهور وارن ڏينهن کان گهري دوستي هيءَ.

مان ۽ جيون جوڪائيءَ جا چڪر هٽندي سڄو ڏينهن گذاري ڇڏيندا هئا سين. هيم کي زرعي کاتي ۾ محفوظ ملازمت ملي چڪي هئي.

مان پنهنجيءَ ماءُ کان روزانو هڪ بہ روپيا وٺي گهران نڪري ويندو هوس. منهنجو پيءُ پنهنجي آفيس مان موٽي پنهنجي ڪمري ۾ پاڻ کي بند ڪري هر شيءِ کان بي نياز ٿي ويندو هئو. شام جو انين بجي منهنجي ماءُ هن اڳيان بوتل ۽ گلاس آڻي رکندي هئي. ان مهل گهر ۾ ڪو مهمان ايندو تہ چوندو هوس يا تہ گلاس گهرائي گڏي ويهي پيگ پيءُ يا وري خدا حافظ !پنهنجي ڪمري ۾ ڪيلو بيگ پيئڻ کان پوءِ هن جي ڪنهن بہ ڳالھ ۾ دلچسپي نہ رهندي هئي. ڪير ڪيڏانهن ويو آهي؟ ڪير ڪهڙيءَ مهمل گهر ۾ اچي ٿو. وڃي ٿو. هن ڪڏهن بہ جاڻڻ جي زحمت نہ ورتي ۽ نہ ڪڏهن ڪنهن جي ڪنهن ڪم ۾ دست اندازي ڪئي. ذاتي طور تي هڪ ادار دل. صاف گو ۽ رحمدل شخص هئو. انگريزي ۽ فارسي ادب جو وڏو اڀياس هئو.

جيون جا والدين هن جي ٻاروتڻ ۾ ئي گذاري ويا هئا. هن جي ماسڙ جيڪو ڪلڪتي ۾ ڪنهن وڏي عهدي تي هئو ۽ بي اولاد هئو، جيون کي پٽ ڪري پاليو هئو. هو هر مهيني هن کي خرچ پکي لاءِ ڪجھ رقم موڪليندو هئو. جيون، لوڌي ڪالونيءَ جي سرڪاري ڪوارٽرن جي برساتيءَ ۾ اڪيلو رهندو هئو. هن جي ان مسواڙي برساتيءَ سان اسان جا ڪيئي رومانوي قصا جڙيل آهن. سوا ڇھ فٽي قداور جيون کي عشق جي معاملي ۾ اسان کان برتري حاصل هئي. هڪ دفعو ڪائي حسينہ هن جي لھ وچڙ ۾ آئي تہ هن جي گرويده ٿي

ويندي هئي. هو عشق جي اٽڪل بازين جو وڏو جادوگر هئو پر ڪڏهن
به ڪنهن معصوم جو استحصال نه ڪيائين.

زر بسيار عشق "نه پهه" واري محاوري کي جيون غلط ثابت
ڪيو ۽ زر بست جي باوجود عشق هن وٽ، آرائينءَ جيان جهول پري
ايندو رهيو. ڪجهه ڏينهن ۾ جيون کي رنگ روغن ۽ وازش ناهڻ وارن
ڪمپني ڪلر ڪيم ۾ سيلسمئن جي نوڪري ملي ويئي. هو دهلي،
هريانه يوپي جي ننڍن شهرن جي ڊيلرن وٽ وڃي رنگ ۽ پينٽ جي دٻن
جا آرڊر وٺي ايندو هئو. پڳهار کان وڌيڪ هن جو مسافري ڀتو ٺهندو
هئو. ڪڏهن ڪڏهن مان به هن سان گڏ ميرٺ، ڪرنال، امبالا، پاڻيپت
وغيره ويندو هوس.

مان هيءَ سڄي بيان بازي ان ڪري رهيو آهيان جو رڪارڊ تي
رکڻ ٿو چاهيان ته پنهنجي ڌرتيءَ کان پيير اکوڙجڻ کان پوءِ اها ان وقت
جي اسان جي سماجي ۽ ثقافتي زندگي هئي پر پوءِ به اسين پنهنجي
وطن کان ڪٽي آيل پنهنجين روايتن ۽ ريتن رسمن کي سوگهو جهلي
بيٺا هئا سين.

منهنجي پاڙي ۾ مسر ڪپور نالي هڪ پنجابي رهندو هئو.
ڪپور تلا رياست ۾ پشاور جي ڪتري ذات جا ڪپور گهراڻي جا مرد ۽
عورتون صورت شڪل جا سهڻا ۽ ناهوڪا ٿيندا آهن. مسٽر ڪپور پاڻ
به شاهاڻي شڪل جو هئو ۽ جي ڪٽنب جا ڀاتي به سهڻين صورتن واري
هئا. هن کي ٽي ڌيئر هيون، جيڪي حسن جو نادر نمونو هيون. مان
جڏهن ڪا نئين فلم سي ايندو هوس ته ڪجهه ڏينهن ائين ان فلم جا گانا
جهونگاريندو رهندو هوس ۽ وڏيءَ ڌيءَ شاردا کي فلم جي ڪهاڻي ۽
گانا ٻڌائيندو هوس. هڪ ڏينهن شام جو هن جي گهر جي ٿلهي تي
ويهي مان شاردا کي مڪيش جو گانو، " هم آج ڪهين دل کو بٿلي"
ڳائي ٻڌائي رهيو هوس جو ڪپور صاحب آفيس مان موٽندي اسان کي
گڏ ويني ۽ سنان پاڻي ڪري ڪپڙا مٽي سڌو اسان جي گهر اچي
منهنجو پيءُ کي چيائين، " توهان جو پٽ منهنجي ڌيءَ کي ڏسي بيهودا
فلمي گانا ٿو ڳائي." هن کي مهرباني ڪري جهلي ڇڏيو ته منهنجي ڌيءَ
اڳيان اهڙا فلمي گانا نه ڳائي." دادا کي ڪل اچي ويئي ۽ مرڪي
چيائين، "ڪپور صاحب، منهنجو ڇوڪرو جي فلمي گانن بدران غير
فلمي گانا ڳائي ته پوءِ ته توهان کي ڪو اعتراض نه ٿيندو؟"

ڪپور صاحب کي به ڪل اچي ويئي. دادا هن کي ڊرنڪ ٺاهي
ڏني ۽ چيائين، "ڪپور صاحب، جوان ٻار آهن ٿوري وقت لاءِ دوستيءَ
۾ دل وندارائڻ ۾ ڪا اعتراض جوڳي ڳالهه نه هئڻ گهرجي. پوءِ به مان
پٽ کي تنبيهه ڪندس ۽ توهان به پنهنجي ڇوڪريءَ کي فلمي گانا ٻڌڻ
کان منع ڪري ڇڏيو." اڳتي هلي ٻنهي جي وچ ۾ دوستي قائم ٿي
ويئي پر سندن ٻارن وچ ۾ دوستي ختم ٿي ويئي.

هڪ شام جو ڪپور صاحب ڪرول باغ جي اسٽور ۾ خريداري
ڪندي ملي ويو. نيٺ پنجابيءَ ۾ پڇيائين، "اي منديا، ڪجهه ڪندو به
آهين يا رڳو فلمون ڏسي فلمي گانا ڳائيندو وتندو آهين؟" چيو مانس،
"گرئجويشن ڪري نوڪري ڳولهي رهيو آهيان." چيائين، "سڀاڻي صبح
جو منهنجيءَ آفيس ۾ اچي مون سان ملجانءِ. هي منهنجو ڪارڊ سنڀالي
رک."

مسٽر ڪپور ڪشمير گيٽ تي رايل سپريم برئنڊ نالي
سائيڪلون تيار ڪندڙ هڪ وڏي ڪمپني پرل سائيڪل انڊسٽريز ۾
مئنيجر هئو. ڪمپنيءَ جي فئڪٽري ويهه ميل پري نخف ڳڙهه ۾ هئي،
جتي روزانو به هزار سائيڪلون تيار ٿينديون هيون. سڄي اتر
هندوستان ۾ گواليا ۽ جهانسيءَ تائين ان ڪمپنيءَ جا ڊيلر هئا. ڪمپنيءَ
۾ ڏهه ٻارنهن سيلسمين هئا، جيڪي جدا جدا شهرن ۽ ڳوٺن ۾ وڃي
سائيڪلن جا آرڊر وٺي ايندا هئا ۽ مهيني کان پوءِ ڊيلرن وٽان وڪري

جون وصوليون ڪري ايندا هئا. ٻئي ڏينهن ڪشميري گيٽ واري هيڊ آفيس ۾ پهچڻ تي ڪپور صاحب مون کي ڪمپنيءَ جي سيلس مئنيجر سان ملايو جيڪو جيڪب آباد جو سنڌي مسٽر دولت دلواڻي هئو. دلواڻيءَ مون کان ٻه چار هتان هتان جا سوال پڇي مون کي پرل سائيڪلز انڊسٽريز ۾ سيلس ريپريزينٽو جي نوڪريءَ ۾ رکيو. پگهار اڍائي سوَ. ٻاهر ٽوئر تي ريل جو سيڪنڊ ڪلاس ڀاڙو ۽ ٻارهن روپيا روزانو ڀتو.

رنگ روغن تيار ڪندڙ ۽ سائيڪليون ٺاهيندڙ ڪمپنين جا سيلسمين ٻڌجي جيون ۽ مان دهليءَ جي آسپاس جي شهرن، قصبن ۽ ڳوٺن ۾ پنهنجي پنهنجن بريف ڪيس ۾ آرڊر ۽ رسيد چوپڙيون وجهي ڪٿي ٽانگن، ڪٿي سائيڪل رڪشائن ۽ ڪٿي پيرين پنڌ گهمندا هئا سين ۽ آرڊر بڪ ڪندا هئا سين ۽ مقرر معياد بعد وصوليون ڪندا هئا سين. ڪوش ڪري اسين ٻارهي ٽوئر جي رٿا بندي ائين ڪندا هئا سين. ڪوشش ڪري اسين ٻارهي ٽوئر جي رٿابندي ائين ڪندا هئا سين جيئن هڪ وقت هڪ ئي شهر يا ڳوٺ ۾ گڏ هجون. ميرٺ، سهارنپور، مظفر نگر، ڪرنال، پاڻيپت، مترا، اگري ۽ گواليار تائين اسان جي ڊيلرن جون حدون مقرر ٿيل هيون، جتي مون کي هڪ سائيڪل وڪڻڻ تي جيتري ڪميشن ملندي هئي اتي جيون کي پنجاهه دٻا وڪڻڻ تي ايتري رقم ملندي هئي. پوءِ به هو مون کان وڌيڪ ڪمائندو هئو. هو جيترو قاتل ڊراما نگار هو ايتري ئي ڪامياب سيلسمئن به هئو. ڪن قصبن ۽ ڳوٺن ۾ اسان کي مسافر خانن، مهمان سراين ۽ ريلوي پليٽفارمن ۽ بسن اڏن تي به راتيون گذارڻيون پونديون هيون. ميرٺ، مظفر نگر ۽ سهارنپور جي مجري وارين جي ڪوٺن تي رات جا ٻارنهن ته ائين ٿي ويندا هئا.

ميرٺ ۽ سهارنپور جي مجرن ۾ هردوار جا پنڊا ۽ پنڊت به ايندا هئا ته ديوبندي، بريلوي ۽ وهابي به ايندا هئا. ميرٺ جي آدرش هندو هوٽل ۾ مون ۽ جيون رات جو هندو ۽ مسلمان فسادين کي پاڻ ۾ پئسا ورهائيندي به ڏٺو ته شراب پيئندي به ڏٺو مسجد ۾ سوئر چڙهي ڏيڻ ۽ هندو محلن ۾ مندرن اڳيان ڳانءِ ڪهڻ جي رٿائن کي پڻ جڙندي ڏٺو. مان ڌرم ۽ مذهب کان منڪرايئن ئي نه ٿيو آهيان. فساد خلق جي خوف کان وڌيڪ تفصيل نٿو لکان ورنه منهنجي گهر جي سامهون حوض راڻي بستيءَ جي مسجد جي ملي جا ڪرتوت ۽ مندرن جي سنتن ۽ سوامين جا ڪرتوت ۽ ڪارنام پاڻ ڏٺا آهن. مان غلام گردشن جي انهن اغلام باز ۽ زنا ڪارن کي چڳيءَ طرح سڃاڻيندو آهيان. ويهه ويهه ٽريل پوريون ۽ ڏهه ڏهه ڪيرٽيءَ جا ڪٽورا ڏوڳهيندڙ چوٻڻ ۽ چار چار مرغيون ڳڙڪائيندي اوڳرايون ڏيندڙ ملن جي دهلن جهڙن پيٽن تي مان الائي ڪيتريون مڪون هڻي چڪو آهيان. اروڙ جا مست رڳو سنڌ ۾ ناهن. سڄو هندوستان انهن سان ستيو پيو آهي. ڌرم ۽ مذهب هن برصغير جي ٻنهي (هاڻي ٽنهي) ملڪن سان وڏا ويل وهايا آهن. مان پنهنجيءَ دهريت سان وڌيڪ صلح ۾ آهيان.

منهنجيءَ خير پور جي دوست ريحانه شيخ جڏهن مون کي شيخ اياز جي دعائن جو ڪتاب موڪليو ته مان پڙهي حيرت ۾ اچي ويس. هڪ مشهور ۽ وڏو شاعر عمر جو پوئين پهر ۾ پنهنجي سڄي شاعريءَ جي قرباني ڏيئي، مصلحتن جيڪي دعائون ۽ مناجاتون لکيون، اهي ڪي هن جي آتمڪ ۽ روحاني اڇل جو آواز نه هئو پر هن جي ابن الوقتي ۽ احساس جرم جو اعتراف هئو، جيڪو هن راجا پرتري هريءَ جي وئراڳ شتڪ کان متاثر ٿي لکيو، اياز جي دعائن جون سٽن جون سٽون وئراڳ شتڪ ۾ شامل شلوڪن جو لفظي ترجمو آهن جو اياز جو ذاتي آزمودو ۽ انڀو اهو نه هئو جيڪو راجا پرتري هريءَ جو هئو.

اجين جو راجا پرتري هري وڏو پرائڪرمي. رومانوي ۽رحمدل راجا هئڻ سان گڏ مها ڪوي پڻ هئو. هن سنسڪرت سلوڪن جا ٻه گرنٿ شرنگها شتڪ ۽ نيتي شتڪ رچيا. شرنگهار شتڪ ۾ سندر ناريءَ جي سونهن، جوڀن ۽ ساڻس ٿيندڙ پريم وارتائن جو ورڻ آهي، جيڪو ڪاليداس کان پوءِ سنسڪرت جي رومانوي شاعريءَ جو شاهڪار ڪري مڃيو ويو آهي. نيتي شاستر ۾ راڄنيتيءَ جون مريادائون ۽ طور طريقا وغيره بيان ڪيل آهن، جيڪي چاڻڪيه نيتيءَ کان بنهه مختلف آهن ۽ سچ ۽ ايمانداريءَ وارن اصولن تي ٻڌل آهي.

راجا پرتري هريءَ جي دربار ۾ هڪ ڏينهن هڪ رشي آيو راجا کي هڪ ڦل (ميوو) ڏيندي چيائين، "هي راجن، هيءَ امر ڦل آهي جيڪو کائڻ سان تون سڄي عمر جوان ۽ خوبصورت هندين". راجا رشيءَ کان امر ڦل وٺي محل ۾ آيو.

راجا پرتريءَ جو پنهنجي راڻي پنگلا سان تمام گهڻو پريم هئو. هن سوچيو ته مان اهو امر ڦل کائي ڇا ڪندس؟ هي پنهنجي راڻيءَ کي کارايان ته هوءَ سڄي عمر جوان ۽ حسين رهندي اچي. راڻيءَ ڦل وٺي سنڀالي رکيو. راڻي پنگلا جو راڄ جي گهوڙن جي طبيلي سنڀاليندڙ سئس سان معاشقو هئو. هن چاهيو ته هن جو آشنا سدائين جوان مرد رهي ۽ هن اهو امر ڦل سئس ڏانهن ڏياري موڪليو. طبيلي جي ان سئس جو پيار وري اجين جي هڪ وئشيا سان هئو ۽ هن اهو ڦل وڃي پنهنجيءَ پريتماڪي ڏنو.

ادار دل ڪامڻي وئشيا سوچيو مان ته سماج جي نوڪرن ۾ وينل هڪ حقير وئشيا آهيان، مون کي ڇا هڙ حاصل ٿيندو؟ چو نه مان اهڙو لافاني امر ڦل پنهنجي ديش جي دلاري راجا کي وڃي ڏيان، جيڪو پنهنجي سڄيءَ پرجاجي پرگهور لهي رهيو آهي. هوءَ اهو امر ڦل راجا پرتيءَ وٽ کڻي آئي. راجا جو روح رڙ ڪري اٿيو.

راجا پرتري هري راڄ پاٽ ڇڏي وئراڳي تي ويو ۽ ان وئراڳ ورتيءَ ۾ هن پنهنجي شاهڪار گرنٿ وئراڳ شتڪ جي رچنا ڪئي.

اسان جي "عظيم شاعر" شيخ اياز جون اهي دعائون وئراڳ شتڪ جي انهن هرياڻي ۽ يوپيءَ جي شهرن جا ڊيلر ۽ دوڪندار صبح صبح اسان جي شڪل ڏسڻ پسند نه ڪندا هئا، ان ڪري مان ۽ جيون منجهند کان پوءِ ئي سندن دوڪان تي چڙهندا هئا سين. ڪي جيون جي ڪمپنيءَ جي تيار ڪيل رنگن روغنن مان وڏون ڪيڊندا هئا ته ڪي مون کي رايل سپريم سائيڪل جا ڦيتا ۽ هئنڊل ڇٻا ڪري ڏيکاريندا هئا ۽ ائين بلن جا پئسا ڏيڻ کان ٽٽائيندا هئا. اسان ٻنهي کي پنهنجن پنهنجن ڊيلرن هٿان ڪيئي ڀيرا ذليل ۽ خوار ٿيڻو پوندو هئو.

هڪ ڏينهن ڪمپنيءَ جي سيلس مئنيجر دولت دلواڻيءَ مون کي چيو، "تون سپاڻي ئي آگري هليو وڃي. اتان جو فلاڻو ڊيلر گذريل ڇهن مهينن کان نه موڪليل مال جون بلٽيون ٿو ڇڏائي ۽ نه سا کن کان وڪري جي رقم ٿو موڪلي. هن ڏانهن ڏهن ٻارهن هزارن جي بقايا ٿي وئي آهي. تون وڃي هن سان حساب چڪتو ڪري اچ ۽ ڪيس ڌمڪي ڏيئي اچ ته جيڪڏهن هفتي اندر نئين مال جي ڊليوري نه ورتئه ۽ بقايا رقم نه موڪليئه ته تو مٿان قانوني ڪارروائي ڪئي ويندي. ۽ ها ڪجهه سختيءَ کان ڪم وٺج."

ٻئي ڏينهن مان آگري اچي ڪناري بزار جي ان ڊيلر وٽ پهچي ويس. سڄو دوڪان سائيڪلن جي ڪوڪن، ٽايرن ٽيوبن، هئنڊلن ۽ پئنڊلن سان سٽيون پيون هئون دوڪان جو مالڪ شڪل مان ئي شودو لڳلي رهيو هئو. هن کي ڏسي ئي مون کي هيبت وٺي ويئي نرمائيءَ مان چيو مانس، "مان دهليءَ کان ڪمپنيءَ جو فلاڻو سيللسمئن آهيان ۽ توهان ڏانهن هيتري بقايا رهيل آهي، جيڪا هفتي اندر چڪتو ڪري ۽

موڪليل مال جون بلٽيون ڇڏايو.“ مون حساب ڪتاب جي ڪاپي هن ڏانهن وڌائي.

مون کي ڏسي هن جو هيانءُ ئي سڙي ويو. خونخواري نظرن سان مون ڏانهن ڏسي اترادي سنڌيءَ ۾ نوڪر کي هڪل ڪندي چيائين، ”اڙي چورا، وڃي ڪ استول بستول ڪٽي اچهيءُ جو پڙوو ايجنٽ دهلي کان آيو آهي اهو چا منهنج ... تي ويهندو؟“

اهڙي اگهاڙي گار ٻڌي منهنجو پگهر نڪري ويو. حساب ڪتاب جي ڪاپي اتي ئي ڦٽي ڪري دوڪان کان ٻاهر نڪري آيس ۽ پهرين گاڏي پڪڙي دهليءَ موٽي آيس.

اسٽيشن تان سڌو سهڪندو ڪشميري گيٽ آفيس پهچي سيلس مئنيجر کي چيم، ”دولت دلواڻي، تنهنجي هن سنڌي ڊيلر تي مون کي الائي چا تي پئي ويهاريو. وٺ. رکي اٿيئي تنهنجي هيءَ نوڪري.“

الائي منهنجي نوڪري واري نصب ۾ چا هئو جو پهرين نوڪريءَ ۾ حڪيم هرڪشن لال مون کان پئنٽ پئي لاهرائي ته ٻي نوڪريءَ ۾ ڳڙهي ياسين جو وٽن ڪوٺو واٺيو مون کي پنهنجي واهولي تي وهارڻ ٿي چاهيو. هڪ ڀيرو وري مان رستن تي رلڻ لڳس ۽ سوچيندو رهيس ته اڃا مون کي زندگيءَ ۾ ڪيترو ذليل ٿيڻو آهي؟■

## ايڪيتاليهون پنو

ڪالهه (21 آگسٽ عيني (قرت العين حيدر) جي تدفين تان واپسيءَ تي هيءَ قسط آلين اکين پريل دل ۽ ڏڪندڙ هٿن سان لکيو رهيو آهيا. نائيوڊا جي قبرستان ۾ جڏهن منهنجي عيني ديديءَ جو لاش لحد ۾ لاهي رهيا هئا ان مهل مون کي محسوس ٿي رهيو هئو ته جي ڪانڌي مون کي نه سڃاڻن ها ته مان به ڪوٽيل ڪاهيءَ ۾ ٽپو ڏيئي ساڻس گڏ دفن ٿي وڃان ها. مان ڏسي رهيو هوس ته هن جي آگ ڪا دريا“ جا ڪردار چمپا، گوتم نيلامبر ۽ منصور ڪمال پنهنجيءَ تخليقڪار کان دواع ٿي رهيا هئا.

گروڪل جو گوتم نيلامبر پنهنجي گروڪل جي انهن سيني وديارٿي چوڪرن چوڪرين سان اتي حاضر هئو، جيڪي گيان حاصل ڪرڻ لاءِ پنهنجا گهر گهاٽ ڇڏي نرواڻ جون راهون روشن ڪرڻ لاءِ عينيءَ جي لاش ۾ پنهنجو پنو جنم ڏسي رهيا هئا. عراقي سيلاني منصور ڪمال بنارس جي چمپا سان گڏ بيٺو سوچي رهيو هيو، ”مان ئي عينيءَ جو خلقيل اهو ڪردار آهيان جيڪو ان قبرستان ۾ بيٺو آهي، جتي مان ئي لاش آهيان. مان ئي قابرو آهيان. ۽ مان ئي ماتم ڪندڙ. ۽ عيني اسان کي امرتا بخشي پاڻ به لازوال ٿي وئي آهي.“

عينيءَ سان منهنجي پهرين ملاقات مشهور ڪهاڻيڪار جوگيندر پال جي پتني ڪرشنا پال پنجويهه سال اڳ ڪرائي هئي. هوءَ ذڪر باغ جي هڪ مسواڙي فليٽ ۾ رهندي هئي. انهيءَ ئي بلڊنگ ۾ منهنجو دوست حسيني به رهندو هئو جيڪو پاڪستان جي مشهور اخبار جنگ جو نمائندو هئو ۽ دکن جو مهاجر هوندي به صاف سنڌ ڳالهائيندو هئو. ساڳئي ئي پيشي ۾ رهندي اسين ٻيئي هم نوالا ۽ هم پيالا هوندا هئا سين. (حاجي ٿيڻ بعد هو سونهاري رکائي سخت مذهبي ۽ پڪو پرهيزگار ٿي ويو آهي.) ريشمي بنارسي ساڙهيءَ ۾ ملبوس، ميندي لڳل باب ڪٽ سرخ سيٽ ٿيل وارن ۽ ٿلهي فريم واري عينڪ ۾ چمڪندڙ چهري واري عينيءَ پاڻ اچي در کوليو ۽ پنهنجيءَ مخصوص مسڪراهٽ سان ڪرشنا پال ۽ پنهنجي آجيان ڪئي. اسان

کي ڊرائنگ روم ۾ صوفاتي ويهاري هوءَ سامهون ٽائيڪي تي ويٺي. ڪرشنا هن سان منهنجي واقفيت ڪرائيندي ڪيس چيو ته، ”هيءَ ٽائيس آف انڊيا اخبار ۾ ايڊيٽر آهي ۽ سنڌيءَ جو ساهتڪار آهي. هن تنهنجا سڀ ڪتاب پڙهيا آهن ۽ عرصي کان تو سان ملاقات جي تمنا رکيو وينو آهي.“ عينيءَ مٺر مرڪ سان مون ڏانهن نهاريو. ۽ سچ پچ ونجي ويس.

پنهنجيءَ ملازمه ريحانه کي چانهه ۽ ڪيڪ بسڪوٽ وغيره آڻڻ جو چئي هوءَ مون کان هند سنڌ جي سنڌي ادب بابت احوال وٺڻ لڳي. اوچتو مون همت ٻڌي هن کي چيو، ”ديدي، تو پنهنجي شاهڪار ”آگ ڪار دريا“ ۾ هڪ تاريخي ۽ جاگرافيائي غلطي ڪئي آهي. ”هوءَ وائڙي ٿي مون ڏانهن ڏسڻ لڳي. چيائين، ”مان ان جو انگريزي ترجمو پاڻ ڪرڻ جو سوچي رهي آهيان. جي سچ پچ ڪا اهڙي غلطي ٿي ويئي آهي ٻڌاءِ ته سڌاري ڇڏيان.“ چيو مانس، ”ديدي، تو سنڌ جي سورمي مارئيءَ جو ملڪ ڪراچيءَ جي پر وارو ڳوٺ ملير ٻڌايو آهي. پر مارئيءَ وارو ملير ٿر علائقي جي ڏورانهين هنڌ آهي، جتان عمر بادشاهه هن کي کوهه تان کنيو هئو.“ کلي چيائين، ”مان ته هندوستان جي شهر نٿهور (نجيب آباد) ضلعو بجنور جي آهيان، مون کي توهان جي سنڌ جي جاگرافيءَ جي کهڙي خبر؟ مون ته مارئي ۽ ملير جو نالو ٻڌو هئو ته سمجهيم اهو ئي ڪراچيءَ وارو ملير هوندو.“

”ديدي، ٻي ڳالهه اها ته توهان پنهنجي سوانحي ڪتاب، ”ڪارِجهان درازهئه“ ۾ لکيو آهي، ”اڪبر جي درٻار جي نور رتنن ۾ ابوالفضل ۽ فيضي برادران ضلعي بجنور جا رهندڙ هئا. پر حقيقت اها آهي ته هو ٻيئي سيوهڻ جا سنڌ هئا.“

”پر ٻنهي جون قبرون ته بجنور ۾ آهن.“

”ٿي سگهي ٿو ته جهانگير ابوالفضل کي قتل ڪرائي اتي دفنارايو هجي ۽ فيضيءَ کي ٻه پاءُ جي پر ۾ دفنايو ويو هجي. پر اڪبر نامي موجب هو سيوستان (سيوهڻ) جا رهندڙ هئا. تواريخ نويس عبدالقادر بدوانيءَ پڻ اها تصديق ڪئي آهي. اڪبر جي درٻار ۾ عرصي تائين رهڻ واري ٻوڏي راهب اڪوا ديوا پڻ ٻنهي ڀائرن کي سنڌي عالم سڏيو آهي. ايتري قدر جو ايران جي بادشاهه چيو هئو ته، مان اڪبر جي تلوار کان ايترو نٿو ڊڄان جيترو فيضيءَ جي قلم کان.“

عينيءَ ان وقت ئي اتي نوٽبڪ ۾ ٻيئي درستيون درج ڪري ڇڏيون.

ڳالهين دوران اوچتو عينيءَ پڇيو، ”شيخ اياز اج ڪلهه ڪيئن آهي؟ هن هڪ ڀيرو سڪر ۾ منهنجي ۽ علي احمد بروهيءَ جي دعوت ڪئي هئي.“ چيو مانس، ”ديدي، اڄ ڪلهه وڪالت ڇڏي ڪراچي جي پرنس ڪامپليڪس ۾ پرسڪون زندگي گذاريو رهيو آهي.“ چيائين. ”ٻڌو اٿم ته پنهنجي ڪنهن ڪتاب ۾ هن منهنجي باري ۾ لکيو آهي ته ڪراچيءَ ۾ فلاڻي شخص نشي جي حالت ۾ عيني عيني عيني ڪندي چوٽينءَ ماڙ تان ٽپو ڏيئي خود ڪشي ڪئي هئي.“

اياز ڪتاب، ”ڪراچيءَ جا ڏينهن ۽ راتيون“ ۾ مون برابر اهو پڙهيو هئو ۽ مون کي چڱيءَ طرح ياد هئو پر مان چپ رهيس. عينيءَ جي چهري جا پاوَ بدلجي ويا ۽ چيائين، ”جي ائين ٿيو ته ٻه االياز صاحب کي اهو سڀ لکڻ نه کپندو هو. اها ادبي اشرافت ناهي.“ چيو مانس، ”ديدي، اياز سان ڪڏهن روبرو ملاقات ٿي ته هن کي اوهان جا احساس ڪنوي ڪنديس.“ ڪلاڪ ٻن جي ڪچهريءَ کان پوءِ اسان اٿڻ لڳا سين ته عينيءَ قربائتي نموني چيو، ”ڪڏهن ڪڏهن ايندو رهج.“ چيو مانس، ”ديدي، توهان جي اهڙي مشغول زندگي ۽ قيمتي وقت ۾ مخل ٿيڻ ۾ مون کي ڪجهه هٻڪ ٿيندي.“ چيائين، ”تو جهڙيون رس چس واريون

ڳالهيون ڪرڻ وارن لاءِ مون وٽ سدائين وقت آهي ۽ ائين به سانجهين وقت مان واندي ئي هوندي آهيان.“ هوءَ اسانڪي ٻئي ماڙي جي ڏاڪڻ تائين اپرائڻ آئي. مون هن سان هٿ ملائي موڪلائڻ چاهيو، پر همٿ نه ٿي، جو مان هن جي شخصيت کان بيحد مرعوب ٿي موٽي رهيو هوس.

ٻاهر اچي مون ڪرشنا پاپيءَ کي چيو، ”ڪرشنا، عيني ته بيحد آبرودار ۽ عمدي عورت آهي. هن کي ائين ئي بدنام ڪندا رهندا آهن ته ڏاڍي مغرور ۽ مٺي ڦريل خاتون آه. ڪنهن ادبي رسالي ۾ هن جي باري ۾ اهو به لکيو ويو هئو ته هوءَ ڪنهن کي گهر دعوت ڏيئي گهر ٻاهران تالو لڳائي هلي ويندي آهي. ۽ مهمان بي مانو ٿي موٽي ويندو آهي. اسان جي ته هن ادار دليءَ سان مهمان نوازي ڪئي.“ ڪرشنا چيو، ”پر هوءَ رشتن جي پسنديءَ ۾ بيحد انتها پسند آهي. جيڪي ماڻهو هن کي پسند هوندا آهن انهن سان ويجهڙائيءَ وارو رشتو رکندي آهي. پر ڪي اهڙا انسان به آهن جيڪي هن کي ڏٺا به نه وڻندا آهن. مثال طور ...؟“

ٻئي ڏينهن مون عينيءَ جا ڪتاب نئين سر پڙهڻ شروع ڪيا. آخر شب کي همسفر (جنهن جو ولي رام ولڀ سنڌيءَ ۾ پوئين پهر جا پانڌيئڙا جي سري سان ترجمو ڪيو آهي) مون کي بيحد متاثر ڪيو. ناول ۾ ريحان جو ڪردار عين بين اڄ جي مصلحت پرست انقلابين جي علامت هئو. مان سمجهان ٿو ته، آخر شب کي همسفر عينيءَ جو بهترين ناول آهي. ناول جي هيرو ريحان جو ڪردار مصلحت پرس اوس آهي پر ڪمزور ناهي.

مون ڪنهن کان ٻڌو هئو ته اسان جي شهر نوابشاهه جي مسجد جي مولوي محمد صادق کي خلافت تحريڪ ۾ حصو وٺڻ ۽ اشتعال انگيز تقريرون ڪرڻ تي انگريز حڪومت هڪ سال قيد جي سزا ڏني. پر هفتي اندر ئي مولوي صاحب حيدر آباد سينٽرل جيل ۾ معافي نامو لکي ڏنو ۽ سني چال چلت جي ضمانت ڏيئي آزاد ٿي آيو. جڏهن هن کان ان ڦڙتي گهڙيءَ جو سبب پڇيو ويو ته هن قرآن ڪريم جي ڪنهن آيت جو حوالو ڏيندي چيو، ”جيڪو شخص پاڻ مٿان ايترو بوجهه کڻن جي ڪوشش ڪري ٿو، جيڪو هن جي قوت برداشت کان ٻاهر آهي، اهو گناهه ٿو ڪري. ان ڪري هو پنهنجي اهڙي عمل ۾ حق بجانب آهي.“

مصلحت پرستي ماڻهوءَ کي مذهب جي اوٽ وٺڻ کان به باز نٿي اَٽي.

هڪ صبوح مون همٿ ٻڌي عينيءَ کي فون ڪيو ۽ ساڻس گڏجڻ جي خواهش ظاهر ڪيم. چيائين، ”اڄ شام جو ئي هليو اچ.“ ۽ مون ان سانجهيءَ جو ڇهين بجي عينيءَ جي ذاڪر باغ واري ٻئين ماڙي جي فليٽ تي پهچي ڏڪندڙ هٿن سان در جي گهنٽي وڄائي ملازمه ريحانه در کوليو. عيني اسٽول تي ويهي مٿئين شيلف تان ڪو ڪتاب ڳولهي رهي هئي. اتان ئي چيائين، ”آجائو آجائو.“ هيٺ لهي چيائين، ”تنهنجي لاءِ هن ڪتاب جي ڪاپي ڳولهي رهي هيس.“ سو ڪن صفحن جو انگريزي ناوليٽ هئو، جيڪو لکنوءَ جي ڪنهن طوائف جي زندگيءَ بابت هئو ۽ عينيءَ جي چوڻ موجب اهو اردوءَ جو پهريون طبعزاد ناول هئو جيڪو مرزا رسوا جي ”امراءُ جان ادا“ کان به گهڻو اڳ ڪنهن نوابزادي جو لکيل آهي. ان جو اوڏهي ڪاڌل بوسيده مسودو هن کي بجنور جي ڪنهن درزيءَ جي دوڪان تان هٿ آيو هئو ۽ هن اهو انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪري شايع ڪرايو آهي. (مون کي ان ڪتاب جو نالو ته ياد ناهي پر ايترو ياد اٿم ته مون اهو ڪنهن هٿ شيخ اياز ڏانهن موڪليو هئو جيڪو هن کي مليو الائي نه؟)

عينيءَ جي ملازمه ريحانه گرم گرم پڪوڙن ۽ شامي ڪبابن جي پليٽ کڻي آئي. عيني دلچسپ ڳالهيون به ڪندي رهي ۽ مون کي کائڻ لاءِ زور به پريندي رهي. ان شام مان ٿي ڪلاڪ عينيءَ وٽ وينو رهيس. ان وچ ۾ هوءَ ٿي پيرا اٿي نئين سر لپسٽڪ لڳائي، وار ناهي

وري اچي ٿي ويني. مون وقت ڏسي هن کان موڪلايو، جيتوڻيڪ هن چاهيو پئي ته مان اجا به وينو ئي رهان. هن جي خلوص ۽ مهمان نوازيءَ مون کي بيحد متاثر ڪيو. ذاڪر باغ جي ٻاهرينءَ گيٽ تي جنگ جو خاطو حسيني صاحب گڏجي ويو. پڇيائين، ”هن وقت ڪٿان پيو اچين؟“ چيو مانس، ”عينيءَ وٽان.“ چيائين، ”ان پوڙهيءَ وٽ وڃي ڇا ٿو ڪرين؟“ چيو مانس، ”تو ڏاڙهيل ملي وٽ اچي ڇا ٿو ڪيان؟“

ائين منهنجو عينيءَ وٽ اچ وڃ جو سلسلو شروع ٿي ويو. ڪڏهن ڪڏهن منهنجي دوست صغريٰ مهدي به ايندي هئي. هوءَ جامعه مليه ۾ ليڪچرار هئي ۽ عينيءَ جيان غير شادي شده هئي. عيني پنهنجي اردوءَ واري ادبي لڏي کان ڇڳل رهندي هئي ۽ وچ ۾ واجب وچوٽي رکندي هئي. ان ڪري نه هوءَ ڪنهن کي پنهنجي گهر گهرائيندي هئي ۽ نه ئي ڪو بنا اجازت جي سڌو سندس گهر اچڻ جي جرئت ئي ڪري سگهندو هئو. هوءَ گهر ۾ جينس ۽ ٽاپ پائي ويهندي هئي. پر جي وٽس ڪو اچڻو هوندو يا هن کي ڪٿي ٻاهر وڃڻو هوندو هو ته قيمتي بنارسي ساڙهي پائيندي هئي. مون هن کي ڪڏهن به سوار قميص يا مسلم ڪلچر جي روايتي وڳي ۾ نه ڏٺو. پابند شيعا هئڻ ڪري محرم وارا ڏهه ڏينهن نه هوءَ ڪٿي ٻاهر نڪرندي هئي ۽ نه ڪنهن سان ملندي هئي. هن جي پرواري ميز تي ميرانيس ۽ دبير جي مرثين جا مجموعا رکيل هوندا هئا. پر مون کي جيتري قدر ڄاڻ آهي ته هن ڪڏهن به پاڻ وٽ ڪا مجلس يا سوز خواني نه ڪرائي. هڪ ڀيري مون عينيءَ کي چيو، ”ديدي، مون کي دبير جا مرثيا مير انس جي مرثين کان وڌيڪ چهندا آهن.“ چيائين، ”تون انيس ۽ دبير کي به پڙهندو آهين ڇا؟“ چيو مانس، ”ها ديدي، تمام جذبي سان پڙهندو آهيان. اسان جي سنڌي شاعر سيد ثابت علي شاهه جا لکيل مرثيا به سنڌ ۾ بيحد مقبول آهن پر هن جا مرثيا پڙهي ائين لڳندو آهي ڄڻ ڪربلا جو واقعو ڪوفي ۾ نه پر، مير پور خاص ۾ ٿيو هئو.“

ڏينهون ڏينهن عينيءَ سان منهنجا لاڳاپا وڌيڪ ويجها ٿيندا رهيا. مان ڪڏهن ڪڏهن هن لاءِ ڪو سنو انگريزي ڪتاب ڪٺي ويندو هوس. هن جي پڙهڻ جي رفتار ايتري ته تيز هئي جو هوءَ ٽن چئن سون صفحن جو ڪتاب چئن ڏينهن ۾ پڙهي پورو ڪندي هئي. هڪ ڏينهن مون کي ارٿر ڪوئسلر جو آخري ڪتاب thirteenth tribe (تيرهون قبيلو) جيڪو ڪوئسلر خود ڪشي ڪرڻ کان مهينو اڳ لکي پورو ڪيو هئو ۽ هن جي موت بعد آمريڪا ۾ شايع ٿيو هو ڪيس پيش ڪيو. (ڪوئسلر جي آپگهات جي ٻن ڏينهن کان پوءِ هن جي وائيف پڻ هن سان وڃي ملي هئي.) عيني ڪتاب پڙهي ونجي ويئي. مون کي چيائين، ”مان ڪڏهن ڪنهن کان ڪجهه گهرندي ناهيان پر هيءُ ڪتاب مان پاڻ وٽ رکڻ ٿي چاهيان ان جي عيوض مان توکي پنڊت رتن لال سرشار جي، ”فسانهٔ آزاد“ جا هزار هزار صفحن جا ڇهه جلد ٿي ڏيان. جيڪي هاڻي ناياب آهن. چئه سودو منظور اٿيئي؟“

عينيءَ جو ڏنل وڏيءَ سائيز جي ڇهن جلدن وارو پنج ڇهه هزار صفحن جو ”فسانهٔ آزاد“ مون سنڀالي ته رکيو آهي، پر ايترن سالن ۾ به سڄو پڙهي نه سگهيو آهيان.

”فسانهٔ آزاد“ اردو نثر جو هڪ اهڙو نادر نمونو آهي، جنهن جي سٽ سٽ شاعريءَ جي حدن کي ڇهي ٿي. منشي پريمچند چيو هئو. ”ڪاش، مان ڪڏهن سرشار جهڙو نثر لکي سگهان!“ اهڙو روانيءَ وارو نثر مون انگريزيءَ ۾ ڪارلائل ۽ اردوءَ ۾ هڪ غير معروف اديب محمد علي رودولويءَ جوئي پڙهيو آهي.

بي تڪلف ٿيڻ کان پوءِ عينيءَ جو Sense of humor (مزاح وارو حس) اڀري ايندو هئو. هڪ شام مان هن وٽ وينو هوس جو وٽس ترقي

پسند اديب ظ انصاري جو فون آيو. هو ٻه ٽي سال ماسڪو ۾ رهي اتي خاصو عيش ڪري آيو هئو ۽ روسي ڪتاب جي اردو ترجمن مان خوب ناڻو ڪمائي آيو هئو. عينيءَ چيس، ”لا لا، روسين جي اکين ۾ ڏوڙ وجهي آئين؟“ هن طرفان الائي ڪهڙو جواب آيو پر هوءَ مون کي ظ جو پنهنجيءَ هڪ برهمڻ مرهٽياڻي شاگردياڻيءَ سان ٻيءَ شاديءَ جو مزي مزي سان قصو ٻڌائڻ لڳي. هن جي قصه گوئي بيحد دلچسپ هئي.

سعوديءَ جي جده آئي. عاليءَ جي زور ڀرڻ تي هوءَ پنهنجو مقالو لکي جده پهچي ته ويئي پر جڏهن پڙهڻ لاءِ اسٽيج تي چڙهڻ لڳي ته اسٽيج سيڪريٽريءَ روڪيندي چيس، ”هتي زال ذات جو اسٽيج تي اچ ڪلئي منهن مقالو پڙهڻ ممنوع آهي.“ پوءِ عيني کي خواتين وچ ۾ هڪ وڏي مڇردانيءَ اندر وڃي ويهڻ لاءِ چيائين. ڪاوڙ ۾ ڳاڙهي ٿي هوءَ ان مڇردانيءَ اندر وڃي ويني ته هڪ ڏهن ٻارهن سالن جو ٻار هن جي هٿ ۾ ڪارڊليس مائيڪ ڏيئي ويو. عينيءَ کي اهو مقالو مڇردانيءَ اندر ويهي پڙهڻو پيو. هن اڳتي لاءِ اهڙن ملڪن ۾ وڃڻ کان بس ڪري ڇڏي.

اهڙيون ڪيتريون ئي مزيدار ڳالهيون هوءَ مون کي موڊ ۾ اچي ٻڌائيندي رهندي هئي. هن هڪ ڀيري ته مون سان امرد پرستيءَ جي موضوع تي به استاد ارسطوءَ جي يوناني مڪتب فڪر کان فراق گورکپوري جي اغلام بازيءَ تائين اهڙيون ڳالهيون ڪيون جيڪي ٻڌي مان حيران ٿي ويس.

مون عينيءَ کي چيو، ”ديدي، مان تو وٽ الائي ڪيترائي ڀيرا آيو آهيان پر تون ڪڏهن به منهنجي گهر نه آئي آهين.“ چيائين” ها مو کي پريس اينڪليو ۾ انور عظم وٽ اچڻو آهي. هن جي بيگم زيدي سان علگڙهه وارن ڏينهن کان دوستي آهي. ٻيئي اچڻ لاءِ زور ڀريندا رهيا آهن. پر ڇا ڪريان؟ وقت به نه ٿو ملي ۽ مون وٽ موٽر به ڪونهي. ايندڙ آرتوارتي اچجانءِ. هتي لنچ ڪري گڏجي توهان ٻنهي وٽ هلي هلنديس.“

انور عظيم اردوءَ جو مشهور ترقي پسند افسانه نگار هئو ۽ منهنجي پر واري عظيم عالي پائي جي ڊانسر هئي. نليما جو مشهور اسٽيج ۽ ٽي وي فنڪار پنڪج ڪپور سان افيئر هئو. مان آفيس ويندي وات تي ڪڏهن ڪڏهن نيلما کي منڊي هائوس سندس ڊانسنگ اسڪول ۾ ڇڏيندو ويندو هوس. هن کي پنڪج سان پنهنجي پيار جو سچو داستان ٻڌايو ۽ اطلاع ڏنو ته ايندڙ مهيني هو شادي ڪري رهيا آهن.

جيئن ته نيلما ۽ پنڪج جي شادي اسلام ۽ ڪفر وچ ۾ هئي ان ڪري ڪنهن مولويءَ کي گهرائي نڪاح جا ٻه ٻول پڙهائڻ جي به ضرورت نه هئيءَ نه وري ڪنهن پنڊت کان باهه جي چوڌاري ست ڦيرا پارائي سنسڪرت جا ڪي سلوڪ ۽ منتر پڙهائڻ جي (پنڊت مهراج مرڻي پرڻي ساڳيا ئي رٽيل منتر پڙهندا آهن. شايد ڪين احساس آهي ته شادي به موت جو نعم البدل آهي) شادين جي رجسٽرار وٽ سول مئريج ٿيڻي هئي. ان ڪري ٻنهي جي فارمن تي فرسٽ گلاس گزيٽيڊ آفيسر جي دستخط لازميهئي. نيلما ۽ پنڪج منهنجي گهر اچي گوپيءَ کان فارمن تي صحيحون ڪرائيندا رهيا. ۽ مان ۽ انور عظيم پيگ پاڻيءَ ۾ لڳا رهيا سين. (گوپي ان وقت ڀارت سرڪار جي وزارت داخلا ۾ ڊائريڪٽر جي عهدي تي هئي.) ٻئي ڏينهن انور عظيم ڪانسٽيٽيوشن ڪلب ۾ پناهه سٺ دوستن جي رسيپشن ڪئي جنهن ۾ عيني به آئي. واپس موٽندي عينيءَ مون کي ڪار ۾ چيو، ”هيءَ شادي گهڻو عرصو جٽاءُ ڪندي؟“ چيائين، ”اج جي تاريخ ۾ مون واري اڳڪٿي ڊائريءَ ۾ نوٽ ڪري ڇڏجانءِ.“

سال کن ۾ نيلما ۽ پنڪج کي بيحد خوبصورت پٽ ڄائو. سڀ گڏجي انور عظيم جي گهر گڏيل ڪٽنب جيان رهندا هئا. منهنجو پٽ

لالي ان وقت انن سالن کن جو هئو. هو شام جو نيلما جي ٻار کي گود
۾ کڻي گهمائيندو هئو. ٽن سالن اندر سچ پچ نيلما ۽ پنڪج وچ ۾
طلاق ٿي وئي. پنڪج ممبئيءَ ۾ فلم ايڪٽر نصير الدين شاهه جي
سالي سپريا پاٺڪ سان ٻي شادي ڪئي. ڪجهه مهينن اندر نيلما به
راجيش نالي ٽي وي آرٽسٽ سان ٻي شادي ڪئي. ۽ ٻه سال اڳ نيلما
ممبئيءَ جي هڪ مسجد جي پيش امام سان ٽين شادي ڪئي آهي. پٽ
پريس انيڪليو ۾ ناني انور عظيم وٽ وڏو ٿيندو رهيو. ناني نانيءَ
کي تنگ ڪندي اسان جي گهر اچي لڪندو هئو. ۽ ٿورو وڏو ٿي لاليءَ
سان رانديون ڪندو هئو ۽ هاڻي جوان ٿي ممبئيءَ جي فلم انڊسٽريءَ
۾ شاهد ڪپور جي نالي سان فلمي هيرو ٿي ويو آهي. ۽ ٽانڊو برئنڊ
هيروئن ڪرينا ڪپور سان عشق جا پيچ لڙائي رهيو آهي.

(زي آيل احوال موجب هن وقت ڪرينا جو هڪ هٿ شاهد جي
هٿ ۾ آهي ته ٻيو هٿ چوٽي نواب سيف علي خان جي هٿ ۾ آهي.
جيڪو به چوريون اڳ ۾ ئي امهائي چڪو آهي.)

عينيءَ کي هن جي ڪهاڻين جي مجموعي، پت جهڙڪي آواز
تي ڪجهه سال اڳ ساهتيه اڪادمي اوارڊ مليو هئو. اڪادميءَ اهو
مجموعو چوڏهن ڀارتي ٻولين ۾ ترجمو ڪرائي رهي هئي. انهن ڏينهن
۾ منهنجو عينيءَ وٽ اچ وڃ جو سلسلو نه رڳو باقاعده جاري هئو پر
اسان جي دوستي ويڪ ويجهي ۽ پختي ٿيندي رهي. هوءَ دهليءَ ۾
هوندي هئي ته مان هر هفتي هن وٽ ويندو هوس ۽ جي دهليءَ کان ٻاهر
وڃڻو هوندو هوس ته مون کي فون تي پنهنجو پروگرام ٻڌائيندي هئي
۽ پرڏيهي سفر بابت صلاح مصلحت ڪندي هئي. (هوءَ هر سال لنڊن
ضرور ويندي هئي.) لنڊن سان هن جون ڪيتريون يادون وابسته هيون
جو هوءَ پاڪستان مان هندوستان به ويا لنڊن آئي هئي جتي هن بي بي
سي ۾ ڪيترو عرصو اردو سروس سنڀالي هئي. ساهيته اڪادميءَ وٽان
آيل ليٽر مون کي ڏيکاريندي چيائين، "پٽ جهڙڪي آواز جو سنڌي
ترجمو تون ڪندين؟" چيو مانس، "ديدي چو نه ڪندس." "ٻئي ڏينهن ئي
هن اڪادميءَ جي سيڪريٽريءَ کي فون ڪري چيو، "ڪتاب جي سنڌي
ترجمي جي اسائنمينٽ لڇمڻ ڪومل ڏانهن اماڻي وڃي." "هفتي اندر
اڪادميءَ مون کي ڪتاب جي ڪاپي ۽ سٽن هزارن جو ترجمي جي
معاوضي جو ڪانٽريڪٽ موڪلي ڏنو.

"پٽ جهڙڪي آواز" مجموعي ۾ اٺ ڪهاڻيون شامل آهن. ڪا
به ڪهاڻي پنجاهه سٺ صفحن تي ڦهليل ناوليٽ آهي. مون ٻئي ڏينهن
کان ئي ترجمي جو ڪم شروع ڪري ڇڏيو. مجموعي جي عنوان واري
ڪهاڻي "پت جهڙڪي آواز" ضمير متڪلم ۾ لکيل عينيءَ جي آتم
ڪٿا ڪهاڻي آهي. جيڪا مون سڀ کان پهرين "پڻ چڻ جو پڙلاءُ" سري
سان ترجمو ڪئي. هڪ هڪ ڪهاڻيءَ جو ترجمو مڪمل ڪري مان
عينيءَ کي فون ڪندو هوس. ڪهاڻي (ترجمو) ٻڌائڻ لاءِ ڪڏهن مان هن
وٽ ويندو هوس ۽ ڪڏهن هوءَ منهنجي گهر ايندي هئي. پر گهڻو تڻو
مان ٿي وٽس ويندو هوس. ان شام جو هوءَ اڇي سهڻي ساڙهي پائي
سينگارجي وهندي هئي. عينيءَ جي وارڊ روب ۾ قيمتي بنارسي
ساڙهين جو وڏو ذخيرو هئو. مون ڪڏهن به هن کي ساڳي ساڙهي ٻيهر
پائيندو نه ڏٺو صوفا تي هن جي پير ۾ ويهي مان سندس ڪهاڻين جو
سنڌي ترجمو سر سان پڙهڻ شروع ڪندو هوس ۽ هوءَ ڏاڍي ڌيان سان
سنڌيءَ جي سٽن جي رواني، لهجي ۽ لئه جو لطف وٺندي هئي. ڪهاڻي
پوري ٿيڻ تي ڪن منٽن جي ماٺ کان پوءِ پڇندي هئي، "تون منهنجين
ڪهاڻي جو چا منظوم ترجمو ڪري ريو آهي."

"ديدي، اسان جي سڄي ٻوليءَ ئي شاعري آهي. لفظن جو اهڙو
سريلو سٽاءُ شايد ئي ڪنهن ٻيءَ ٻوليءَ ۾ هجي."

مجموعي جي هڪ ڪهاڻي، ”يادون ڪي اڪِ ڌنڪ جلي“ جو ترجمو ڪندي ”ڌنڌ“ لفظ لاءِ مون کي ”اندلٺ“ کان سواءِ ٻيو ڪو لفظ ئي نٿي هٿ آيو. مون ان ڪهاڻيءَ جو ترجمو ”يادن جي هڪ اندلٺ جلي“ ڪيو. ٻڌي چيائين، ”يي اندلٺ ڪيا هئہ؟“ چيو مانس، ”ديدي، اردو هنديءَ ۾ rainbow لاءِ گهڻئي لفظ آهن. ڌنڪ، قوس، قزح، اندر ڌنس، پچرنگا، رنگين ڪمان وغيره پر سنڌيءَ ۾ اندلٺ ڪانسواءِ ڪو اڪر ئي نٿو ملي. ”ڪهڪشان“ لاءِ تہ اسان وٽ ڪير ڌار جهڙو خبصورت لفظن آهي پر اندلٺ جو ڪو ٻيو نعم البدل ناهي.“ چيائين، ”مجهي تمهارا يي اندلٺ اچهانهي لگتا، ٻڙا لٺ مار لفظ هئہ، هٽائو اپني اس اندلٺ ڪو.“ بهرحال، پٽ جهڙڪي آواز مجموعي جو سنڌي ترجمو خوبصورت نموني شايع ٿيو ۽ ساهتيہ اڪادميءَ جي ان انعام يافتہ ڪتاب جي ترجمي تي مون کي ”ٽرنسليشن اوارڊ“ مليو ۽ اتفاق سان ان اوارڊ فنڪشن جي صدارت بہ عينيءَ ڪئي.

هڪ صبوح جو يارهين بجي ڌاري عينيءَ جو فون آيو. روئٽهارڪي آواز ۾ چوڻ لڳي، ”پئيا، ڪيا بتائون؟ ڪل سي اپني ٽانگ تڙواڪي بئني هون. پلسٽر ۾ ليٽي هوئي هون. وقت ملي تو آجانا.“ چيو مانس، ”ديدي، هينئر ئي ٿو پهچان.“

مان ٻارهين بجي ڪان پوءِ ئي آفيس لاءِ گهران نڪرندو هوس. ڊرائيور اقبال کي هدايتون هيون تہ ٻارهين بجي کان اڳ نہ ايندو ڪري. مان تڪڙو تڪڙو تيار ٿي اقبال جو انتظار ڪرڻ لڳس. تيز رفتار گاڏي هلارائي تڪڙيون ڏاڪڻيون چڙهندو عينيءَ جي فليٽ ۾ گهڙيس. هن جي مٽي ڪيل ساڄي ٽانگ پلسٽر ۾ لوهي گهوڙيءَ سان ٻڌل هئي. صالحہ ۽ صغريٰ پلنگ جي ٻنهي پاسي وينيون هيون. عيني آهستي گهٽيل آواز ۾ ٻڌائيندي رهي تہ ٻہ ڏينهن اڳ ڪيئن اونداهہ ۾ باٿ روم ۾ هن هن جو پير تڪي ويو ۽ ساڄيءَ ٽنگ ۾ ٿي فرئڪچر ٿي پيا اٿس. پوءِ مرڪندي صغريٰ کي چيائين، ”سڄي ڳالهہ ٽيپ ڪري ڇڏي ۽ جيڪو بہ اچي ان اڳيان اها ٽيپ هلائجاءِ.“ اڳتي هلي بہ عينيءَ سان غسل خانن ۾ پير ڪسڪي وڃڻ جا ڪيئي حادثا ٿيندا رهيا ۽ ڪڏهن هن جي ٽنگ تہ ڪڏهن ڪا ٻانهن ضربجي پلسٽر ۾ ٻڌجندي رهي. غسلخانن جي فرشن جو عينيءَ جو الائي ڪهڙو ازلي وير هئو.

عينيءَ جي مزاج جي تلخيءَ سبب ڪيترا هن کان ڪَوُ ڪائيندا هئا. سندس اڪثر واقفڪار هن کي خطي eccentric سمجهندا هئا. ڪڏهن بہ ڪنهن کي هن کان ڪو ذاتي سال پڇڻ جي يا هن گهرو پوڻ ۽ گستاخ ٿيڻ جي جرئت نہ ٿيندي هئي. ڪڏهن بہ ڪنهن کي اها جسارت نہ ٿي جو هن کان پڇي سگهي تہ عيني، تو شادي ڇو نہ ڪئي؟ ڏينهون ڏينهن ايترو ويجهو اچڻ جي باوجود مان بہ پاڻ ۾ هن کان اهو پڇڻ جو ست ساري نہ سگهيس پر هڪ ڏينهن، ياد ناهي ڪهڙي حوالي ۾ ڳالهين ئي ڳالهين ۾ هن چئي ڏنو تہ مون کي شاديءَ کان ڏاڍو ڊپ وينل هئو.

منهنجي هڪ ويجهي اديب دوست، جيڪو يقينن معتبر راوي آهي، مون کي عينيءَ جي خبط بابت هڪ حيرت انگريز واقعو ٻڌايو. عيني جڏهن بمبئيءَ ۾ ٽائيمس آف انڊيا جي مشهور رسال ”السٽريٽيڊ ويڪلي آف انڊيا“ ۾ نائب ايڊيٽر هئي (ايڊيٽر خوشونت سنگهہ هئو) تہ انهن ڏينهن ۾ اتي رهندڙ اردوءَ جي ترقي پسندن جي لڏي، جنهن ۾ ڪرشنچندر، سردار جعفر، خواجہ احمد عباس، ساحر لڌيانوي، جان نثار اختر، ڪيفي اعظميٰ ۽ ڪي ٻيا شامل هئا. انهن عينيءَ کي خواجہ احمد عباس سان نڪاح ڪرڻ تي آماده ڪيو. عباس صاحب فلم ساز بہ هئو، انگريزيءَ جو اديب بہ هئو ۽ مشهور هفتيوار انگريزي اخبار بلز ۾ پويون صفحو ”لاسٽ پيج“ ڪالم بہ لکندوهئو. هو ان وقت ترقي پسندن جو مهندار هئو. عباس جي گهر واري فوت ٿي چڪي هئي. عباس ۽ عينيءَ جي شاديءَ جي تہ عمر چڙهي چڪي هئي پر اهو رشتو چڙهيل

عمر ۾ سنگ سات واري انتظام جيان هئو. ڪجھ عرصو اڳ اهڙي ئي انتظام هيٺ ڪرشن چندر سلميٰ صديقيءَ سان شادي ڪئي هئي.

ترقي پسندن طرف عينيءَ جو رخ ۽ رويو سدائين ٿڏو رهيو. هن سترهن سالن جي عمر ۾ هڪ ڪهاڻي "ايڪ شام" لکي هئي، جنهن ۾ هن ترقي پسندن جي موقعي پرستيءَ واري رويي جي چڱي چنچري لاٿي هئي. ترقي پسندن جي امام سجاده ظهير لاءِ هن هڪ پيرو چيو هئو، "اڪثر ترقي پسند جهوپڙين جا خواب ڏسندو آهي."

عينيءَ ڪڏهن به اسٽئبلشمينٽ سان سمجهوتو نه ڪيو. والٽيئر جيان اظهار ۽ عمل جي آزاديءَ کي هن سدائين هڪ اديب جو بنيادي حق ڪري مڃيو. قدرت الله شهاب پنهنجي سوانحي ڪتاب، "شهاب نامہ" ۾ هڪ واقعو درج ڪيو آهي:"آڪٽوبر 58ع ۾ جڏهن پاڪستان ۾ ايوب خان مارشل لا نافذ ڪئي ته ٻئي ڏينهن صبحو ساڻ عيني (ان وقت هوءَ پاڪستاني شهري هئي) پريشان، وتريل وارن ۾ ملوو منهن سان هن وٽ ويئي ۽ پڇيائين، "ڇا، هاڻي اسان جي پونکڻ تي به پابندي هوندي؟" "سا ته هوندي. "شهاب خواب ڏنس. سال کن کان پوءِ جڏهن هن جو شاهڪار ناول، آگ ڪا دريا" شايع ٿيو ته پاڪستان جي ڪامورا شاهي ۽ بنياد پرست عناصرن هن خلاف بيهودي سينسر شپ ۽ مهم شروع ڪري ڇڏي، جنهن ڪان بدظن ٿي عيني پهرين لنڊن ۽ پوءِ هندوستان اچي ٽانئيڪي ٿي. حالانڪ هن جو سڄو ڪٽنب اجا تائين پاڪستان ۾ خوشحال زندگي گذاري رهيو آهي ۽ انهن اتي وڏا عهدا ماڻيا آهن.

نڪاح جي تاريخ، ڏينهن وقت ۽ جڳهه وغيره طئي ڪيا ويا.

(جڳهه شايد ڪرشن چندر ۽ سلميٰ جو انڌيريءَ وارو گهر هئو.)

نڪاح پڙهائيندڙ مولوي صاحب جو بندوبست ڪيو ويو. مقرر ڏينهن تي صبح جو مولوي ۽ مدعو ڪيل مهمان ۽ مناين جا پئڪيٽ وغيره پهچي ويا. ڪلاڪ گذريو. ٻه ڪلاڪ گذريا. ٽي گذريا پر عيني نه پهتي. الطاف حسين حاليءَ جو ڏوهٽو خواجه احمد عباس ڪاوڙجي اٿڻ وارو ئي هئو جو سردار جعفري، جيڪو عينيءَ جي گهر ويجهوئي رهندو هئو، ساحر سان گڏجي عينيءَ جي واردن رودن واري فلئٽ تي اچي هتو. ۽ عيني بيبي پنهنجيءَ فلئٽ تي تالو چاڙهي، صبحو سويل ئي پوني هلي ويئي. نڪاح نه ٿيو جو بقول شخصي، عينيءَ کي شاديءَ کان ڏاڍو ڏپ ويجهي ويو هئو.

شايد عينيءَ جي زندگي جا ڪي اهڙا تجربا ۽ خوف هئا، جن هن کي هڪ طرف خطبي ڪري ڇڏيو ته ٻئي طرف پير پرستيءَ ڏانهن مائل ڪري ڇڏيو، ذاڪر باغ جي مسواڙي جاءِ ڇڏڻ کان پوءِ، جمنا پارنائيوڊا جهڙي دور دراز علائقي ۾ رٽايرڊ زندگي گذارڻ واريءَ عمر جي پوئين پهر ۾ هوءَ ڏينهون ڏينهن پير پرستيءَ ۾ وڌيڪ وچڙندي رهي. هوءَ باره بانڪيءَ جي درگاه شريف جي پير حضرت سيد سلطان محمد عارف علي شاه جونولا عمر صوفي بزرگ جي مڪمل طور معتقد ٿي ويئي. هوءَ مون سان به اڪثر پير صاحب جي ڪشفت ۽ ڪرامتن جا قصا ورجائيندي رهندي هئي. تن ڏينهن هن کي هندوستان جو وڏي ۾ وڏو ادبي انعام گيان پيٺ اوارڊ مليو ۽ عيني ان اوارڊ جي حاصلات کي پڻ پير صاحب سان منسوب ڪرڻ لڳي. هن جو ان دور جو ناول "گردش رنگ چمن" پڻ ان پير پرستيءَ جو پرتو آهي.

هڪ ڏينهن عينيءَ مون کي پاڪستان جي مشهور اديب مرحوم جميل هاشميءَ جو لکيل هڪ خط ڏيکاريو. جميل عينيءَ کي لکيو هئو، "توهان ماڻهو بيوقوف آهيو جو انديا ۾ ٽا رهو. جي هتي رهيل هجو ها ته پنهنجي حسب نسب جي حساب سان بادشاهن واري زندگي بسر ڪيو ها. ڇو جو هيءُ پير پرستن جو ملڪ آهي."

شايد پير پرستيءَ جي اثر هيٺ هن پنهنجي پنرم جنم واري
سچي سوچ کي نفي negate ڪري ڇڏيو، جو هوءَ پنهنجي پهرئين
تخليقي شهه پاري، ”آگ کا دريا“ (نهن ۾ جنم جمنانتر جو فلسفو
سمايل آهي) جي ذڪر تي ئي چڙي پوندي هئي. مون همٿ ٻڌي هڪ
ڀيري هن کان ان ڪاوڙ جو ڪارڻ پڇيو ته هن چيو، ”ڏس، اهو ناول اڄ
کان ٽيهه سال اڳ جو لکيل آهي. ڇا، مون انهن ٽيهن سالن ۾ ٻيو
ڪجهه نه لکيو آهي؟ ڇا، مون ان ناول کان پوءِ هيترا سال ڪتر هڻندي
آهي؟“ (مئنني اتني سال کيا گهاس کاتي هئ؟) چيو مانس، ”نه ديدي،
تو ان دوران گهڻو ڪي لکيو به آهي ۽ تمام معيار به لکيو آهي. پر پوءِ
به ايترو گاهه ته هئو جو ٽيهه پنجٽيهه سال ڪاٽڻ کان پوءِ به اڄا ايترو
اپريل ۽ سر سبز ٿهڪ هن جي آخري تصنيف ”شاهراهِ حرير“ silk route
تائين ڦهلجي ويو آهي.

هڪ شمع هئي جيڪا سڄي شاهراهه تي روشني ٻڌجي ڦهلجي
ويئي آهي. چون ٿا ته جڏهن عربي فيلسوف ابن رشد جو بي جان جسم
دفنائڻ لاءِ هن جي شهر نيو پئي ويو ته اهو خچر جي پنيءَ تي هڪ
پاسي رکيو ويو ۽ ٻئي پاسي توازن قائم ڪرڻ لاءِ هن جا تخليق ڪيل
ڪتاب رکيا ويا هئا.

ڪم سن فرزند ابن عربي اهو ڏسي سوچيندو رهيو، ”خچر جي
پنيءَ جي ڪهڙي پاسي وڏيڪ قيمتي املاڪ آهي؟ هن جو جسم يا هن
جون تخليقون؟“■

## بائيتاليهون پنو

منهنجو ننڍو مامو تيجومل شاهپور چاڪر ۾ آبدار هئو. ۽ وڏو
مامو مورندمل ويجهڙي ڳوٺ ٽنڊي مستي خان ۾ ڊيڪ منشي هئو.
تيجومل پنهنجيءَ قابليت، رلڻي ملڻي سڀاءَ ۽ ايمانداري ڪري هندو ۽
مسلمان زميندارن ۾ هر دلعزيز هئو. ٻنين کي ملندڙ پاڻي جي ورڇ ۾
هو ڪا به پاسخاطري نه ڪندو هئو. ۽ ڳڙنگ وڏيري کان وٺي ننڍي
زميندار يا مقاطيدار تائين هر ڪنهن کي پنهنجي حصي جي حساب
سان پاڻي ورهائي ڏيندو هئو. هن کي سرڪاري طور پلو گهوڙو، طبيلو
۽ ڪشادو گهر مليل هئو. تيجومل جي شخصيت جي خاص خوبي اها
هئي جو هن جو منهن مردانو ۽ آواز زنانو هئو. وڏو مامو مورندمل
موالي قسم جو ماڻهو هئو. رڳو چار درجا سنڌي پڙهيل هئو پر هٺ

واڻڪا اکر لکي پڙهي ڄاڻندو هئو. پيا ءُ چئہ چواءَ تي هن کي ٽنڊي مستي خان ۾ ڊڪ منشي جي نوڪري ملي ويئي، جتي هن جي دوستي ڳوٺ جي گڙنگ موالين سان هئي. هو رولو ڊور ڊڪ ۾ ٻڌي وجي موالين جي اڏي تي واڻ جي کٽن تي ويهندو هئو ۽ ساٿن سڄو ڏينهن ڀنگ پيئندو ۽ پتو کٽيندو هئو. هن جي زال ۽ ٻار پنهنجي ڳوٺ راڻيپور رياست ۾ رهندا هئا ان ڪري هو ٽنڊومستي خان ۾ ڇڙي ڇانڊ واري زندگي گذاريندو هئو. هفتي ٻين ننڊي پياءُ وٽ شاهپور چاڪر ايندو ويندو هئو.

هڪ ڏينهن هميشہ جيان رولو ڊور ڊڪ ۾ واڙي هو اچي دوستن سان پتو کٽڻ وينو تہ پويان مال جا مالڪ ڊڪ خالي ڏسي، بنا ڊل ڏيڻ جي پنهنجا ڊڳا ڊڳيون ڪاهي هليا ويا ۽ واڙي جو در بہ پٽي پاڻ سان کنيو ويا. تعلقي جي سخت مختيار ڪار مورندمل کي نوڪري کان موقوف ڪري ڇڏيو ۽ هو پنهنجي ڳوٺ راڻيپور جي نگر سيٺ هيرانند جي انبن، توتن ۽ ڪجين جي باغن جي سار سنڀال لهڻ لڳو.

هندوستان ۾ اچي مامي مورندمل بڙودي جي رفيوجي ڪئمپ ۾ بيحد غربت ۽ مفلسي ۾ پنهناج پويان ڏينهن گذاريا. ڪئمپ وارن جو چوڻ هئو تہ رستي تان وسايل ٻيڙين جا اڌڙ ٽوٽا ڪٺي پيئندو هئو، هو ڪٿي ۽ ڪڏهن گذاري ويو، ڪيترا سال ڪنهن کي خبر نہ پئي. هن وقت هن جي پٽ تولي کي بڙودي ۽ آسپاس جي ڪن شهرن ۾ فوٽوگرافي جا ڪيترائي دڪان ۽ اسٽوڊيو آهن ۽ هن جو ڪروڙين جو ڪاروبار آهي.

مان اڳئين ڪنهن پني ۾ ذڪر ڪري آيو آهيان تہ منهنجي ماءُ جي ڪٽنب ۾ هو پاڻ ۾ سڳا ماٽيلا ايڪيهہ پائر ڀينر هئا پر مون پنهنجي سانير ۾ رڳو پنج ئي ڏٺا. سندن اباڻي گهر جيتوٽيڪ راڻيپور ۾ هئو پر ٻن ٽن پائرن گڏجي شهدادپور ۾ هڪ وڏي ڪشادي جاءِ جوڙائي هئي جو هڪ مامو گهنشامداس شهداد پور جي اسڪول ۾ هيڊ ماستر هئو.

اسڪول جي وئڪيشن ۾ هر سال اسين پنهنجي ناناڻي شهداد پور وڃي رهندا هئا سين. ماما، ماسيون مون کي ڏاڍو پائينديون هيون. منهنجو ننڍو پياءُ هاسو سن چاليهن ۾ شهداد پور ۾ ڄائو. مون کي چٽيءَ طرح ياد آهي تہ سياري جي اڌ رات جو مامي تيجومل مون کي گهر ننڊ مان اٿاري چيو، "اٿ، اٿ، پياءُ ڄائو اٿيئي". مان اکيون مهٽيندو ويم واري ڪمري ۾ وڃي هاسي کي ڏسڻ لڳس، هن جو منهن ويڪرو ۽ روش وٽندڙ تکا هئا. هاسو هن وقت آذر بائيجان جي راڄڌاني باڪوءُ ۾ ورلڊ بئنڪ جي پروگرام تحت اتي پاور پروجيڪٽ جي رٿا تيار ڪري رهيو آهي. هفتي ڪن ۾ مان وٽس باڪوءُ وڃڻو آهيان جتان اسين سمر قند، بخارا ۽ تاشقند سير سفر لاءِ ويندا هاسي مون کي کهڙا کهڙا سير ۽ عيش ڪرايا آهن انهن جو سر بستو احوال اڳتي هلي لکندس.

هڪ پيري جڏهن اسين وئڪيشن ۾ شهداد پور رهيل هئا سين تہ منهنجي مامي تيجومل منهنجي ماءُ کي چيو، "راڌان، مان هن پيري امان (منهنجي ناني ڪيول) سان گڏ لڇمڻ کي بہ مهيني کن لاءِ شاهپور چاڪر وٺي ٿو وڃان. تون بہ هن جي شيطانين کان ڇٽل هوندينءَ ۽ منهنجو ۽ امان جو بہ هن سان من ريڌو رهندو." (تيجومل کي اڃا کو ٻار ٻچو نہ هئو پر اڳتي هلي هن کي سنڌ ۽ هند ۾ هڪ ٻئي پويان ست پٽ ڄاوا، هو ڏيءَ ڄمڻ جي آس ۾ هر سال ٻار پيدا ڪندو هو پر نياڻي نصيب نہ ٿيس. هڪ ڏينهن مون کي چيو، "ماما، هاڻي ٻارن کان بہ بس ڪٽي ڪر." وراڻيائين، "پاڻيجا، بس ڀڳوان جي مرضي آهي، منهنجي هٿ ۾ ڪونهي." چيو مانس، ماما، رات جو گلان مامي سان ڀڳوان اچي

ٿو سمهي ڇا؟" اهو چئي مان وني پڳس ۽ مامو مو کي الائي ڪهڙا ڪهڙا حرف پٽيندو رهيو.

مامي تيجومل شهداد پور کان شاهپور چاڪر تائين پلي اٺ ڪجائي جو انتظام ڪيو. مان پنهنجي ناني ۽ چُنيءَ نالي هڪ نوڪرياڻي سان ڪجائي ۾ وينس ۽ اڳيان مامو پنهنجي پلي گهوڙي تي سوار ٿيو. رستي ۾ ڪٿي مانجهاندي مهل مان ڪجائي مان لهي مامي جو پيان گهوڙي تي ويهندو ۽ لهندو چڙهندو رهيس، واٽ تي ڪن ننڍن وڏن زميندارن جي اوطاقتن تي زنانخان ۾ مامي ۽ ناني سان گڏ منهنجي به تمام گهڻي خاطرداري ٿيندي رهي، زميندار زنانخانن ۾ وڏيرن جي زالن ۽ جوان ڌيئرن مون کي پنهنجي هنجن ۾ پئي وهاريو ۽ لسن ڳٽن تي هٿ پئي گهمايا. وڏيريون ٻلهار پئي ويون ۽ هٿن سان ڳٽيون ناهي ڪارائينديون رهيون. ٻاروتڻ کان ئي منهنجو صنف نازڪ سان گهڻو ئي نازڪ سان گهڻو ئي لڳاءُ پئي رهيو آهي.

شاهپور چاڪر هن وقت الائي ڪيئن آهي؟ ڳوٺ مان وڏو شهر ٿي ويو هوندو. ان وقت اتي هندن جون ڏاڍيون پليون زمينون هونديون هيون، جن مان اڪثر اڄ ڪلهه پنجابين ۽ مهاجرن جي مالڪي ۾ آهن. منهنجي لاهور جي هڪ پنجابي دوست احمد علي مون کي جڏهن اتي چيو ته، "منهنجيون شاهپور چاڪر ۾ ٻنيون آهن، هل ته هلي گهمائي اچانءِ." مون حيرت وچان هن کان پڇيو، "علي صاحب، توهان لاهور مان شاهپور چاڪر ڪيئن وڃي پهتئه؟" چيائين،"منهنجي پوليس آفيسر پٽ ڪنهن نموني اتي زمينون هٿ ڪري ورتيون". مان سوچڻ لڳس ته هندوستان ۾ اڃي اسان ڪنهن به سنڌيءَ ڪنهن جي ڇڏيل ويل ٻنيءَ ۾ ڪڏهن اک نه وڌي، ڪنهن جي ڇڏي ويل جاءِ جڳهه پنهنجي نالي الاٽ نه ڪرائي. سيني سر سر ڪري پنهنجا پنهنجا گهر گهاٽ جوڙيا آهن ۽ هُتي !!

شاهپور چاڪر ۾ مامي جو ڪشادو گهر هئو. گهر جي ٻاهران اوطاق هئي گهر ۾ اسين چار ڄڻا، مامو، مامي، ناني ۽ مان هئا سين ۽ ٻه نوڪرياڻيون هيون. اوطاق ئي مامي جي آفيس هئي جتي سڄو ڏينهن ننڍن وڏن زميندارن، ڪمدارن ۽ ڳوٺ جي واڻين جي اچ وڃ هوندي هئي. سڄو وقت فصل، ٻنين ۽ پاڻي جي ورهاست جون ڳالهيون ڪندا هئا ۽ مون کي سڄو وقت فصل، ٻنين ۽ پاڻي جي ورهاست جون ڳالهيون ڪندا هئا ۽ مون کي سمجهه ۾ نه ايندو هئو ته پاڻي ڪيئن ورهائبو آهي. گهر جي سامهون شوالو هئو. ان جو ٻائو به ماما وٽ ايندو هئو ۽ مون لاءِ شيون ۽ ٿول ڪٽي ايندو هئو. هو شام جو آرتي ڪان پوءِ سيسا ورهائيندو هئو ۽ اوڙي پاڙي جا هندو مسلمان ڇوڪرا پتاشا، نقل ڪنڊ پڳڙا ورهائڻ وقت اتي اڪيون پوري وڃي وهندا هئا سين. شوالي ۾ ئي ڪيترا اوڙي پاڙي جا ٻار سنگتي ٿي ويا. پاڙي جون هندو ڇوڪريون پتاشا وني پوتين سان مٿو منهن ڍڪي هڪدم ڀڄي ويندون هيون.

هڪ منجهند جو ماني ڪائي مان پاڙي جي ٻارن سان (اٽي)، (ڏيٽي) ڏڪر راند ڪري رهيو هوس جو هڪ واڻيون گڏهه تي چڙهيو گهر ٻاهران اچي لنگهيو ته مامي وٽ اڪثر ايندو هئو ان ڪري مان به هن کي ماما چوندو ئس. مون کي گڏهه تي چڙهي ويندو ڏسي مان به ماما ماما ڪندو هن جي ڪڍ لڳس. واڻيو گڏهه تي ٻيلهه چاڙهي مون کي پنهنجن ٻنين ڏانهن وني ويو.

سانجهن جو ننڊ مان اٿي ناني ۽ مامي مون کي ڳولهينديون رهيون. ناني ۽ نوڪرياڻي پڳڙي ماءُ، مون کي شاهپور چاڪر جي گهٽين ۾ شوالي ۾، دوڪانن تي، کوهه تي وٽڻ وٿاڻن تي تلاش ڪنديون رهيون.

مامو ڪنهن ويجهي ٻهراڙيءَ ۾ واٽر ڪورسجو پاڻي ماپڻ ويو هئو. اوطاق جي ٿلهئي کي مامي ڏانهن موڪليئون. مان بيحد مزي ۾ بي پرواهيءَ سان واڻئي جي گدرن ۽ هنداڻن جي ٻنين ۾ گهمندو ٿي وتيس ۽ واڻيون پنهنجن هارين نارين سان حساب ڪتاب ۾ رڌل هئو. سج لٿي کان پوءِ واڻيون پنهنجي ڪم مان واندو ٿيو. ٻه وڏا گدرا جهولي ۾ رکيائين ۽ مون کي گڏهه تي ٻيلهه چاڙهي ڳوٺ موٽيو. مامو اڃا واهه تان نہ موٽيو هئو. گهر ٻاهران ٿلهي تي ناني، مامي، اوڙي پاڙي جون مايون ۽ ڪي مرد، شوالي جو ٻائو پريشانيءَ ۾ هيڏانهن هوڏانهن نهاري ۽ اچ وڃ ڪري رهيا هئا.

اوچتو ٻائي مون کي پريان گڏهه تي واڻئي پويان وينل ايندي ڏٺو. ڊڪ پائي اچي گڏهه تان لاٿائين ۽ پوءِ سڀ زالين مردين اچي واڻئي تي وسيا.

نانيءَ ان اشراف شخص کي چڱي لاک لاٿي. واڻيو معافيون ٻہ پيو وني ۽ ڪلي ٻہ پيو. چيائين، "امان، چوڪر اچي ڪڍ لڳو تہ مان ڪيئن جهليانس؟" واڻيو جهوليءَ مان ٻہ وڏا گدرا ڪڍي مون کي اوطاق ۾ وني آيو ۽ اهي ڪٽ تي رکي وني پڳو. مامي گهر اچي سڄي ڳالهہ ٻڌي تہ امان کي چيائين، "هي بدمعاش اسان کان سنڀاليو نہ ويندو. سياڻي ئي هن کي شهداپور راڏان وٽ ڇڏي تو اچان." پر ٻئي ڏينهن ئي امان ٽڏي تي وئي پر منجهند جي مانيءَ کان پوءِ مون کي پيت ڏانهن منهن ڪرئي پاڻ سان سمهاريندي وڄڻو لوڏي ننڊ ڪرائيندي هئي.

مان ننڍ پڻ کان ئي اوڙي پاڙي لاءِ آزار ۽ مائٽن لاءِ مصيبت ٻڻجندو رهيو آهيان، جنهن کي انگريزيءَ ۾ "پرابلم چائيلڊ" چوندا آهن.

منهنجو پيءُ ٽنڊي آدم جي ڪورٽ ۾ ڪيس هلائڻ آيل هئو. مان شهداد پور ناناڻي رهيل هوس. منهنجي عمر ست، اٺ سال هئي. ناناڻي گهر جي متئين ماڙيءَ جي اڏاوت جو ڪم هلي رهيو هئو. روز اٺ ڏهہ گڏهہ سرن، سيمينٽ ۽ گاري جي ڪچي مٽيءَ سان لڏجي گهر ٻاهران اچي بيهندا هئا. اوستا ۽ راز ا متي ڪم ۾ رڌل رهندا هئا.

هڪ صبوح جو سويل بنا ڪڙڪي هڪ دايي جي گڏهہ تي چڙهي شهداد پور جون گهٽيون گهمندو رهيس. ماما، ماروٺ ۽ گم ٿي ويل گڏهہ جو دايو مالڪ، مون کي ۽ گڏهہ کي ڳولهيندا رهيا.

منجهند ڏاري (ڳنو)، (ڪمند) چوسيندو اچي گهر پهتس. پڇڻ تي منهنجيءَ ماءُ انهيءَ ئي

(ڳني)، (ڪمند) جي لٺ سان هٽي مون کي سٽي وڌو. ڪنهن طرح پاڻ ڇڏائي قميص، (نڪر)، (چڊيءَ)، چمپل ۽ ڪيسي ۾ پيل پاڻليءَ سان پڄندو اچي شهداد پور اسٽيشن تي پهتس.

شهداد چپر ڳام ٽنڊپ آدم هڪ ئي اسٽيشن هئي ۽ ٽرين جو ڀاڙو ٻہ آنا هئو. اڌ پڇائيندو، پڇائيندو اچي ڪورٽ ۾ پهتس. ڪورٽ سڄي وڪيلن، اصيلن، منشين ۽ هٿ ڪڙيون لڳل ڏوهارين سان (سٽيل)، (سٽيل) هئي. متي منهنجو پيءُ ڪنهن ڪيس جي ڪارروائي هلائي رهيو هئو. مون سڌو ئي متي چڙهي ٻاگها قاري رنيڻ شروع ڪيو، "دادا، پاپيءَ مون کي هيترو ماريو آهي. مامي ڪن پٽيا آهن ۽ ماميءَ مڪون هنيون آهن."

منهنجو پيءُ مون کي ڏسي وائڙو ٿي ويو. ڪورٽ ۾ ٺهڪڙو مچي ويو. هٿ ڪڙيون پيل چور چڪار ٻہ کلڻ لڳا. دادا ڏاڍو ڪڪو وڪرو ٿيو. ڪورٽ جي ڪلارڪ کي سڏ ڪري چيائين، "چوڪري کي ٻاهر وني وڃ. هٿ منهن ڌئاري ڪجهہ کارائينس. مان هيءَ شنوائيءَ وري ڪري اچان ٿو."

منهنجو ننڍو چاچو آسرداس ٽنڊي آدم جي ريلوي اسپتال ۾ ڊاڪٽر هئو. جيئري جند نہ ڇڏيندو. هن وٽ هر مض جو علاج ڪنونين جون گوريون هيون. ڪنهن جي ٽنگ پڄي پوندي هئي تہ منڊي کي ٻہ

ڪونينن جون گوريون ڏيندو هئو ۽ تنگ پڳل باقي علاج وجي ڪنهن ڪنير ڪان ڪرائيندو هئو. هن جي حيدر آباد جي هڪ سني گهر مان شادي ٿي هئي پر ڪيس ڪو اولاد نہ ٿيو. اسپتال جي احاطي اندر هن کي بنگلو مليل هئو. ٽنڊو آدم جو هر دڪاندار هن کي هر شي مفت موڪليندو هئو. ڌوٻي هن جا ڪپڙا مفت ڌوئيندا هئا، حجام هن جا وار مفت گهر اچي لاهيندا هئا. موچي هن جا جوتا مفت سبندا هئا ۽ ٽنڊي آدم جي فٽ پاٿن تي رانون پچائيندڙ واري واري سان هن ڏانهن روز رات هڪ ران موڪليندا هئا. ورهاڱي وقت هن پنهنجي زال کي سندس مائٽن سان گڏ جوڌ پوري موڪلي ڇڏيو ۽ پاڻ ٽنڊي آدم ۾ اڪيلو رهيو پيو هئو. ڪجهہ عرصي ڪان پوءِ هو حيدر آباد مان اٺويهہ سالن جي هڪ پناڻ ڇوڪريءَ دهليءَ پهچائي ونئي آيو (شايد خريد ڪري آيو.) منهنجي چاچيءَ جوڌپور مان اچي آسرداس کي دهليءَ ۾ ڳولهي لڌو ۽ ان پجايل پجاڻ ڇوڪريءَ جو جيئڻ جنجال ڪري ڇڏيو. چاچيءَ جو نالو تہ شانتي هئو پر هوءَ وڏواتي ۽ وڙواد هئي. چاچيءَ ۽ مٽن مائٽن جي ڦٽ لعنت تي چاچي لاچار ٿي مون کي منت ڪئي تہ مان ان ڇوڪريءَ کي مارواڙ اسٽيشن تان حيدر آباد جي گاڏيءَ ۾ چاڙهي اچان. مان ان وقت ويهن ايڪهين سالن جو هوس. مون ان پناڻيءَ کي ڪيئن سرحد پار ڪرائي پنهنجي وطن واپس موڪليو. اڳتي هلندس.

سنڌ جي هندو جاتيءَ ۾ پاتيا، خود آبادي عامل ۽ لاڙڪاڻي ضلعي جي طعب جا زميندار ٻن واٽين ڪان برتريءَ وارا، وڏيڪ دلير، پڙهيل ڳڙهيل ۽ مالدار هئا. ڪن ٿورن کي ئي اها ڄاڻ هوندي تہ سنڌ جو دهشت ناڪ ڌاڙيل رحيم هنگورو، جنهن ڪان سنڌ جي انگريز حڪومت بہ ڪَوُ ڪائيندي هئي. خدا آباد جي هڪ عامل ديوان جو پٽ هئو. ۽ ڪراچيءَ جي ڊي جي سنڌ ڪاليج جو مئٿميٽڪس جو اعليٰ دماغ ۽ قابل ترين پروفيسر اي اي شيخ مانجهند جي هڪ پاتيہ سيٺ جو اولاد هئو. راٺيپور جي حڪم ڪيشو نڪر جي داشتائن جو اولاد اڄ بہ رياست ۾ رلي رهيو آهي. سوات يا بنوءَ جي ملهہ چڪايل ان ٽانڊي جهڙي ڇوڪريءَ کي منهنجو ڊاڪٽر چاچو پنهنجي مسيحائي يا علم جعفر جي زور تي رهيي ريبي حيدر آباد مان هندوستان وٺي آيو ۽ ڇهن مهينن اندر ئي مون ان معصومہ کي مارواڙ اسٽيشن تان موٽائي پنهنجي ملڪ موڪلي ڏنو. مظلوم عورتن جون آهون اجايون نہ وينديون آهن ۽ چاچو بہ ڪڏهن ٽرتاڻ نہ ٿيو.

شاهپور چاڪر جي آبدار مامي تيجومل کي هندوستان ۾ اولهہ اتر پرديش جي شهر امروها ۾ ايڪسائيز انسپيڪٽر جي ملازمت ملي وئي. امورها ضلعي ۾ تماڪ جي تمام گهڻي پوک ٿيندي هئي. اتان جا زميندار ۽ ڪاشتڪار غير قانوني طور، سرڪار طرفان مقرر ٿيل پوک جي ڪوٽا ڪان وڌيڪ تماڪ پوکيندا هئا ۽ ان پئداوار تي لڳايل محصول (ايڪسائيز) جي چوڌري ڪندا هئا. رات جي اونداهہ ۾ فصل لٽي ان جا وڏا ڍڳ ناهي ٻهران ڇيٽي جا قبا ۽ لانديون لڳائي اندر تماڪ پوري ڇڏيندا هئا ۽ رات رات ۾ ان جون ٽرڪون پرائي دلالن کي وڏي اگهہ تي نيڪال ڪندا هايءَ، جيڪي ناس ۽ چرس جي فئڪٽرين وارن کي پهچائي ٻيڻو ٽيڻو نفعو ڪمائيندا هئا. وٽن ڪيترائي خوني ۽ رهزن پاليل هئا. گانجي ۽ ڀنگ جي پئداوار تي سرڪار طرفان گهڻي پابندي نہ هئي ۽ ان تي محصول بہ معمولي هئو. امروها ۾ ڀنگ ۽ گانجي جا سرڪاري طور تسليم شده دوڪان هئا. ايماندار ۽ همٿ وارا ايڪسائيز اڪثر تماڪ جي ڪاشتڪارن تي راتاها هڻندا هئا ۽ پنهنجي سرڪاري فرض ادائيءَ ۾ ڪيترا انسپيڪٽر ۽ داروغا مارجي بہ ويندا هئا.

امروها علائقي جا اڪثر رهاڪو جهيڙاڪ، ڏاڍا مرش ۽ ظالم آهن. دنگا فساد ڪرائڻ سندن پراڻو پيشو پئي رهيو آهي. ان شهر ۾

اردو اديبن ۽ شاعرن جي وڏي کيپ آهي. پر سندن ادب ۽ شاعريءَ ۾ به وحشت جو عنصر نمايان آهي. مشهور فلمي اداڪاره مينا ڪماريءَ جي بايو گرافر موهن ديپ جو بيان آهي ته، ”مينا ڪماريءَ جو مڙس ڪمال امروهي جڏهن هن کي ماري ماري ٿڪجي پوندو هئو ته ينا ڪماريءَ کي پنهنجي سيڪريٽري باقر عليءَ کان مارون ڏياريندو هئو. پر جيئن ته هوءَ روزانو ويهه کن تکي تماڪ پريل پان کائيندي هئر ۽ اڌ بوتل شراب پيئندي هئي ان ڪري مٿس مار جو ايترو اثر نه ٿيندو هئو.“ اها برهحال، بي ڳالهه آهي ته مهيجبين(مينا ڪماريءَ جو اصلي نالو) جي انهيءَ سنڌي بايوگرافر، جيڪو ڪن ڏينهن سنڌيءَ جو جديد ڪهاڻيڪار به رهيو آهي، مينا ڪماريءَ جي اهڙي ڪنهن به همعصر فلمي هيرو کي نه بخشيو آهي، جنهن سان مينا ڪماريءَ کي همبستر نه ڪيو هجي. مون کي هڪ پيري عينيءَ پڻ ٻڌايو هئو ته ڪمال امروهيءَ امروها مان ڪي اهڙا غنڊا گهرائي به پاڻ وٽ پاليا هئا، جن کان مينا ڪماريءَ کي ڇهبوڪ هڻائيندو هئو ۽ عينيءَ اهڙي وحشياڻيءَ عمل لاءِ ڪمال مٿان ملامتون ويون هيون. بمبئيءَ ۾ قيام دوران عينيءَ جو مينا ڪماري، نرگس ۽ نميءَ وٽ چڱو اچڻ وڃڻ هئو.

اٺيتاليهن سالن جي مينا ڪماريءَ جا مرڻ وقت هٿ پير ۽ ٽنگون سڄيل هئا، پيٽ ڦاٽ ڪائڻ جي حد تائين ڦوڪيل هئو. ڦڦڙ پاٽيءَ سان پريل هئا ۽ سندس گردن ڪم ڪرڻ ڇڏي ڏنو هئو. وات مان گگ ۽ ناسن مان رت وهي رهيو هوس ۽ هوءَ سور کان ڦٿڪي رهي هئي. لکين ڪروڙين ڪمائيندڙ عظيم اداڪاره جي ڪاتي ۾ رمڻ کان پوءِ رڳو ساڍا ٽي هزار روپيه بچيل هئا. هن امروها جي قبرستان ۾ سيد ۽ سيدياڻين جي پر ۾ دفن ٿيڻ جي خواهش ڪئي هئي، پر مينا ڪماريءَ جي سني پيڪن ۽ شيعا ساهرن وچ ۾ تڪرار ڪري هن کي رحمت باغ جي خانداني شيعا قبرستان ۾ دفنايو ويو. هن جي بايو گرافر جو چوڻ آهي ته، ”جڏهن هن جو نعش جنازي تي رکي رهيا هئا ته ڪي شخص هن جي مرده جسم تي پاتل سونن زيورن ۽ هيرن جي مندين جي تلاش لاءِ هٿ پير هٽي رهيا هئا. خبر ناهي ڪنهن کي ڇا ڇا هٿ آيو؟“ پرسان بيٺل اداڪار سنجيو ڪمار پڻ پڻ ڪئي، ڳجهون“

مينا ڪماريءَ جي بايو گرافر رڪارڊ ڪيو آهي.

امروها ۾ پارليامينٽ جي ميمبرن جي جڳهه خالي ٿيڻ تي چونڊون ٿي رهيون سنڌي اڳواڻ آچاريه ڪرپلاڻي سوشلسٽ پارٽيءَ جي ٽڪيٽ تي بيٺو آچاريه جيوترام ڪرپلاڻي سڄي عمر ڪارنگريسي رهيو ۽ ورهاڱي تائين آل انڊيا ڪانگريس پارٽي جو پريزيڊنٽ رهي چڪو هئو. ورهاڱي تائين آل لعل نهروءَ سان اختلاف ٿيڻ ڪري هو ڪانگريس ڇڏي رام منوهر لوهيا جي سوشلسٽ پارٽيءَ ۾ وڃي شامل ٿيو ۽ امروها مان ڪانگريس اميدوار خلاف پارليامينٽري چونڊون لڙي رهيو هئو. ڪرپلاڻيءَ جو وڏو ڀاءُ (شيخ عبدالمجيد سنڌي) سنڌ ۾ مشرف به اسلام تي سنڌ جي ڪنهن سياسي پارٽيءَ جو سرگرم رڪن ٿي ويو هئو ۽ چون ٿا ته هن حيدر آباد جي ڪيترن هندو عالمن کي به پاڻ سان گڏ اسلام ۾ داخل ڪيو.

امروها دهليءَ کان ڏيڍ سو کن ميلن جي مفاصلي تي آهي. مامو اتان اڪثر اسان وٽ دهليءَ ايندو ويندو رهندو هو. هن مون کي چيو، ”هتي بيڪاريءَ ۾ واندو وينو وقت وڃائين، تنهن کان مون سان امروها هليو هل ۽ پنهنجي سنڌي اڳواڻ جي چونڊ لاءِ هلي ڪم ڪر.“ مامي جو مشوري ۽ زور پرڻ تي مان امروها هليو آيس.

شهر ۾ وڏا وڏا ڪاٽڪو، رهزن ۽ رساگير هئا جيڪا حافظ جا حمايتي هئا. آگري، ڪانپور ۽ لکنوءَ جا لونڊا، امين آباد جا بانڪا حافظ جا حمايتي ۽ اتان جا سنڌي ڪرپلاڻيءَ جا ورڪر ٻڌجي امروها پهچي ويا. ڪرپلاڻيءَ جي بنگالي زال سچيتا اتر پرديش جي گورنر هئي،

جنهن پڻ پنهنجا ڪيترا ڪارڪن موڪلي ڏنا. امروها ۾ ڏاڍي چهل پهل متل هئي. آچاريه ڪرپالاڻي ڏسڻ ۾ ٽي بيءَ جو مريض، واڱڙو ۽ڪارٽون لڳندو هئو. هن جو طوطي جهڙو نڪ ۽ موٽڻ پڳت جيان لڙڪندڙ وڏا وار هئا. هو بهار جي شهر چمپارن ۾ ڪنهن ڪاليج ۾ الائي ڪيئن ايترا سال انگريزيءَ جو پروفيسر ٿي رهيو، حالانڪ هو سنڌ ۾ ميٽرڪ ۾ ست ڀيرا ناپاس ٿيو هئو. هو تقرير ڪندو هئو ته ماڻهو کلندا هئا ۽ هن جون اهلون ڪندا هئا. سنڌين کي هو سدائين اهو مشورو ڏيندو هئو ته "سنڌي ۽ سنڌيت وساري ڇڏيو ۽ هتان جي ماڻهن ۾ ضم ٿي وڃو." چونڊن جو نتيجو ظاهر ٿيو ته حافظ محمد ابراهيم وڏيءَ اڪثريت سان کٽيو ۽آچاريه ڪرپلاڻي دهليءَ جي هڪ سرڪاري بنگلي ۾ گوشگ نشينيءَ واري زندگي گذارڻ لڳو.

امروها جي چونڊن ۾ جيئن ته مامي، حافظ ابراهيم جي مخالفت ۾ ڪم ڏنو ۽ هو پنهنجي بدلي ڪرائي بجنور ضلعي جي شهر نجيب آباد هليو آيو، جيڪو عيني (قوت العين حيدر) جو آبائي شهر آهي. نجيب آباد نوابي شهر آهي. امير ترين هندو مسلمان هن شهر ۾ ساز سلوڪت سان رهندا آهن ۽ وڻجهه واپار ۾ پڻ هڪ ٻئي سان وڏي ڏي وٺ ۾ هوندا آهن. هندن جو امير طبقو جين مت جو آهي، جيڪي ساهو سڏائيندا آهن، هندوستان جي وڏي ۾ وڏي اخبار ۽ اشاعتي ادارو ٽائميس آف انڊيا گروپ جتي مون پنجٽيهه سال ملازمت ڪئي، نجيب آباد جي ساهو جين ڪٽنب جوآهي، علائقي جي انڊسٽري تي نجيب آباد جي جينين جي هڪ هٽي رهي آهي. شهر ۾ اڪثريت مسلمان نوابن جي آهي، جن جون رامپور رياست جي نوابن سان مٽيون مائٽيون آهن. هو شهر جي حويلين ۽ شهر کان ٻاهر وسيع زمينن جا مالڪ آهن. نوبزاديون ۽ جينياڻيون بيحد حسين، سون ورني صورت واريون ۽ پيار ۾ پختيون آهن.

هڪ ويساکي تي مامو دهلي مان منهنجي ماءُ ۽ مون کي هردوار تيرٿ تي وٺي هليو. گهر ۾ واندو ويهي وقت وڃائڻ ۽ ڪافي هائوسن ۾ ويهي ڪچهريون ڪرڻ کان ڪجهه ڏينهن ٻاهر وڃي سير سپاٽو ڪرڻ جي سوچي مان به ساڻن گڏ نڪري پيس. هردوار کان نجيب آباد پنجاهه ڪن ميلن جي مفاصلي تي آهي ۽ اسين هردوار ۽ رشيڪيش مان ٿيندا نجيب آباد هليا ويا سين. پايي هفتو ڪن رهي موٽي آئي ۽ مان مامي جي زور پرڻ تي وٽس نجيب آباد ۾ ئي رهي پيس. مامو ان وقت تائين ترقي ڪري ايڪسائيز سپرٽينڊنٽ جي عهدي تي پهتو هئو، ان ڪري ضلعي ۾ هن جو اثر رسوخ خاصو وڌي چڪو هئو. هن مون تي زور پريو ته اتر پرديش جي ايڪسائيز کاتي ۾ انسپيڪٽر جي نوڪري لاءِ هن کي درخواست لکي ڏيان ۽ هو ڪليڪٽر کي چئي مون کي اها ملازمت وٺي ڏيندو پر مون کيس صاف چئي ڏنو ته، "ماما، مان ٻيو ڪجهه به ڪندس پر سرڪاري نوڪري ڪڏهن نه ڪندس." مامو چئي چئي چپ ٿي ويو پر منهنجو تمام گهڻو خيال رکندو هئو.

مامي کي هڪ ٻئي پويان ست پٽ پئداٿيا. هو نياڻي لاءِ سڪندو رهيو. هن جو پختو عقيدو هئو ته جيسين گهر ۾ لڪشمي (نياڻي) جو واسو ناهي تيسين گهر ۾ خوشي خوشحالي پير نه رکندي. ستين چوڪري کان پوءِ هن ٻار پئدا ڪرڻ بند ڪيا ۽ پنهنجي وڏي ڀائٽئي چندا کي گود ورتو. هن چندا کي پٽن کان وڌيڪ پيار ڏنو. هن کي بجنور جي گرلس ڪاليج ۾ پهرئين سال ۾ داخل ڪرايائين ۽ هن جي ڪاليج ۾ اچ وڃ لاءِ موٽر سائيڪل (ايڪسائيز کاتي ۾ سينيئر عهدي تي هئڻ ڪري مامو هڏامن فصل ربي سان خاصو نوازيل هئو.)

منهنجي امروٽ چندا چنچل سياو واري ڪلمڪ چوڪري آهي، (هن وقت هوءَ فيروز آباد جي گرلس ڪاليج جي پرنسپل آهي. آزاد ۽ خود مختياري واري زندگي گذارڻ لاءِ هن شادي نه ڪئي. سجو وقت

ٺهڪ ڏيئي ڪلڻ ڪري هن جي ٿولهه وڌي ويئي آهي ۽ منهن گول مٿول ٿي ويو آهي. مامي مامي جي گذاري وڃڻ کان پوءِ هو فيروز آباد ۾ اڪيلي آيائن سان بي فڪري واري زندگي گذاري رهي آهي، مامي جاست ئي نالائق ۽ نيم پڙهيل پٽ اتر پرديش جي ڪن ننڍن وڏن شهرن ۾ مجارڪا ۽ پسارڪا دوڪان کولي وينا آهن.

ڪاليج ۾ چندا جي ساهيڙپ نجيب آباد جي هڪ وڏي نوابي خاندان جي هم ڪلاسڻ ڇوڪري صبا سان ٿي، ٻنهي جي ساهيڙپ ڏينهون ڏينهن ايتري ته گهري ٿيندي ويئي جو هو مامي واري موٽر ۾ نه رڳو ڪاليج گڏجي اچڻ وڃڻ لڳيون پر ڪاليج مان موٽڻ بعد صبا اسان جي گهر به ايندي هئي ۽ مانجهاندي کان پوءِ چندا ئي هن کي سندس گهر ڇڏي ايندي هئي جيڪو سڏ پنڌ تي هئو. ڪڏهن ڪڏهن مان به چندا سان گڏ صبا کي اپرائڻ ويندو هوس.

مامو صبح جو ئي ڊيو تي نيرن ڪري، وردي پائي ۽ چيلهه ۾ پستول لٽڪائي ٺٺهور ۽ ٻين علائقن طرف بگي تي چڙهي گشت تي هليو ويندو هئو، جتان سانجهن جو موٽي، سنان پاڻي ڪري بئنڪ ۾ پنهنجي دوستن سان بوتل کولي ويهندو هئو. مامي پنهنجي پٽن کي پالڻ پوسڻ ۽ پاٺ پوڄا ۾ رڌل رهندي هئي. به ملازمائون ۽ بورچياڻيون پاڻ ۾ جندا پٽ ۽ هڪ ٻئي جي يارن جا نالا ڳڻائڻ ۾ لڳيون رهنديون هيون. مان ماروٽن سان لوڊي راند ۾ يا پنهنجي ڪمري ۾ در بند ڪري ڪتابن ۽ رسالن ۾ ريڊو رهندو هوس (نجيب آباد ۾ اردو جا ڪيترائي رسالا ۽ ڪتاب ملندا هئا) منجهند ذاري منهنجي ماروٽ چندا ۽ صبا ڪاليج مان موٽنديون هيون ته ماني کائي اسين ٽيئي ڇت تي نهيل وڏي ڪمري ۾ وڃي تاس راند ڪندا هئا سين. مامي جي پٽن کي چنيا هٽي اکين ۾ ڊپ وجهي سمهاري پاڻ به وڃي گهري ننڊ ۾ غلطان ٿيندي هئي.

سترهن سالن جي صبا جو حسن بي مثال هئو، هڪ پنجابي لوڪ گيت وانگر هن جو جسم سلفيءَ جي اپرنڊڙ ۽ وٺ ڪائيندڙ لاٽ جيان هئو. شڪل شبيهه مان به هوءَ پر ورقار ۽ خانداني لڳندي هئي. پر هن جي چهري تي سدائين ڪا عجيب اداسي، مايوسي ۽ ڪو سداءُ نظر ايندو هئو. لڳندو هئو هوءَ دل هول جو شڪار آهي. هوءَ چندا جيان ڪڏهن به ٺهڪ نه ڏيندي هئي. تاس جي بازي کٽڻ تي يا ڪنهن لطيفي تي وڌ ۾ وڌ هلڪو مرڪندي هئي ڏينهون ڏينهن ويجهو اچڻ ۽ گوڏي گڏي ويهڻ جي باوجود مون کي صبا کان سندس اداسي ۽ ملول رهڻ جو ڪارڻ پڇڻ جي همٿ نه ٿي. چندا کان پڇندو هوس ته هو به لنوائي ويندي هئي. صبا جي چاهت ۾ منهنجا ڏينهن بي آرامي ۾ ۽ راتيون اوجاڳن ۾ ڪٽجڻ لڳيون. آرتوارجي موڪل وارو ڏينهن هن جي نه اچڻ ڪري عذاب بڻجي ايندو هئو. هڪ هڪ آرتوار شام مان ۽ چندا شهر آيل سرڪس ڏسڻ ويا سين.

جيئن ته اسان هندن ۾ سوٽين، ماساتين، ماروٽين، پڦائٽين ۽ ٻين ويجهن مائٽياڻين وچ ۾ شاديون خواهه عشق اڌرم ۽ ناجائز آهي. ان ڪري مائٽن طرفان گڏ گهمڻ ڦرڻ جي مڪمل آزادي آهي، (اسان جي لاڙڪاڻي جي هڪ حال حيات هندو شاعر پنهنجي ڏاڏي پوٽي سان عشق جي شادي ڪئي ته چاچي جيل ۾ وجهايس) سرڪس کان موٽيندي مون چندا مٿان زور بار آڻي هن کان صبا جي دک ۽ اداسي جو ڪارڻ پڇيو. چندا مون کي هن بابت سڀ ڪجهه ٻڌايو. صبا جي زندگي جي ڪهاڻي ايتري ته افسوسناڪ هئي جو مان هتي سڄي لکڻ ويهان ته پورو ڪتاب ٿي ويندو. مون ڪيئي ڀيرا اها ناول جي صورت ۾ لکڻ جي ڪوشش ڪئي آهي پر منهنجو قلم ڪڏهن به جسارت ڪري نه سگهيو آهي. مختصر ۾ اهو هئو ته هن جي والد نواب — جي اوچتي (شايد ڪنهن حادثي ۾) انتقال کان پوءِ هن جي والده ڪنهن ڏوراهين مائٽ سان

نڪاح ڪري هن کي چاچي چاچيءَ جي رحم ڪرم تي ڇڏيپاڪستان هلي ويئي ۽ هن جو ماٽيلو چاچو ۽ چاچيءَ هن جي حصي جي سڄي جائداد قبائي هن سان غير انساني سلوڪ ڪري رهيا آهن.

ظاهري طور صبا جي ڪهاڻي ڪنهن فلمي ڪهاڻي جيان لڳي رهي هئي پر تفصيل ٻڌڻ کان پوءِ منهنجو به هيانءُ جهجڻ لڳو، حقيقتون ڪهاڻين جيان نه هونديون آهن،

مان هتي نجيب آباد جي ان نواب خاندان جو نالو نٽو لڪان جو صبا جو هڪ تمام ويجهو مائٽ پاڪستان هجرت ڪري وڃڻ تي اڳتي هلي ڪنهن دور ۾ اتان جي حڪومت ۾ وفاقي وزير جي عهدي تي رسيو ۽ منهنجي چاڻ موجب اڄا بقيد حيات آهي. ٻئي ڏينهن مون دهلي مائٽن کي خط لکيو ته مان اڄا نجيب آباد ۾ ڪجهه عرصي لاءِ رهندس ۽ منهنجو پيءُ اهو سوچي مطمئن ٿي ويو ته مامي شايد ڪنهن نوڪري تي يا ڪنهن ڌنڌي ڌاڙي تي لڳايو اٿس.

آهستي آهستي مون صبا کي اردو محاوري موجب شيشي ۾ لاهڻ شروع ڪيو. مان سچ پچ صبا کي دل ۽ جان سان چاهڻ لڳو هوس ۽ هن کان هڪ پل جي جدائي به مون لاءِ برداشت کان ٻاهر ٿي هئي. هڪ چتر چالاڪ کيڏاري جيان تاس جي پتن اندر خواهه ٻاهر مون هر چال آزمائي. هن سان هر نموني جي همدردي، سنيهه، پيار، پرداخت، پرواهه، پرگهرور، سنڀال ۽ هن جي حفاظت جا واعده وچن، ميلا محبتون ۽ يقين ڏهانيون ڪندو رهيس، ان دوران مون چندا جو وشواس حاصل ڪري ورتو. هوءَ پهرين ڪجهه چرڪي پر نيٺ منهنجي ايلازن هٽي هنڌ ڪيو ۽ هوءَ مون کي هر مدد ۽ ساٿ ڏيڻ تي راضي ٿي ويئي. مون کي اهو احساس ٿيو ته هڪ معصوم ۽ گڏو گڏ مظلوم ڇوڪريءَ کي وس ۾ آڻڻ لاءِ ڪا فرهاد واري قوت ڪوهه ڪني يا تيشهه ڳري گهربل ناهي. مون هن ۾ صبا کي دهلي يا بمبئي پڄائي

ونڻي وڃي هن سان شادي ڪرڻ جو پڪو فيصلو ڪري ورتو. بمبئي اتان تمام پري هئي ۽ اتي وڃڻ لاءِ هڙ ۾ وڏي رقم هئڻ ضروري هئي ان ڪري اسان پنهنجي مائٽن وٽ دليءَ اچڻ جو فيصلو ڪيو. صبا کي ٿي پيرا ”قبول“ ڪرائڻ ۾ مون کي وڌيڪ وقت نه لڳو.

مون کي اپريل (سال ڪو نه ڪو) جو اهو صبح چٽي طرح ياد آهي جنهن ڏينهن صبا ڪاليج لاءِ گهران نڪتي هئي ۽ منهنجي ماروت چندا پنهنجي موٽر ۾ هن کي بجنور جي بس اڏي تي برقو پارائي پهچايو. پهرين بس ديره دون وڃي رهي هئي، منهنجي کيسي ۾ ڏيڍ سئو روپيا هئا. پر صبا پنهنجي ٿيلهي ۾ ٻن ٽن وڳن کان سواءِ ٻنهي جي موت جو سامان به ساڻ کنيو هئو.

هوءَ ائين نه ڪري ها ته اڄ شايد منهنجي ٻارن جي ماءُ هجي ها !!

### ٽيتاليهون پنو

هيءَ قسط بئنڪاڪ جي هوٽل جي ڪمري مان لکي رهيو آهيان. ڏينهون ڏينهن بگڙجندڙ صحت سڌارڻ لاءِ ٿائيليند جي راڄڌاني بئنڪاڪ ۽ سامونڊي ٽٽ واري خوبصورت شهر پٽايا ۾ پنهنجي جسم ۽ هيانءَ کي لڪو ڪرڻ لاءِ هفتي کان رهيو پيو آهيان. جتي ٽن شفٽن ۾ ٽي شعل برقرار آهن. منجهند جو مساجون، شام جو شراب ۽ رات جو دير تائين ڪتاب. مساجون ڏيندڙ ٿائي حسينائن جا گداز جسم مکڻ جيان ملائم ۽ ملائيءَ جهڙا منا آهن، جن جون ڪڇهريون لطف ۽ لذت جو انوکو احساس ڏياريندڙ آهن.

هن وقت مون کي چار بيماريون لڳل آهن. ورٽيگو، جيڪا مٿي کي پوانٽي ڏياري رهي آهي. استما جنهن ساهه ۾ سهڪو آڻي ڇڏيو آهي. السر جنهن آنڊي ۾ ڦٽ ڦوڙي ڇڏيو آهي. ۽ چوٿين بيماري مان

پاڻ آهيان. انهن چئني بيمارين جو ڪو علاج ڪونهي جو اهي مارينديون گهٽ پر سهڪائينديون ۽ ڦٿڪائينديون وڌيڪ آهن. بهرحال، انهن ڪان فراريت حاصل ڪري سگهجي ٿي.

ٽيهه سال اڳ جڏهن مليشيا جي ڪنهن ادبي ڪانفرنس ڪان موٽندي بئنڪاڪ آيو هوس تڏهن اهو سماجي نسل اجا ايري ۽ سامائجي رهيو هئو. حسين ڇوڪريون شيشن جي شوڪيسن ۾ پنهنجين ڇاتين تي نمبرن جون تختيون اٽڪائي ۽ فئنسي اشتهاري ريڊي ميڊ سوٽن ۽ ڊريسن جيان ڊسپلي ٿيل هيون ۽ شوڪيسن ٻاهران انهن نمبرن جا بٽڻ لڳل هئا جنهن مان ڪو بہ دٻائڻ سان ان نمبر واري ڇوڪري اسپرنگ جيان اسٽول تان اٿي، ٻاهر اچي گراهڪ ڪي هٿ ڪان جهلي ڪنهن ڪئبن نما ڪمري ۾ وني ٿي ويئي. ڪنهن بہ سوديبازي يا ملهہ چڪائڻ جي ضرورت نہ هئي. نمبر سان گڏ هر هڪ جو اگهہ مقرر ٿيل هئو. ٽيهن سالن بعد اڄ انهن عورتن جون ڏيئر ساڳين ڌنڌن سان آهن. اهي پنهنجين مائرن ڪان وڌيڪ چست ۽ چالاڪ آهن، باوجود ان جي سندن ملهہ ڪپڙن جي وال جي قيمت ڪان بہ سستو آهي.

گذريل صديءَ جي ستر واري ڏهاڪي ۾ ويٽنام جي ناڪام جنگ ۾ هارائي، اتان ذليل ۽ خراب خوار ٿي واپس ورندڙ آمريڪي فوجين واٽ تي ٿائيلينڊ جهڙي غريب ملڪ ڪي پنهنجن ڊالرن جي زور تي هڪ بين الاقوامي چڪلو بڻائي ڇڏيو. ويٽنامي مجاهد پيگڙن جي لپ تي لڙائيءَ ۾ پنهنجيءَ جان جي آهوتي ڏيندا رهيا ۽ هيڏانهن هٿيار بند آمريڪي سولجر جنگ جي محاذ تي وڃڻ ڪان اڳ ڪيڪ پيسترين ۽ چاڪليٽن جي ڊبن ۾ بيئر جي بوتلن جون تقاضائون ڪندا هئا. پر پوءِ بہ جنگ ۾ پنهنجن اڇن منهن تي ڪارنهن ملي موٽندي غريب ٿائي قوم ڪي عفونت، پرشٽاچار ۽ جسم فروشيءَ ۾ مبتلا ڪندا آيا. اڄ ٿائيلينڊ جي هر وڏي ننڍي شهر ۾ بستي ۽ بازار ۾ هر بيو دوڪان مساج پالر آهي جتي مساج جي نالي ۾ سڀ ڪجهہ ٿيندو آهي ۽ نائيٽ ڪلبن ۾ انفرادي خواه اجتماعي مباشرت جا منظر ناما مانيءَ جي هڪ ويلي جي اگهہ تي ناظرين اڳيان پيش ڪيا ويندا آهن. ملڪ تہ مهانگو آهي پر سستي ۾ سستي جنس انساني جسم آهي.

ڪوالامپور جي ايشيائي رائيٽرس ڪانفرنس ۾ مليشا جي جديد شآعره رقعيده ڪمد نوح، جنهن ڪي malay ٻوليءَ جي عورت زاد جي نمائنده شاعره مڃيو وڃي ٿو. شيخ اياز ۽ ڪرشن راهيءَ جي ڪن شعرن جو ملي ملي ٻوليءَ ۾ ترجمو پيش ڪندي (مون هن ڪي اهي سنڌي نظم انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪري ڏنا هئا.) پڇاڙيءَ ۾ هن پنهنجو نظم پڙهيو. ”مان توکي وڌيڪ ڇا ٿي ڏيئي سگهان؟ سواءِ ٻرندڙ سگريءَ ۾ هڪ نئين ڪوئلي جي. تو سڀ گرپ پنهنجن ڊالرن سان پري ڇڏيا آهن. پنهنجي وي ڊي سان پري ڇڏيا آهن تو منهنجي سڄي جسم ۾ روڳ جا اهي جيوڙا پري ڇڏيا آهن. جيڪي هاڻي مان خصيصي عياشن ۾ ورهائيندي ٿي وتان ۽ روڳي نسل ۾ وڌا آڻڻ لاءِ گهٽين ۾ گهمندي ٿي وتان.“

هوٽلن هلٽن جي ڪال گرل واڪا ڪرڻ لڳي آهي، ”هي، جو، گپ مي يور ڊالر، ناٽ يورينيپام، ناٽ يور گنوريا.“

۽ ستم ظريفي اها آهي تہ پنهنجي ملڪ موٽي اچڻ تي هارائي آيل فوجين ڪي ڪي نوان عهدا، معاوضا، ڳتا ۽ جائدادون ملنديون آهن ۽ سندن ستم جو شڪار ٿيل هڪ نئون حرامي نسل در در پٽڪي، جسم فروشي، پڙوت يا جرائم پيشي ۾ مبتلا ۽ ملوث ويندو آهي.

ملڪ جي روز مره جو اسي سيڪڙو ڪاروبار عورتون سنڀالي رهيون آهن ۽ پندرهن ڪان پنجويهن ورهين جي عمر تائين اڪثريت انهن پيشور عورتن جي آهي جيڪي ڏهن ٻارهن سالن جي عرصي ۾ وڌ ۾ وڌ ڪمائي پنهنجي پيريءَ جو توشو ناهي ٽيون رکن ۽ باقي عمر

ڏنڌي مان رٽاير ٿي گهر گرهستيءَ جو ڪاروبار ۽ ننڍو وڏو ڏنڌو ڏاري ڪنديون ٿيون رهن. هن ملڪ جي سياست برصغير جي سياست کان بہ وڌيڪ گهوماٽيل ۽ منجهيل آهي جو فوج اتان جو اهم ادارو آهي. آئيني طور تہ ملڪ ۾ سلطنت شاهي آهي ۽ بادشاهہ پوميبول کي خدا ڪري پرچيو ٿو وڃي پر پوءِ بہ هو ملڪ جي سياست کان ڪناره ڪشي ڪري عوام جي عبادت سان ئي پاڻ کي مطمئن رکيو وينو آهي. ملڪ ۾ ڪڏهن ڪا فوجي چڪتاڻ ٿيڻ تي هو پنهنجي سلطانيءَ جو اثر هلائي، ملڪ ۾ مڪمل امن امان قائم ڪرائي وٺندو آهي. پندرهن سال کن اڳ جڏهن ملڪ ۾ فوجي دست اندازي ۾ ڏاڍائيءَ خلاف عوام مظاهرا ٿيا تہ فوجين عوام مٿان گوليون هلايون.

جڏهن بادشاهہ تائين فوجين جي ڏاڍ ۽ ظالماڻي رويي جون خبرون پهتيون تہ هن فوجي جرنيلن کي پاڻ وٽ سڏائڻ کين مهٽا ۽ ميارون ڏنيون. جرنيل هڪ هڪ ٿي، بادشاهہ اڳيان گوڏن پرجهڪندا، ڪيڙن ماڪوڙن وانگر چرندا چيچلائيندا پيش پوندا رهيا ۽ اهو سڄو منظر ٿائيلينڊ جي ٽيليويزن تي عوام اڳيان ڏيکاريو ويو. عوام فوجي جرنيلن کي ائين ذليل ٿيندو ڏسي سامت جو ساهہ ڪنيو. فوجي توبهہ تائب ٿيا. ملڪ ۾ مڪمل طور عوامي جمهوريت بحال ٿي ويئي ۽ ٿائي فوج ٻيهر ڪڏهن عوام اقتدار ۾ ڪا دست اندازي نہ ڪئي. ايتري قدر جو وڏندڙ جنسي چڙواڳيءَ طرف پڻ ملڪ جي فوج ۽ پوليس چشم پوشي ڪندي رهي آهي، بشرطيڪ ان ۾ ٻيو ڪو اخلاقي ڏوهہ شامل نہ هجي. چڙواڳي جي اهڙيءَ فضا ٿائي لينڊ کي ڊبل شفٽ جي ٿائي مساجن ۽ فراغت ۾ پٽايا جي ساموندي ڪنارن sea beaches تي وڇايل آرام ڪرسين تي پوري فرحت ۽ آسائش وٺي، تازو توانو ٿي گهر موٽيو آهيان. ملائيءَ جهڙو ملايم ٿي ويل بدن دليءَ جي سيءَ ۾ سڪڻ لڳو آهي. سڄو سرير سوڙ ۾ ويڙهي، گوڏن تي پيڊ رکي رات جو

ٻاهرين ڪان پوءِ اڄٽي لکڻ شروع ڪيو اٿم. لکڻ ۾ ڏاڍي ڏکيائي ٿي رهي آهي. سخت سردي ۽ چوڌاري ڇانيل ڪوهيڙي ڪري عينڪ جي شيشن مٿان لڙاٽ لڳي ٿي وڃي ۽ پنج ڏهہ سٽون لکڻ بعد رَمَ ۾ رومال ٻوڙي، عينڪ اگهي ڏنڌ صاف ڪرڻو ٿو پوي. سوچ جو سلسلو ۾ من وري ماضيءَ ڏانهن موٽي آيو آهي. اڌ صدي گذري وڃڻ تي بہ هر پل جو پڙلاءُ چٽو ٻٽڻ ۾ اڇي رهيو آهي ۽ هر منظر اڪين آڏو ڪٽي سرهي سار ۾ ڪٽي پيڙا ۽ پڇتاءُ جو پڙاڏو ٻڻجي منهنجي ڪميٽگي ۽ ڪانٽرتا تي مون مٿان ملامتون وجهي رهيو آهي. زندگيءَ جي ٿالهہ تي هڪ هڪ واردات ۽ وقعو ورئي وارائي وڃندو، مون کان منهنجن گناهن جي تلافيءَ جون تقاضائون ڪري رهيو آهي.

قديم گنگا جي پاڪ پاٽيءَ جي ڪناري ڪناري بنجور کان ديره دون ويندڙ بس ۾ صبا اڳين زنانين نشستن تي پنهنجي ٽيلهي کي سوگهو جهلي ويٺي هئي ۽ مان پوئينءَ سيٽ تي خوف ۽ حراس ۾ چنجهين اکين ۽ چورنگاهن سان وري وري دريءَ کان ٻاهر نهاري ۽ وري هيڏانهن هوڏانهن ڏسي رهيو هوس. نجيب آباد کان پوءِ گنگا نديءَ جي پل پار ڪري هردواري واري علائقي ۾ پهچڻ تي صبا پنهنجو برقعو لاهي ٽيلهي ۾ وجهي ڇڏيو. ديره دون کان سو ملين کن جي مسافت جو اڌ پنڌ طئي ڪري هر دوار جي ”هرڪي پوڙي“ جي پوئين پاسي ڊرائيور ساهي پٽڻ ۽ چانهہ پاٽيءَ لاءِ بس بيهاري. هيٺ لهي مون سڄي سفر ۾ پهريون ڀيرو صبا جي ڪليل چهري ڏانهن ڏٺو. ڊپ کان ڳاڙهو ٿيل هن جو منهن گلاب جيان لڳي رهيو هئو. هن برقعي ۾ هٿ وڌو تہ مون هن جو هٿ جهلي ورتو. چيو مانس ”صبا، هن وقت اسين هريءَ جي دوار وٽ گنگا جي ڪناري بيٺا آهيون. اسان ڪو پاپ نہ ڪيو آهي ۽ جي ٿي بہ ويو آهي تہ پويتر گنگا اهو پاڻ سان پرواهہ ڪري ڇڏيندي. صفا حيرت مان منجهنجين سٽن کي سمجهڻ جي ڪوشش

ڪرڻ لڳي. ڪاش! هو ان وقت منهنجيين ستن کي سمجهڻ بدران مون کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪري ها.

هر دوار کان ويهه ميل اڳتي رشيڪيش هئو. اتان اڳتي ٽيهن ميلن تائين ٻنهي پاسي ديره دون جاڳهاتا جهنگل هئا. وچ واريءَ شاهراهه تي پولڙن ۽ لنگورن جا ٽولن جا ٽولا بس جي سفر ۾ اسان ڏانهن گهوري رهيا هئا. هينئر مان صبا سان گڏ ساڄيءَ سيٽ تي ويٺو هوس. رومانوي ماحول جي سرهاڻي پرئي سفر اسان جي دلين مان ٻ ڊپ ڊاءَ ڪڍي ڇڏيا هئا. لڳي رهيو هئو اسين ڄڻ سرڳ جي ياترا ڪري رهيا آهيون. صبا جو پنهنجي گهر کان ٻاهر هيءَ پهريون سفر هئو.

ديره دورن جي ڊالن والا علائقن جي هڪ پراڻي گيسٽ هائوس ۾ ڏهه روپيه روز جي ڀاڙي تي اسان کي هڪ سوڙهو ڪمرو ملي ويو. گيسٽ هائوس جي رجسٽر ۾ مون پنهنجو صحيح نالو ۽ ائڊريس ۽ صبا جو سنتيا نالو درج ڪيو ۽ پنجن ڏينهن جا پنجاهه روپيه ائڊوانس طور جمع ڪرايا.

اطمينان سان ڪمري ۾ پهچي مون صبا کي پهريون پيار پريو پرپور پاڪر پاتو.

سمنڊ جي سطح کان ٻن هزار فوٽن جي مٿاهينءَ تي ديره دورن جو خبصورت شهر گهاٽن جهنگلن وچ ۾ فطرت جي سونهن جو هڪ نادر نمونو آهي. چوڏهن ميلن جي چاڙهيءَ تي هندوستان جي حسين ترين هل اسٽيشن مسوري آهي، جنهن کي انگريز queen of hills (پهاڙن جي راڻي) ڪري ڪوٺيندا هئا.

رات جي وقت مسوريءَ جي روشنين سان ديره دورن جو شهر پڻ ٻهڪي پوندو آهي. ۽ هماليه جي پهاڙين تي جنگ جهڙو منظر ۽ ماحول ڇائنجي ويندو آهي. اردو اديبه قرت العين حيدر (عيني) جي والد سجاد حيدريلدرم جو پڻ ديره دون جي ڊالن والا علائقي ۾ بنگلو هئو.

عينيءَ پنهنجي ٻاروتڻ جو چڱو عرصو ديره دورن جي ان بنگلي ۾ گذاريو آهي. هن پنهنجين ڪيترين ڪهاڻي ۽ مضمونن ۾ ان بنگلي سان وابسته پنهنجيون ساروٽيون ڪيترين ڪهاڻي ۽ مضمومنن ۾ ان بنگلي سان وابسته پنهنجيون ساروٽيون قلمبند ڪيون آهن. هن جي هڪ ڪهاڻيءَ جو سروئي ڊالن والا آهي. هن وقت به هندوستان خواه پاڪستان جا ڪيترائي فوجي جرنيل تربيت وٺي چڪا آهن. اها ٻي ڳالهه آهي ته اڳتي هلي اختيار ملندي ئي انهن مان ڪيترا تانا شاهه ثابت ٿيا ۽ پنهنجي ملڪ جي حفاظت ڪرڻ بدران ان کي فتح ڪري پنهنجي شرطي جاگير جيان هلائڻ لڳا.

ديره دون ۾ هڪ ٻي اهم ۽ عظيم انقلابي شخصيت رهائش پذير هئي، جنهن جو نالو منادييندر ناٿن راءِ هئو ۽ دنيا کي ايم اين راءِ جي نالي سان سڃاڻندي هئي. پر اهو به هن جو اڳتي هلي مصلحتن ”ائڊاپٽ“ ڪيل نالو هئو، جو هن چاهيو ته هو پنهنجي ماضيءَجي پراڻن ٻابن کي بند ڪري زندگي جي هڪ نئين باب جو آغاز ڪري. هن جو ڪٽنبي نالو نريندر ناٿ ڀٽا چاريه هئو. اڳتي هلي روسي ڪميونسٽ پارٽيءَ جو تانا شاهي طور طريقن کان بد ظن ٿي ايم اين راءِ انقلاب جو هڪ نئون نظريو پيش ڪيو جنهن کي هن radical human an (پختين پاڙن واري انساني پرستي) وارو متو ڪري ڪوٺيو.

منهنجي ۽ صبا جي ديره دون اچڻ کان ٽي چار سال اڳ ئي ايم اين راءِ گذاري ويو هئو. هن جي موهني روداواري بنگلي ۾ ان وقت هن جي بيوه ايلن راءِ اڪيلي رهي هئي. مون هن جي پروسي جوڳي پهاڙي ملازم معرفت ايلن راءِ کان مختصر ملاقات جي منظوري ورتي. هڪ صبح مان صبا هن جي 13 موهني روڊواري بنگلي جي ٻاهرئين بغيچي ۾ مليا سين. اڌ ڪلاڪ جي ڪچهريءَ ۾ مون هن کي ملڪ جي ورهاڱي، اٿل پٿل، لڏ پلاڻ ۽ جلا وطنيءَ بابت مختصر ۾ صبا پنهنجي

رشتي بابت ٻڌايو. هن چانهه سان اسان جي تواضع ڪئي ۽ اسان ڪي آئينده جي خوشحال زندگيءَ جون دعائون ڏيئي گيٽ تائين اماڻڻ آئي. هوءَ هڪ باوقار عورت هئي. اٽ ڏهه سال پوءِ ديره دون جي انهيءَ ئي موهني روڊ واري بنگلي ۾ مسزايلن راءِ جو اهو پروسي جوڳو نوڪر هن کي قتل ڪري، ڦرلٽ ڪري فرار ٿي ويو. خبر ناهي ته اهو قاتل پڪڙيو يا نه؟

هتي مان پنهنجيءَ آتم ڪٿا کي اڌ ۾ روڪي، پنهنجي ايندڙ زندگيءَ جي انساني آدرش (آئڊيل) ايم اين راءِ بابت ففيصل سان ڪجهه لکڻ چاهيندس.

مون کي انگريزي جرنلزم (صحافت) جي پيشي سان وابسته ڪرائڻ وارو منهنجو محسن ٽائيس آف انڊيا اخبار جو ايڊيٽر آنجهاني گري لال جين هئو. هو ايم اين راءِ جو پڪو پوئلڳ ۽ پيروڪار هئو. ان وقت هندوستان ۾ royist جو هڪ مضبوط ۽ پڪو پختو گروپ هئو، جنهن جا اڪثر پيروڪار ادب، صحافت، ميڊيا، تعليم، سياست ۽ قانون وغيره جهڙن پيشن سان وابسط هئا ۽ آبرودار عهدن تي هئا. گري لال مون کي قلم هٿ ۾ جهلائي اخباري آرٽيڪل ۽ رپورٽون لکڻ سيکاريون. هن کي چاڻ هئي ته مان راڻا جنگ بهادر جهڙي آزموديگار صحافيءَ جو شاگرد رهيو آهيان ۽ اسڪول آف جرنلزم مان امتيازي حيثيت حاصل ڪري نڪتو آهيان. گري لال جي ڪمري جي شيلف ۽ ٽيبل تي ايم اين راءِ جي ڪتابن جو سيٽ رکيل هوندو هئو. هڪ ڏينهن مون همٿ ڪري هن کان راءِ جو ڪتاب reasonromantiasm resolution (دليل، رومانيت ۽ انقلاب) پڙهڻ لاءِ گهريو. گري منهنجي منهن ۾ مجنونءَ جهڙن بي ترتيب جهنڊولن وڏن وارن ڏانهن ڏسڻ لڳو. پڇيائين تون ايم اين راءِ کي پڙهندين؟ چيو مانس گري (جرنلزم جي لائين ۾ هڪ ٻئي کي پهرئين نالي سان سڏيو ويندو آهي.) مان ڪارل

مارڪس جو داس ڪيپيٽل پڻ پڙهي چڪو آهيان. گريءَ ڪتاب ڏيندي چيو "هي پهريون پاڱو وٺ، پڙهي جلدي موٽائجان ۽ پوءِ ٻيو پاڱو ونجانءِ ۾ (هي پهريون پاڱو ايم اين راءِ جي زندگيءَ ۾ سال 1953 ۾ شايع ٿيو هئو ۽ ٻيو پاڱو هن جي انتقال کان پوءِ شايع ٿيو آهي.) ڪتاب پڙهي مان ونجي ويس ۽ هن جو ٻيو ڪتاب اسلام جو تاريخي ڪردار خريد ڪري آيس.

دهليءَ جي ڪملا نگر ۾ هڪ اشاعتي ادارو آهي جيڪو رڳو ايم اين راءِ جا ۽ هن جي فلسفي "رئڊيڪل هيومنزم" سان واسطو رکندڙ موضوعن تي هن جي همر سفرن ۽ پيروڪارن جا ڪتاب شايع ڪندو آهي. سال 1992 ۾ مان جڏهن پي آءِ اي ۾ آمريڪا ويندي ٻاهتر ڪلاڪن جي ٽرنزٽ ويزا تي ڪراچيءَ ترسيو هوس ته محترم محمد ابراهيم جويو صاحب مون ڏانهن ايم اين راءِ جي ڊزن کن ڪتابن جي لسٽ موڪلي ته مان هن لاءِ اهي ڪئن به وٺي اچان. مون کي ان اداري مان ست اٺ ڪتاب ملي سگهيا جيڪي مان جويو صاحب لاءِ ڪٽي آيس. جويو صاحب ڪراچيءَ ۾ منهنجو انتظار ڪندو رهيو پر فلائيٽ اٺ ڏهه ڪلاڪ ليٽ ٿي وڃڻ ڪري هو حيدر آباد هليو ويو ۽ هوٽل ۾ مون لاءِ خط ۾ ڪجهه ڪتاب ڇڏي ويو. مان ڪراچي ۾ شام جو پهچڻ بدران ٻئي ڏينهن سوير صبح جو پهتس. جيئن ته مون کي ٽرنزٽ ويزا ۾ حيدر آباد وڃڻ جي اجازت نه هئي ان ڪري مدوي هوٽل مان جويي صاحب کي فون ڪيم. جويي صاحب چيو ته ڪتاب شيخ اياز وٽ امانت رکي وڃجانءِ. شام جو تاجل بيوس ۽ رکيل مورائي شيخ اياز جي پرنس ڪامپليڪس واري گهر وٺي هليا.

الائي چو منهنجا سنڌ دوست، شيخ اياز مٿان مهمان نوازيءَ کان عاري هئڻ جو الزام هڻندا آهن. مان جڏهن به اڪيلو يا ڪن دوستن سان گڏ هن جي گهر ويو آهيان ته هن نه رڳو منهنجي تمام گهڻي خاطرداري

پئي ڪئي آهي پر بيحد خوب ۽ پيار سان پاڻ سان گڏ وي ويهاريو آهي ۽ وڏيڪ وقت ڏيڻ لاءِ زورپريندو رهيو آهي.

اياز، ايم اين راءِ جو هڪ هڪ ڪتاب هٿ ۾ جهلي لالچي نگاهن سان انهن ڏانهن ڏسندو رهيو. چيو مانس، "هي جويو صاحب جي امانت آهي. توهان پڙهي پوءِ کين پهچائجو. "اياز جي چهري تي ناراضگيءَ جا نشان ڦهلجي ويا. چيائين، "جويو لاءِ آندا اٿئي، مون لاءِ ته نه آندا اٿيئي؟" چيو مانس، "اياز سائين، حڪم ڪيو ها ته توهان لاءِ به سجو سيٽ وني اچان ها." اڳتي هلي مان تلافيءَ طور شيخ اياز کي ڪيترائي ڪتاب هندوستان مان خواه آمريڪا مان موڪليندو رهيس.

سال اٺويهه سو چٽيهن ۾ (جنهن سال مان جائو هوس) ايم اين راءِ کي ساڍن پنجن سالن جي قيد کان پوءِ ديره دون جيل مان آزاد ڪيو ويو. جيل جي ڦاٽڪ تي ڪيترن ئي قومي اڳواڻن هن جي مرحبا ڪئي. آزاديءَ تي هن کي ديره دون ميونسپالٽيءَ جي چيئر مين ۽ مشهور ڪانگريسي اڳواڻ جي بنگلي تي آندو ويو، جتي هن کي جواهر لعل نهروءَ جو نياپو مليو ته بريليءَ جي صوبائي ڪانفرنس ۾ شرڪت ڪري ۽ اتان الله آباد اچي نهروءَ جي آبائي گهر آنند ڀون ۾ آرام ڪري پنهنجي صحت سڌار. آنند ڀون ۾ پنهنجي اسيريءَ جي انيو جو احوال ڏيندي راءِ لکيو آهي،

"ڇهن سالن جي ڏکهي عرصي واري اسيريءَ بعد مون کي هندوستاني عوام سان ڳالهائيندي بيحد خوشي ٿي رهي آهي. سامراج جي شڪار پنهنجن هم وطنين کي مون کي رڳو ايترو چوڻ آهي ته توهان کي هڪ باهمت فوج جيان جمهوري آزاديءَ لاءِ جنگ جوٽڻي آهي. ان مقصد کي ماڻڻ لاءِ اسان وٽ نه رڳو ڪو واضع تصور هئڻ لازمي آهي پر ان لاءِ چٽو عمل ۽ عمل جي واٽ ڳولهڻ پڻ ضروري آهي. مان آزاديءَ لاءِسازگار حالتون پيدا ڪرڻ جي جدوجهد ڪندس. هن وقت سوشلزم يا ڪميونزم (جيڪي هم معنيٰ آهن) وقت جو اهم مسئلو ناهن، جيڪي شخص سچا سوشلسٽ يا ڪميونسٽ آهن انهن کي اهو سمجهڻ گهرجي ته جيڪڏهن هو هندستاني عوام جي آزاديءَ جي جدوجهد ۾ شريڪ ٿيڻ ٿا چاهين ته قومي آزادي سندن پهريون مقصد هئڻ گهرجي، جنهن جو مطلب عوام جي ۽ عوام طرفان قائم ڪيل حڪومت آهي."

دنيا جي عظيم انقلابي شخصيتن لينن، ٽراٽسڪي ۽ اسٽالن سان گڏجي ڪم ڪرڻ جو شرف حاصل ڪندڙ ايم اين راءِ جي شخصيت هڪ غير تڪراري پيغام جهڙي رهي آهي. پندرهن سالن تائين ميڪسيڪو، جرمني، روس، چين، جاپان ۽ ڪن ٻين ملڪن ۾ انقلابي جدوجهد واري زندگي گذارڻ بعد جڏهن هو هندوستان موٽيو ته ڪن ٿورن جان نثار ساٿين کان سواءِ هن جو ڪو به يارو مددگار نه هئو ۽ برطانوي حڪومت جي سڄي مشينري هن جي خلاف لڳل هئي. گڏو گڏ ڪيس ساڄي ۽ کاٻيءَ ڌر وارن جي مخالفت کي به منهن ڏيڻو ٿي پيو. ان وچ ۾ ٻي جنگ عظيم به شروع ٿي ويئي، جنهن نه رڳو قومي ۽ عالمي سياست ۾ بلڪ سوچ جي سلسلن ۾ به ڊرامائي انقلاب آڻي ڇڏيو.

پنهنجي ٻاروتڻ ۾ ئي مناويندر ناٿ بي حد بيڊپو نينگر هئو. هو بينگال جي باغن ۽ جهنگلن جهرن ۽ جهنگلي جانورن کان بي خوف ٿي اڪيلو ئي اڪيلو ميلن جا ميل گهمندو وتندو هئو. هي جي بي چئن طبيعت اونداهين راتين ۾ ڀوتن ۽ پريتن جي تلاش ۾ مرگهٽن، مساڻن ۽ قبرستانن ۾ بي خوف و خطر سڄي سڄي رات ڪپال ڪنڊلا جهڙن ڪردارن جو پيڇو ڪندو رهندو هئو. هو بيلور هٽ جي رام ڪرشن پرمهنس جي آشرم ۾ يوگا ۽ لٺ بازيءَ۾ مشق ڪرڻ به ويندو هئو.

ترڪيءَ جي خلافت تحريڪ دوران هندوستان جي ديني عالمن جي فتوائن تي ٽيهه هزار مجاهدن، جن ۾ ڪيترا معصوم سنڌي

مسلمان پڻ شامل هئا تن بي يارو مددگار ماڻهن ترڪيءَ طرف ڪوچ ڪيو، جن مان ڪيترن ئي ڪابل ۾ ئي جهليو ويو ۽ ڪن کي ترڪماني باغين گرفتار ڪري ساڻن غير انساني سلوڪ ڪيو. ايم اين راءِ ان وقت بخارا ۾ هئو جيئن ئي هن تائين اهي خبرون پهتيون هن هڪدم سرخ فوج red army جو هڪ دستو انهن کي ڇڏائڻ لاءِ موڪليو. پنجاهه کن مجاهدن کي آزاد ڪرائي بخارا آندو ويو، جتي راءِ ساڻن تفصيلوار ڳالهيون ٻولهيون ڪيون. انهن ۾ جيڪي مذهبي جوش سان ٽمٽار هئا ۽ ترڪيءَ پهچڻ لاءِ بيتا هئا، اهي فوجي تربيت حاصل ڪرڻ راءِ سان گڏ تاشقند لاءِ روانا ٿيا. جتي راءِ هنن لاءِ انديا هائوس ۾ رهڻ جو انتظام ڪيو.

هتي مان اهو واضع ڪرڻ چاهيان ٿو ته اسان جا ڪيترائي سنڌي مسلمان پائر مذهبي جنون ۾ گمراهه ٿي پنهنجا گهر گهاٽ پڳڙن مٺ تي وڪٽي ان تحريڪ ۾ شامل ته ٿيا پر موٽي اچي باقي سڄي عمر مفلسي ۽ محتاجيءَ ۾ گذاري. سندن اڳواڻن شوڪت عثماني، اڪبر شاهه، فيروز الدين منصور ۽ عبدالمجيد سنڌيءَ کي هندوستان پهچندي ئي گرفتار ڪيو ويو.

سڀ ڪجهه ڄاڻندي به راءِ پنهنجي وطن ورڻ جو پڪو فيصلو ڪيو ۽ ڊسمبر 1930 جي وچ ڌاري جعلي پاسپورٽ تي ساموندي جهاز ذريعي هو ڪراچيءَ پهتو ۽ اتان بمبئيءَ لاءِ روانو ٿيو. ڪجهه ڏينهن بعد هن وري ڪراچيءَ واري ڪانگريس اجلاس ۾ شرڪت ڪئي، جتي سباش چندر بوس سان مليو. مشهور ڪراچي قرارداد جي بنيادي نقطن تي هن جواهر لعل نهروءَ سانخيالن جي ڏي وٺ ڪئي. هن نهروءَ مٿان زور آندو ته ڪانگريس وٽ ڪو پختو اقتصادي پروگرام واس هئڻ گهرجي. ڪانپور ۽ ريليءَ جي قيد خانن جي سخت گرميءَ راءِ جي فولادي جسم ۽ صحت جي ستياناس ڪري ڇڏي. اتان جي طبيلن جهڙن قيد خانن ۾ خطري جي حد تائين بيمار ٿي پوڻ ڪري هن کي ديره دون جي جيل ۾ منتقل ڪيوويو، جتان هن کي ساڍن پنجن سالن کان پوءِ رها ڪيو ويو.

مان اڃا تائين ديره دون اڪثر ايندو ويندو رهندو آهيان ۽ راءِ جي قيد واري اها ڪوٺڙي پڻ ڏسي آيو آهيان. موهني روڊ جي ان پڙيانگ بنگلي اڳيان اڪثر بيهي رهندو آهيان.

ايم اين راءِ هاڻي ديره دون ۾ مستقل طور رهائشاختيار ڪري پنهنجي لکڻ پڙهڻ جي ڪم ۾ لڳي ويو.

موهني روڊ تي هڪ پراڻو بنگلو هئو جنهن جي وسيع احاطي ۾ وڏا وڏا وڻ ۽ گلن جا ٻوٽا هئا. اتي هڪ وڏو باغ لڳايو ويو. ٻڙ جي هڪ وڏيوڻ هيٺان هڪ گول ميز ۾ ڇهه پراڻي طرز جون ڪرسيون وڇايل هيون. ايم اين راءِ جي وڏوا ايلن راءِ اڌ ڪلاڪ کن اتي ويهي مون سان ۽ صبا سان ڪچهري ڪئي ۽ مون کي دار جلنگ جي خوشبوءِ دار چانهن ۽ صبا کي نارنگيءَ جي رس پياري. هن اسان کي ايم اين راءِ جي فليٽ هيٺ سان هڪ تصوير پڻ ڏيکاري، جنهن ۾ هو هڪ دانشور لڳي رهيو هئو.

ديره دون جي ان بنگلي جي باغ واري ٻڙ جي وڻ هيٺان آرام ڪرسيءَ تي ويهي پنهنجيءَ فليٽ هيٺ کي هيٺ مٿي ڪندي ايم اين راءِ ڪراچيءَ جي انگريزي اخبار سنڌ آبزرور جي ايڊيٽر کي انٽرويو ڏيندي چيو،

”مان هر صبح جو جڏهن اخبار ٿو کوليان ته ڏکي ٿو وڃان. مون کي ماده پرست فرانس يا برطانيا سان ڪو لڳاءُ ڪونهي پر مان يورپ جي فاشي ٿي وڃڻ جي تصور کان خوف ڪائي رهيو آهيان. جيڪڏهن فاشزم سڄي يورپ مٿان ڇانئجي ويئي ته اسان کي انقلاب ۽ هندوستان جي آزادي ٻنهي کان هٿ ڌوئڻا پوندا.“

نيو هيومنزم (نئين انسان دوستي) جي بنياد تي "ٻاويهن ٿيسز twenty to thesis جو مصنف مانيندر ناٿ راءِ چڙهندڙ عمر ۾ ڍهندڙ صحت سبب سياست کان ڪنارو ڪري ديره دون ۾ رهائشاختيار ڪري پنهنجو ٻچيل وقت اڀياس ۽ لکڻ پڙهڻ ۾ گذارڻ چاهيو پر سياست هن جو پيڇو نہ ڇڏيو. سال 1947 ۾ آزادي ملڻ بعد بہ رئڊيڪل ڊيموڪريٽڪ پارٽي جي ڪار گذارين هن کي سياست کان ڪنارو ڪرڻ نہ ڏنو. پر هن جي تحريري ۽ رئڊيڪل هيومنزم جي تعميري ڪم هن کي ٿڪائي ڇڏيو. هو مڪمل اڪيلائي ۽ آرام لاءِ مسوريءَ هليوآيو. هن سان گڏ هن جي گهر واري ايلن هئي. مسوريءَ جي پهاڙي پيچري تي صبح ساڻ چهل قدمي ڪندي هن جو پير ڪنهن وڏي پٿر سان ٽڪرائجي ويو ۽ هو پهاڙ تان گهرڪندو پنجاهہ ڪن فوٽ هيٺ اچي ڪريو. هن جو سڄو جسم چلجي ويو. 25 جنوري اٺويهہ سو چوونجاهہ جي اڌ رات جو هن عظيم انقلابي ۽ ديو قامت دانشور جو روح پرواز ڪري ويو. ايم اين راءِ جي رحلت هڪ فرد جي نہ پر هڪ پوري دور ۽ هڪ اداري جي پڄاڻي هئي.

مان سياسي ماڻهو ناهيان ۽ نہ ئي هتي منهنجي مراد ڪنهن سياستدان جي سوانح درج ڪرڻ آهي پر پوءِ بہ مون وٽ جيڪا ٿوري گهڻي سياسي سروجهہ ۽ سوچ رهي آهي اها راءِ جي رئڊيڪل هيومنزم واري سوچ جي سلسلي جي ئي ڪڙي آهي. مان جيڪڏهن ڪجهہ سال اڳ پيدا ٿيان ها تہ شايد هن جي نظريي جو قائل ۽ هن جي موف طرف مائل ٿيل هجان ها. راءِ جي پيروڪارن ۾ اسان جي سنڌي دانشورن محترم ابراهيم جويو، شيخ اياز ۽ حشو ڪيولراماڻي (ڪي ٻيا بہ هوندا جن بابت مون کي ڄاڻ نہ آهي) انهن مان شايد حسو ئي هئو جيڪو هن سان انگلينڊ ۾ ڪٺي مليو هئو ۽ راءِ کان بہ وڌيڪ رئڊيڪل ٿيڻ جي ڪوشش ۾ پنهنجو ذهني توازن وڃائي وينو. سائين ابراهيم جويو اڄ

بہ پڪو پختو رائسٽ آهي ۽ پوري ديانتداريءَ سان هن جي ڏسيل هيومنزم جي اصول ۽ آدرش جو پختن پيرن سان پيروڪار آهي. شيخ اياز ڪنهن غيبي خوف جي پاڇي ۾ پنهنجي زندگيءَ جي پوين پهرن ۾ پنهنجي سنگيت مئہ ۽ انقلابي شاعري ترڪ ڪري مذهبي مناجاتن ۽ دعائن ۾ فراريت جون راهون تلاش ڪندو رهيو. نتيجي طور هن جي آخري عمر جي ٻاڏايل دعائن جي شايع ٿيل چوپڙين ۽ هن جي ئي شهر شڪارپور جي ڪوي پهلاج جي پڄنن جي چوپڙين ۾ ڪو خاص فرق نہ رهيو. هيءُ اهو ئي شاعر شيخ اياز هئو جيڪو ايم اين راءِ جو مداح هئڻ وري وقت ۾ چوندو هئو، "عجز، شاعر جي شاعريءَ جي روح جو ڪوڙهہ آهي." پر ڪنهن پر اسرار هستيءَ اڳيان ائين ٻاڏائڻ عاجزي ناهي تہ ڇاهي؟

ديره دون جي ڊالن والا جي گيسٽ هائوس جي تاريڪ ڪمري ۾ صبا جي ڪوسيءَ ڪک ۽ پرپور پاڪر ۾ منهنجي زندگيءَ جو رئڊيڪل پهلو بہ شامل هئو ۽ هيومنسٽ پڻ. ان وقت تائين مون کي نہ ان نظريي جي ڄاڻ هئي ۽ نہ ئي مون وٽ ڪو اهڙي ماڊل جي سياسي سوچ هئي. مون کي رڳو ايترو علم هئو تہ صبا صبح جي هير هوندي آهي، جنهن ۾ منيءَ ننڊ جو خمار هوندو آهي. ايم اين راءِ جو نالو مون رڳو ڪاليج جي شاگرديءَ واري زماني ۾ نارايڻ شيام ۽ ڊاڪٽر عبادت بريلويءَ کان ٻڌو هئو پر هن جي ڪا بہ تحرير پڙهي نہ هئي. مسزايلن راءِ سان ملڻ وقت بہ وٽس اهو سوچي ويو هوس تہ مان هڪ عظيم شخصيت جي رفيقہ حيات کي ڏسڻ ٿو چاهيان.

منهنجي کيسي ۾ رڳو سٺ ستر روپيہ وڃي بچيا هئا، جيڪي هفتو بہ نہ هلڻا هئا. گيسٽ هائوس ۾ چانهہ چئين آني ۾ ڏيندا هئا پر مان ٻاهران سردار جي ٻاڪڙي تان ٻين آني ۾ چانهہ جو گلاس وٺي ايندو هوس. صبا چانهہ نہ پيئندي هئي. هن لاءِ ٽين آني ۾ کير جو

گلاس وني ايندو هوس. گيسٽ هائوس جو ائنگلو انڊين مئنيجر اسان ڏانهن شڪي نگاهن سان نهاريندو هئو، خاص ڪري جڏهن اسين سڄو سڄو ڏينهن ڪمري کان ٻاهر نہ نڪرندا هئا سين، سواءِ منهنجي بہ پيرا ٻاهران ماني وٺي اچڻ جي. مئنيجر ائين اشراف ماڻهو هئو ۽ هن اسان کان سواءِ شڪي نگاهہ جي ٻي ڪا ڪوٽ ڪوٽ نہ ڪئي.

هڪ شام پهريون ڀيرو گيسٽ هائوس کان ٻاهر اچي اسين بلراج ساهني ۽ نوتن جي فلم ڏسڻ نڪتا سين. موٽڻ تي مون بلراج ساهنيءَ جي سپتئي ڪردار کان متاثر ٿي صبا اڳيان پنهنجي تنگ دستي، گمشدگيءَ تي مائٽن جي فڪرمندي ۽ آئينده جي انديشن بابت سڄو احوال اوريو، ”اڳتي ڇا ٿيندو، صبا؟ هفتي بعد اسين رستي تي هوندا سين. تنهنجا نابالغ عمر ڪري اسين قانوني طور ڪٿي ڪنهن ڪورٽ ڪچهريءَ ۾ شادي بہ نہ ڪري سگهندا سين. ان لاءِ اجا سال ڏيڍ ترسڻو پوندو. مهنجا ماءُ پيءُ هي گلا جو گهانگهو ڪيئن ڪٽندا؟ جوش ۾ اسان ڪجهہ نہ سوچيو پر هاڻي هوش ۾ حقيقتن سان منهان منهن آهيون.“ مان جذباتي ٿي ويس ۽ اکيون ڀرجي آيون.ڍ

صبا آهستي اٿي پنهنجن ٻنهي هٿن ۾ منهنجو منهن جهليو. چپن تي آڱر رکي هن رومال سان منهنجيون اکيون اگهيون ۽ ڪاٺ جي ڪٻٽ ۾ رکيل پنهنجو ٿيلهو ڪڍي آئي. ٿيليهي جي تري مان بخمل جو ويڪرو بڪسو ڪڍي ان مان هڪ هڪ سونو زيور ڪيندي ويئي. پراڻيءَ طرز ۽ فيشن جا مسلم مينا ڪاريءَ وارا ڳرا ڳهڻا هئا. ڳچيءَ جا هار ٺلها ڪنگڻ، منڊيون، جهومڪا، ڪنن جا والا، نڪ جون ڦيون، پازيب، چلا الائي ڇا ڇا هئو! مان اکيون ڦاڙي ڏسندو رهيس۽ صبا چوندي رهي. ”هڪ هڪ ڪري وڪڻي چڱا ڏينهن آرام سان رهي سگندا سين.“

”صبا تو هي ڇا ڪيو آهي؟“ مون ڏڪندي هن کان پڇيو، حراس ۾ منهنجا حواس وڃي ويا.

”ڇو هي سڀ زيور مون کي منهنجيءَ ماءُ جا ڏنل آهن ۽ منهنجي ئي ملڪيت آهن. مون کان سواءِ انهن تي ٻئي ڪنهن جو بہ حق ناهي. هاڻي هي اسان ٻنهي جا آهن ۽ جيسين توڪي ڪو ڪم ڪار ملي تيسين انهن مان گذارو ڪندا سين.“

مان حواس باختہ ٿي ويٺو رهيس ۽ صبا مون کي اهي سڀ قبول ڪرڻ لاءِ قائل ڪندي رهي. هوءَ هني طور مون کي ٿي ڀيرا قبول ڪري چڪي هئي پر مان ان کان اڳتي ڪجهہ بہ قبول ڪرڻ لاءِ آمده نہ هوس.

ان وقت تائين مون کي اهو انديشو اوس هئو تہ مان ڪڏهن اغوا جي ڏوهہ ڏاڙي جي الزام ۾ بہ ڦاٿو ويندس.

مون ان وقت تائين اجا ضمانت قبل از گرفتاري وارو قانوني فقرو نہ ٻڌو هئو.■

## چوئيتاليهون پنو

ان رات گهر گرهست ڪري مان دير سان سمهيو هوس. صبح جو ڇهين بجي مون کي ٽائيمس آف انڊيا جي ايڊيٽر گري لال جين جي فون آئي، ”اڄ صبوح جو سويل ڀٽي صاحب کي راولپنڊي جيل ۾ ڦاسي ڏني وئي آهي. ٽائيمس جي ڇئن صفحن جي اسپيشل سپليمينٽ ڪڍڻي آهي. تون آفيس جيترو جلد ٿي سگهئي اچي وڃ. توکي ڀٽو صاحب تي obit (شرڌانجلي) لکڻي آهي. ۽ بيورو چيف دليپ مکرجيءَ کي ليڊر (پهريون ايڊيٽوريل) لکڻو آهي. ۽ فرنٽ پيج آرٽيڪل مان لکي رهيو آهيان.“

ڀٽو صاحب جي ڦاسيءَ جي خبر سڀ کان پهريان آل انڊيا ريڊيو جي مارننگ بليٽن ۾ نشر ڪئي ويئي هئي. ان اليميي جو انديشو اڳ ۾ ئي هو پر اڄ اهو ٿي گذريو. ٿڌو ساهه پري آءُ صوفاتي ويهي رهيس ۽ گوپيءَ کي سڏ ڪيم. هوءَ پڻ خبر ٻڌي سن ٿي ويئي. منهنجي ماءُ روئڻ لڳي.

منهنجي ذمي رڳو اخبار جي بزنيس سيڪشن جا چار صفحا هئا پر ”پاڪستان افيئرس“ بابت گري لال مون کي وشواس ۾ ورتندو هو جو هن کي ڄاڻ هئي ته پاڪستان ۽ خاص طور سنڌ جي سياسي، سماجي، ثقافتي ۽ ساهتڪ منظر نامي بابت مون وٽ جوڳي معلومات آهي.

گري لال صبوح جو نوين بجي ايڊيٽوريل عملي جي هنگامي ميٽنگ سڏائي. ان کان اڳ هو پنهنجن ڪن هم پيشي دوستن کي اسلام آباد ۽ ڪراچيءَ ٽيليفون ڪري خاص معلومات حاصل ڪري چڪو هو. گري لال ٽي سال ٽائيمس آف انڊيا جو پاڪستان ۾ نمائندو رهي چڪو هو. ۽ هن جا اتي ڪيترائي چاتل سڃاتل صحافي دوست هئا. سخت مارشل لا جي خوف سبب ڪن ڪجهه ٻڌايو ته ڪي لنوائي ويا. بهرحال پنهنجن ذريعن معرفت گري لاءِ ۽ بيورو چيف دليپ مکرجي جيڪا ڪجهه معلومات حاصل ڪري سگهيا ۽ اسان جي اسلام آباد جي نامه نگاروي ٽي جوشيءَ وٽان جيڪي ٽيليڪس پهتا. انهن جي آڌار تي اسان 4 اپريل 1979 جي منجهند جو ٻارهين بجي تائين ڀٽي صاحب تي ڇئن صفحن جي اسپيشل سپليمينٽ شايع ڪئي.

هيڊ لائين واري فرنٽ پيج آرٽيڪل لکي. دليپ مکرجيءَ ليڊر ۽ ايڊيٽوريل ۽ oped page تي ڇئن ڪالمن جي سيڪنڊ ليڊ لکي. دليپ مکرجي ڀٽي صاحب جي ذاتي دوست هو ۽ لاڙڪاڻي ۾ هفتو کن هن جو مهمان ٿي رهيو هو ۽ ڀٽي صاحب جي ڪردار کي تمام ويجهڙائي کان ڄاچيو ۽ پرکيو هئائين. هن ڀٽي صاحب جي شخصيت ۽ انتظامي صلاحيت خواهه طور طريقن تي دلچسپ ڪتاب لکيو آهي، جيڪو پلو مودي جي ڪتاب Bhutto my friend (ڀٽو منهنجو دست) کان بنهه مختلف آهي. سپليمينٽ جون ٻه لک ڪاپيون شايع ڪيون ويون، جن مان شام تائين شايد ئي مواد ۽ ڪن رڪارڊ ڪاپين جي ڪا ڪاپي بچي.

سپليمينٽ جي فرنٽ پيج تي اندر ملهوترا جي لکيل anchor (ڇهن ڪالمن واري باڪس) مٿان وچ وارن ڇئن ڪالمن ۾ مشهور ڪارٽونسٽ رنگا راجن جو پيلي صاحب تي نڪتل ڪارٽون ڦهليل هو، جيڪو رنگا، شملا ڪانفرنس وقت پيلي صاحب جي سامهون ئي تيار ڪري هن کي تحفي طور ڏنو هو. پيلو ڪجهه ڪيٽ تائين پنهنجو ڪارٽون ڏسندو رهيو ۽ پوءِ ڪيسي مان قلم ڪڍي ان تي هيءَ سٽ لکي رنگا کي ڪارٽون موٽائي ڏنو هو،

(سنو Good cartoon but I have more hair on my head and elsewhere ڪارٽون آهي پر منهنجي مٿي تي خواهه ٻئي ڪنهن هنڌ وڌيڪ وار آهن.)

پيلي صاحب جي هم ڪلاسي ۽ ننڍ پڻ جي دوست پلو موديءَ پنهنجيءَ آرٽيڪل ۾ هڪ واقعو لکيو، جيڪو گري لال صحافت جي مريادائن جي مدنظر خارج ڪري ڇڏيو. پلوءَ جي بيان موجب ذوالفقار علي پيلو جڏهن بمبئيءَ جي ايلفنسٽن ڪاليج ۾ پڙهندو هئو ۽ اتي ڪنهن پنڊت يا جونشيءَ هن جو هٿ ڏسي ڪيس چيو هو، ”تون اڳتي هلي وڏا عهدا ماڻيندين. تنهنجو دنيا ۾ وڏو نالو ۽ ناماچار ٿيندو پر تنهنجو موت ڪنهن ... هٿان ٿيڻو آهي.“ مان اهو لفظ نٿو لکان جو اهو صحافت جي زمري کان ٻاهر آهي.

ٽيهه سال اڳ پيلي صاحب جي ڦاسيءَ وقت سڄي هندوستان جي سنڌين جي گهرن ۾ ماتم ڇانئجي ويو هو. منهنجيءَ ماءُ اهو سڄو ڏينهن ماني نه کاڌي ۽ سڄو ڏينهن روئندي رهي هئي. ان وقت اڃا لاڙڪاڻي، طعب، رتيديري، نئين ديري ۽ آساس جي شهرن جا اهي ديوان ۽ زميندار حيات هئا، جن جا پيلي جي خاندان سان پراڻا تعلقات هئا ۽ مئي 1964 ۾ جواهر لعل نهروءَ جي وفات وقت جڏهن پيلو صاحب پاڪستان جي وزير خارجه جي حيثيت ۾ اعزاز پرسيءَ لاءِ دهليءَ آيو هو ته پروٽوڪول وغيره بعد لاڙڪاڻي وارا هن سان خاص ملڻ ويا هئا ۽ پيلو صاحب ساڻن ملي بيحد جذباتي ٿي ويو هو.

پيلي کي ڦاسيءَ تي سڄي سنڌ هيسيل هئي. سڀ سنڌي گهرن جي درن جي طاقتن تي ڪنڊا هڻي ۽ درين تي پردا چاڙهي، خوف ۽ هراس ۾ پنهنجيون دانهون دٻائي ويٺا رهيا. ٻئي طرف هتان جي ادبي لڏي ريڊيو ۽ اخبارن ذريعي اهڙي وحشيانه عمل جي سخت مذمت ڪئي. سنڌيءَ جي ترقي پسند اديب ڪيرت ٻاٻاڻيءَ ريڊيو نشريات ۾ چيو، ”سڄيءَ دنيا جي سنڌي قوم جو فخر ڪان ڪنڌ مٿي ڪڍيل هو جو اسان جو هڪ سنڌي اڳواڻ اسان جي پاڙيسريءَ ملڪ جو وزير اعظم هو پر اڄ اسان جو اهو ڪنڌ ڪپيو ويو آهي.“ هريش واسواڻيءَ جو ”ڪونج“ ۾ شايع ٿيل مضمون، ”پيلي کي ڦاسي.“ ڪرشن راهي ۽ منهنجا ان اليميي تي لکيل نظم ۽ منهنجي ٽائيمس ۾ لکيل obit (شرڌانجلي) اسان سنڌي ساهتڪارن جي غم ۽ غصي جو فوري رد عمل هئا. بدقسمتيءَ سان ان وقت هن ملڪ جو وزير اعظم هڪ بخيل، رذيل، شوم ۽ موذي قسم جو ماڻهو هئو، جنهن هتان جي پارليامينٽ ۾ ڪو مذمت جو نهراءُ اهو جواز پيش ڪري، بحال ٿيڻ نه ڏنو ته، اهو ڪنهن ملڪ جو اندروني معاملو آهي. معتبر مرڪزن مان اسان کي اها ڄاڻ اوس پيئي ته سابق وزير اعظم اندرا گانڌيءَ اهو سڄو ڏينهن گونگا ڳوڙها ڳاڙيا هئا ۽ پنهنجي ڪمري مان سڄو ڏينهن ٻاهر نه نڪتي هئي. مهيني ڪن کان پوءِ هڪ ڏينهن ٽائيمس جي لائبريريءَ ۾ لنچ جي وقفي دوران غير دستوري گڏجاڻيءَ وقت هوءَ پنهنجن ويجهن واقفڪارن وچ ۾ چئي رهي هئي، ”اها پيلي صاحب جي بدنصيبي هئي جو مان اقتدار کان ٻاهر هئس.“

ٽيهن سالن کان پوءِ تاريخ وري هڪ ئي ڪٽنب جي قتل جي ڪارنامي کي وجايو آهي. هي وحشياڻو قتل به منهنجي بي ترتيب آتم

ڪتا جو اهو حصو آهي جن کي مان ترتيب ڏيڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهيان ۽ وقت جي عدالت ۾ هڪ چشم ديد گواهه جيان هر واردات کي حلف نامي هيٺ اسان جي ايندڙ نسل لاءِ رڪارڊ ڪري رهيو آهيان. خاص ڪري جڏهن هيءَ هڪ اهڙي عدالت آهي جتي منصف بہ منافق آهي تہ وڪيل بہ وڪاٽيل.

مان پنهنجيءَ هن آتم ڪٿا ۾ پاڻ کي سياست ۾ وچڙائڻ يا ملوث ڪرڻ نٿو چاهيان پر جڏهه سياست انساني رتوچاڻ کي پنهنجي محور ۽ مرڪز بڻائي انساني حقن ۽ حياتين کي پامال ڪري تہ اها هر فرد جي حياتيءَ جو حصو بڻجي پوندو آهي.

اڄ هيءَ قسط لکڻ وقت daughter of destroy (نصيب جي نياڻي) بينظير جي وحشياڻي قتل کي پورو مهينو ٿيو آهي. ڪالهہ جئپور ۾ هلندڙ عالمي ادبي ڪانفرنس کي بينظير پائٽي فاطمہ ڀٽو خطاب ڪندي چئي رهي هئي، ”مون کي محترمہ بينظير بابت لکيل پنهنجين تنقيدي تحريرن لاءِ ڪو ارمان ۽ افسوس ناهي پر مون کي پنهنجي ڦڦيءَ جي هن قسم جي غير فطري ۽ وحشياڻي قتل تي گهرو صدمو پهتو آهي.“

پيءُ ڏيءُ جي الميي وچ ۾ ٽن ڏهاڪن جي وٿي آهي. ان عرصي دوران هند سنڌ ۾ هڪ نئون نسل اسريو آهي. مون کي سنڌ جي نئين ايري آيل نسل جي سوچ بابت گهڻي ڄاڻ ناهي پر هند ۾ ڄاول نئين سنڌي نسل لاءِ بينظير پاڪستان جي اهم سياسي سربراهه هئي. ان جي برعڪس اسان واري نسل لاءِ هن جو والد ذوالفقار ڀٽو اسان جي سنڌ جو سنڌي اڳواڻ پهرين ۽ ڪنهن ملڪ جو وزير اعظم پوءِهو. لال ڪرشن آڏواڻيءَ جي گهر سنڌي سواد واري ماني کائيندي بينظير اردوءَ ۾ چئي رهي هئي، ”مان سنڌي سمجهي تہ سگهان ٿي پر ڳالهائي نہ ٿي سگهان.“

پٽي صاحب جي قتل وقت هتان جي هر سنڌيءَ جي گهر ۾ ماتم هو. ۽ بينظير جي قتل وقت ڏک ۽ افسوس جو اظهار هو. پيڙهي در پيڙهي ۽ نسل در نسل سوچ جا سلسلا ائين آهستي آهستي بدلجندا آهن.

مون پنڪيءَ کي پهريون ڀيرو شملا ڪانفرنس وقت ڏٺو هو. ان وقت هوءَ اٺويهن سالن جي هئي ۽ مُرنَ تائين ڳاڙهو فراڪ ۽ وڏي ڪڙيءَ وارا اڇا سئنڊل پائي اندرا گانڌيءَ جي ننڍي پٽ سنجيہ سان شملي جي مال روڊ ۽ لڪڙ بزار جي گفٽ شاپس تان پنهنجن دوستن ۽ ساهيڙين لاءِ سوکڙيون خريد ڪندي رهندي هئي. شامن جو هوءِ سنجيہ سان گڏ هما چلي حسينائن جا لوڪ ناچ ۽ سندن پهاڙي ويس وڳا (ڪاسٽيوم) ۽ انهن مٿان ٿيل گلڪاري ۽ گلن ٻوٽن جي اٽت کي دلچسپي ۽ حيرت سان ڏسندي هئي. شملا مذاڪرات وقت پل پل بدلجندڙ خبرن جي رپورٽن کان سواءِ صحافي پنهنجين ”سائيڊ لائين اسٽوريز“ ۾ سنجيہ ۽ پنڪيءَ جي سيرن سپاٽن جون دلچسپ ڪهاڻيون بہ لکندا هئا. ڪٿي بہ ڪي اسڪئنڊل پيدا نہ ڪيا ويا پر ٻن ”دشمن“ ملڪن جي پرائيم منسٽرن جي اولاد جي معصوم دوستي ۽ خلوص ڪيترن ئي رومانوي قصن ۽ ڏند ڪٿائن کي جنم ڏنو ۽ ”پيلي صحافت“ yellow journalism وارن جي ڄڻ ٻيگهي مڇي ويئي.

ان وقت مان ٽائمس آف انڊيا جي business desx بزنيس ڊيسڪ تي جونيئر سب ايڊيٽرن کي رپورٽر جي فيلڊ جاب بہ ڪرڻي پوندي آهي. پنهنجي ٽيهن سالن جي صحافتي پيشي جي آزمودن جو مفصل احوال ايندڙ پنن ۾ پيش ڪندس.

شملا ڪانفرنس جي ڪوريج لاءِ اخبار جي چيف آف بيورو دليپ مڪرجيءَ کي وڄٺو هو. هن جا بہ ٻانهن ٻيلي چيف رپورٽر محمد شميم ڪاپي ايڊيٽر ۽ مون کي هن جو سب ايڊيٽر مقرر ڪيو ويو.

ايڊيٽر گري لال مشورو ڏنو تہ اسين ڪانفرنس کان هڪ ڏينهن اڳ چنڊيگڙهہ پهچي وڃون جتان پيٽي صاحب ۽ هن جي وفد کي هيليڪاپٽرن رستي شملا پهچائڻ جو انتظام ٿيل هو. دليپ، شميم ۽ مان صبوح جو ڪار رستي چنڊيگڙهہ لاءِ روانا ٿيا سين. دهليءَ کان چنڊيگڙهہ بہ سوَ ڪلو ميٽر آهي ۽ اتان شملا جو نوي ڪلو ميٽر پهاڙي مفاصلو آهي.

سرڪاري پروٽوڪول پابنديءَ سان ترتيب ٿيل هئا. پيٽي صاحب جي وفد کي سڌو چنڊيگڙهہ هوائي اڏي تي لهڻو هئو ۽ اتان ئي بيبنل هيليڪاپٽرن ۾ شملا جي هماچل ڀون (وائسراءِ لاج) پهچڻو هئو. اخبار نويسن ۽ ٻي وي وارن کي سڌو شملا پهچڻ جون هدايتون ڏنل هيون. هماچل ڀون ۾ ڪار مان لهندي پيٽو صاحب دليپ مکرجيءَ سان هٿ ملايو. مون پڻ پڻ ڪري سنڌيءَ ۾ چيو، "سائين، سڀ سٺائي ٿيندي." پيٽي صاحب مرڪي مون ڏانهن نهاريو. ان دوران اخبار نمائندا ۽ ٽي ويءَ وارا پيٽي صاحب کي ورائي ويا، جن کي هو هٿ سان پري ڪندو اندرا گانڌيءَ کي هٿ ڏيئي نشست واري هال ڏانهن وڌي ويو. هن جي پويان بينظير هئي. اندرا گانڌي هن جي مٿي تي هٿ رکي پيءُ ۽ ڌيءُ سان گڏ گڏ هلڻ لڳي. سيڪيورٽيءَ وارا هنن سان لڳي هلي رهيا هئا. پيٽي صاحب سان آيل وفد ۾ منهنجي شهر نوابشاهہ جو صحت مند وڏيرو وزير غلام مصطفيٰ جتوئي، سخت چهري وارو وزير خارجہ عزيز امد ۽ بيا اٺ ڏهہ سويلين ۽ ڪجهہ فوجي عملدار ساڻ هئا. سنڌ مان اسان کي خبرون آيون هيون تہ پيٽو صاحب پنهنجي شملي واري وفد ۾ شيخ اياز کي پڻ شامل ڪري رهيو آهي. مون اياز کي ڳولهڻ جي ڪوشش ڪئي پر هو نظر نہ آيو. شايد ڪنهن مصلحت هيٺ اياز کي آندو نہ ويو. ڪجهہ سالن کان پوءِ هندوستان جي ۽ هڪ لنڊن جي اخبار ۾ اها خبر پڻ شايع ٿي تہ شيخ اياز ڀارت ۾ پاڪستان جو سفير ٿي اچي رهيو آهي. منهنجي ٽائمس آف انڊيا جي هڪ رپورٽر محمد اسلم، جنهن هٿ مون اياز کي حيدر آباد ۾ وائس چانسلريءَ وقت پنهنجو ڪتاب موڪليو هو ان پڻ تصديق ڪئي تہ شيخ اياز جلد ئي انڊيا ۾ پاڪستان جي ائمبيسڊر جي عهدي تي اچي رهيو آهي. پر پوءِ آيل خبرن موجب اهو فيصلو ان ڪري رد ڪيو ويو جو اياز جي ڪن خيرخواهن حڪومت کي اهو تاثر ڏنو تہ شيخ اياز جا انڊيا ۾ ڪيترائي ادبي ۽ ذاتي دوست آهن ۽ هن جو هندن ۽ هندوستان طرف خاصو جهڪاءُ آهي.

شملا ڪانفرنس دوران پيٽو صاحب ڏاڍو ورتل هو. هن ڪنهن بہ خاطر خواهہ فيصلي کان سواءِ واپس وڃڻ نہ ٿي چاهيو.

مون پيٽي صاحب کي پهريون ڀيرو مئي 1964 ۾ ڏٺو هو، جڏهن هو پاڪستان جي وزير خارجہ جي حيثيت ۾ ڀارتي وزير اعظم جواهر لال نهروءَ جي انتقال وقت دهليءَ عذر خواهيءَ لاءِ آيو هو. ۽ پروٽوڪول وغيره کان پوءِ ٻئي ڏينهن هتان جي ڪن لاڙڪاڻي وارن سنڌين سان غير دستوري گڏجاڻي ڪئي هئي. هن جي جوان چهري تي تڏهن تازگي هئي پر شملا ۾ هن جي منهن تي ڇڪتاڻ جا نشان نمودار هئا.

شملا مذاڪرات ۾ شرڪت ڪرڻ جي اجازت رڳو دليپ مکرجيءَ کي هئي، جيڪو بريف (گفتگو جا اهم نقطا) تيار ڪري موڪليندو هو. ٻاهر نيوز روم ۾ چيف رپورٽر محمد شميم اسٽوري (تفصيلي اخبار رپورٽ) تيار ڪندو هو ۽ مان ٽيلي پرنٽر روم آپريٽر سان گڏ ويهي رپورٽ جي پئرا فريزنگ (جملن جي ترتيب) ڪري آپريٽر کي ٽيلي ٽائيپ ڪرائيندو ويندو هوس. مذاڪرات جي پهرئين ڏينهن رڳو تعارف، ڪيڪار ۽ پليڪار جي ڏي وٺ ٿيندي رهي. جيئن تہ اسان کي ڪانفرنس واري ڪمري ۾ وڃڻ جي اجازت نہ هئي ان ڪري چئي نٿو سگهان تہ انهن خوش خير آفيتن جي نوعيت ڪهڙي هئي؟

سانجهن جو بينظير ۽ سنجيہ هماچل ڀون جي ڦيرينءَ منزل تان گڏجي لهندي نظر آيا ۽ ٻاهر بيٺلن کي مرکي ڪيڪاري در وٽ پارڪ ٿيل اڇي ائمبيسڊر موٽر ۾ روانا ٿي ويا. بينظير جو چوڻ آهي تہ هن جي والد ڀٽي صاحب کيس آگاهہ ڪيو هئو تہ، ”مذاڪرات جو اخواهہ ڪهڙو بہ نتيجو نڪري پر اهو پاڪستان جي تاريخ ۾ هڪ نئون موڙ آڻيندڙ.“ ڀٽي صاحب شملا جي سفر دوران پنهنجيءَ هوشيار دختر کي مشهور ڏنو هئو، ”توکي نہ اجايو مرڪڻو آهي ۽ نہ ئي ملولو رهڻو آهي، جيئن تون نہ خوش نظر اچين ۽ نہ اداس.“ پر سنجيہ گانڌيءَ سان ڏاڪڻ لهندي مون هن جي منهن تي معنيٰ ڀري مرڪ ۽ گلاب جهڙي تازگي ڏٺي.

شملا مذاڪرات بابت گهڻو ئي ڪجهہ لکيو ويو آهي. ان ڪري مان انهن وچورن ۾ نہ ويندس ۽ نہ ئي اهي منهنجيءَ هن آتم ڪٿا جو حصو آهن. مان هتي رڳو اهو ڪجهہ درج ڪري رهيو آهيان جنهن بابت اڳ ۾ ڪو احوال نہ ڏنو ويو آهي ۽ جنهن منظر نامي جون مان اکين ڏٺو شاهد آهيان.

هر نشست وقت مان ٽيليپرنٽر روم ۾ آپريٽر سان گڏ ويٺي نيوز روم مان شميم جي ايندڙ رپورٽ جو يا دليپ جي بريف جو انتظار ڪندو رهندو هئس. جون مهيني جي سخت گرميءَ ۾ بہ شملي جي شامن جي خوشگوار موسم دل ۽ دماغ ۾ خنڪي پيدا ڪندي رهندي هئي. ائين بہ موسمون بہ ٽيندڙيون آهن. هڪ موسم دل جي اندر هوندي آهي ۽ ٻي موسم دل کان ٻاهر ٿيندي آهي. ان وقت اسين دل کان ٻاهر واري مونجهاري جي موسم محسوس ڪري رهيا هئا سين. سياستدان ۽ ڪامور شاهي پنهنجا پنهنجا هٿرادي حربا آزمائي رهيا هئا. شوخي، ضد، حرفت، هوءَ، عجز، نماڻائي، نرمي، سختي، طنز ۽ ٻيو ڇا ڇا؟ ٻنهي طرفن کان هر قسم جي اداڪاري، نهندڙ ۽ ڌهندڙ ڌرافتن جي نوڪ پلڪ سنوارڻ کان سواءِ ڪاما، فل اسٽاپ، ڪولن ۽ سيمي ڪولن وغيره تي ٿيندڙ ويڙهہ ۽ جملن جي گهڙت ۽ بناوت تي اختلاف ۽ بحث هر نشست جو ”اٽوٽ انگ“ بڻجي رهيا هئا. پارٽي وزير اعظم جو ڪشميري سياست صلاحڪار پر ان ناٿ هڪسر p.n. haksar قراردادا جي مسودي جي هر جملي کي هيٺ مٿي ڪري رهيو هو ۽ هو سخت چهري وارو پاڪستاني وزير خارجہ عزيز احمد انهن کي خارج ڪري رهيو هو. ٻئي پنهنجن پنهنجن موقفن تي نصير الدين بخارا واري جي خر خيان اڙيا بيٺا هئا. هڪسر سياست جو هنرمند ۽ هوشيار ڪيڏاري هو ۽ عزيز احمد (بہ گهٽ نہ هو.)

هڪسر جي هٿن ۾ شيوا جيءَ وارو اگهہ نک لڪل هو ۽ عزيز احمد جي هٿن ۾ اپو ٽيل آبدار خنجر هو. ٻئي جٽا اندران ۽ ڀٽي جي هر نبيري واري سجهاءَ کي ٿبوتاز ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيا هئا. نشست جي شروعات ۾ ڪامياب ۽ ناهہ جا آثار نظر تي آيا تہ برخواست ٿيڻ تائين انگريزي محاوري موجب ”چورس ڏانهن موٽي“ back to square one تي آيا. هر لمحي ناهہ جي ڳالهہ تي ليپو پوندو رهيو. هر آس پويان نراس نظر ايندي رهي. جتوئي صاحب سنڌي سيڪاٽپ سان بينظير کي هڪ ”ڪوڊ“ سمجهائي ڇڏيو هو، ”جي ڳالهيون ڪامياب ويون تہ توکي چوندس، پٽ ڄائو ۽ جي ناڪام ٿيون تہ، چوندس، ڌيءَ ڄائي.“

ڪاڏي جي ميز تي اندران گانڌي بينظير مان اک ئي نہ ڪيندي هئي. وڏي اشتياق ۽ شفقت وچان هوءَ لڳاتار پنڪيءَ ڏانهن ڏسندي رهندي هئي ۽ پنڪيءَ جو چهرو وڏيڪ گلابي ٿي ويندو هو. هماچل جون حسينائون ۽ شملي جا سجيلا جوان پنڪيءَ جي هڪ جهلڪ پسڻ لاءِ هن جي پويان پويان هوندا هئا. سنجيہ ۽ پنڪي هماچل ڀون کان ٻاهر نڪرندا ئي هئا تہ رستن جي ٻنهي پاسي ماڻهن جون قطارون لڳي وينديون هيون. ڪين ڪيڪاريندڙ عوام سندن اڳيان پويان هلندو هو. مال

جي ڪافي هائوس مان مهاڻو ٻاهر نڪري ايندا هئا ۽ مال روڊ جي آمد رفت ٻي قابو ٿي ويندي هئي دستڪاريءَ جي دوڪانن جا دوڪان پنڪيءَ ڪان پئسا نہ وٺندا هئا. تبت جون ڇوڪريون هن کي سويٽرن، شالن ۽ هٿ سان مڙهيل دوشالن جا تحفا ڏينديون هيون. شملي جا رهاڪو بينظير جي "خوش آمديد" جا بئنر جهلي بيهندا هئا. صحافين ۽ نشرياتي ادارن جي نمائندن جي هن جا انٽرويو وٺڻ تي ويڙهہ ٿيندي هئي. آل انديا ريڊيو جي هر نشرياتي پروگرام ۾ پنڪيءَ جو ذڪر هوندو هئو. پٽي صاحب کي اپيلون ٿيڻ لڳيون تہ بينظير کي ڀارت جو ائمبيسڊر مقرر ڪري. اخبارن جي فرنٽ پيجن تي بينظير جون عوام وچ ۾ گهيريل تصويرون ڏسي پٽي صاحب ڏيءَ کي چيو، "پنڪي، ڪجهہ احتياط رک تون تصويرون ۾ مسولنيءَ جيان لڳي رهي آهين."

ڪانفرنس جي ڪمري ۾ آس نراس اميد ۽ نا اميد جا سلسلا نهندا ۽ ڍهندا رهيا. ٻنهي ڌرين جا ڪي عناصر ڊيپائيءَ تي سندرو ٻڌي بيٺا هئا. پارٽي وفد سيني ڳالهين جي هڪ ئي وقت نبيري جو پيڪيج طئي ڪرڻ تي چاهيو تہ پاڪستان وفد هڪ هڪ اسم جو الڳ الڳ ۽ وقفہ بہ وقفہ حل ڪرڻ جي تقاضا ڪري رهيو هو. مذاڪرات ۾ اڏ اڇي ويئي. ڳالهين کي ٻنجو اڇي ويو. ۽ اوچتو ٻنهي ملڪن جون ٽيليفون لائينون ڪٽجي ويون آمدت رفت جون سڀ وهي واٽون بند ٿي ويون. پاڪستان وفد جي نمائندن پنهنجو پنهنجو سامان سهيڙڻ شروع ڪري ڇڏيو.

مان شميم نيوز روم ۾ سگريٽن مٿان سگريٽ ساڙي رهيا هئا سين. ٽيليفون بي جان هئا. ٽيلي پرنٽرن جي ٽڪ ٽڪ بند هئي. هماچل يون ۾ قبرستان جهڙي خاموشي ڇانيل هئي. دليپ اڇي چيو، "ڪانفرنس پوري ٿي وئي. مذاڪرات ناڪام ويا. سيني پنهنجا فائل ۽ بئگون بند ڪري ڇڏيون آهن. ڊرائيور کي چئو تہ پيٽرول جي ٽانڪي پرائي ڇڏي. سڀاڻي صبح جو سويل ئي نڪري هلندا سين. اڄ رات پاڪستان وفد طرفان الوداعي ڊنر آهي." اوچتو جتوئي صاحب ۽ هن سان گڏ هڪ ٻيو پاڪستاني عملدار ٻاهر آيا. چيو مانس، "سائين، ڪارن ڪڪرن وچ ۾ ڪٿي ڪا چانديءَ جي ليڪ ڳولهي لهو." جتوئي صاحب تاٽيل آواز ۾ چيو، "بس دعا گهرو." ۽ هو سست قدم سان ڏاڪڻ جي ريلنگ تي هٿ ڏيئي مٿي چڙهڻ لڳو. سڄي ماحول کي ڄڻ سپُ سگنهي ويو هو.

پهاڙن تي سج جلد ئي لهڻ لڳندو آهي پر انهن ڏينهن اونهاري جي اس چڳي تکي هئي. مان هماچل يون جي گيٽ تي شميم جو انتظار ڪري رهيو هوس. لڪڙ بزار ۾ ڪجهہ خريداريءَ لاءِ ويٺو هو. شميم چاليهن سالن جي عمر تائين اڃا ڪنوارو هئو مون کي گوپي ۽ ٻارن لاءِ ڪجهہ هماچلي ڊريسون وٺيون هيون. اوچتو اندرا گانڌيءَ جو چيف سيڪريٽري آفيسر گنگا پرشاد بدحواس ٿي پڄندو آيو. هن جي پويان اٺ ڏهہ سيڪيورٽيءَ جا ماڻهو لائين لڳائي بيهي رهيا. ميٽائين رنگ جي فل سوٽ ۾ ملبوس پاڪستان جو وزير اعظم ذوالفقار علي ڀٽو ۽ فيروز رنگ واري بنارسي سلڪ جي ساڙهيءَ مٿان منڪ ڪوٽ پاتل ڀارتي وزير اعظم شريمتي اندر پريہ درشني گاندي گڏو گڏ يون کان ٻاهر نڪتا. ٻاهر اچي اندرا گانڌيءَ گنگا پرشاد کي آهستي ڪجهہ چيو ۽ پوءِ هوءَ ڀٽو صاحب اڳتي وڌي ويا. ان وقت سانجهن جا چار ڪن وڳا هئا ۽ اهو سال اٺويهہ سو ٻاهتر جو ٻين جولاءِ وارو ڏينهن هئو.

پهاڙي پيچڙن تي پنڌ ڪندي ذلفي ۽ اندرا ڇگو اڳتي نڪري ويا. گنگنا پرشاد کي سخت هدايت هئي تہ ڪو بہ سيڪيورٽيءَ وارو سندن پيڇو نہ ڪري. پر فوجي سيڪريٽري، سيڪيورٽيءَ وارن کي لنوائي هڪدم هزار کي فٽن جي فاصلي تي هڪ هيليڪاپٽر فضا ۾ اڏائي دوربين سان کين دور دور تائين ويندي ۽ موٽيندي ڏسندو رهيو.

قياس آرائيون اهي هيون ته ڀٽو صاحب اندرا کي اپروچ ڪري رهيو هئو، ”تون فاتح ملڪ جي سربراهه آهين ۽ مان مفتوح ملڪ جو ... ان ڪري توکي ئي پنهنجي درياهه دلي ڏيکاري کو ناهه ڪرڻو پوندو ورنه خالي هٿين مان کهڙي منهن سان پنهنجي ملڪ موٽندس؟“ ۽ اندرا گانڌي پگهرجي ويئي. ٿوري گهڻي خريداري ڪري مان ۽ شميم مال روڊ تي انڊيا ڪافي هائوس ۾ اچي وينا سين. سجو ڪافي هائوس ڪنڊ ڪڙڇ کان آيل هندوستاني ۽ پاڪستاني اخبار نويسن ۽ ميڊيا جي مختلف ماڻهن سان سٽيل هو. سيني جا منهن ملول ۽ مرجهايل هئا. ناهه جون ڳالهيون نهندي نهندي ڊهي ويون هر کو پنهنجا انومان، انديشا ۽ قياس آرائيون ڪري رهيو هو. پاڪستاني صحافي هندوستاني وفد جي ضد ۽ تيسي کي نندي رهيا هئا ۽ هندوستان صحافي پاڪستان جي نمائندن مٿان ڏوهه مڙهي رهيا هئا پر پوءِ به مهمان نوازيءَ جا فرض پارٽي ميزبان نڀائي رهيا هئا. سندن پيشورانه رشتن ۾ ڪي ڏارون نه پيون هيون.

اچتو اسان جو ڊرائيور مون کي ۽ شميم کي ڳولهيندو ڪافي هائوس ۾ اچي نڪتو. چيائين، ”هڪدم هلو دليپ صاحب جلدي سڏايو اٿو.“ ايتري ۾ هماچل ڀون جا کي ملازم به ڪافي هائوس ۾ وينل سيني صحافين کي سڏڻ لاءِ اچي پهتا. ڪافي هائوس ۾ وينل سيني صحافين کي سڏڻ لاءِ اچي پهتا. ڪافي هائوس ۾ هلچل مچي ويئي. هر کو هماچل ڀون ڏانهن پڄڻ لڳو.

نيوز روم ۾ پارٽي پرائيم منسٽر جو پريس سيڪريٽري شارڏا پرشاد بريفنگ لاءِ بيٺو هئو، ”مذاڪرات نئين سر شروع ٿي رهيا آهن. ٽيليفونن ۽ ٽيلي پرنٽرن جون سڀ لائينون چالو ڪيون ويون آهن. توهان کي وقت بر وقت نتيجن کان آگاهه ڪيو ويندو.“ شارڏا پرشاد هڪ ئي جملو چئي ڪانفرنس هال ڏانهن هليو ويو. ان وقت سانجهيءَ جا ست کن وڳا هئا. صحافين جي پيگ پاٽيءَ جو وقت شروع ٿيو هو پر سيني کان سڀ ڪجهه وسري ويو. بند ٿي ويل بريف ڪيس وري کلڻ لڳا. بينظير (شايد ڀهريون ڀيرو پاتل) پنهنجي ساڙهيءَ جو پلئه جهلي آهستي مٿان ڏاڪو ڏاڪو هيٺ لهي رهي هئي. هيٺ سنجيه گانڌي کاڌيءَ جي اڇي ڪڙتي پئجامي ۾ بيٺو هو. ٻئي بليئرڊ روم ۾ وڃي وينا ۽ ويٽر ڪافيءَ جون ٽريز کڻي سندن پوئتان ايندي ويندا رهيا.

دليپ مکرجي نيوز روم مان شميم کي ساڻ ڪري مذاڪرات واري هال جي ٻاهرينءَ بينڪ طرف ويو ۽ مون کي چيائين، ”هڪدم ٽيلي پرنٽر روم ۾ وڃي گريءَ کي فليش موڪل.“ منهنجي ذهن ۾ به ستون فليش بلب جيان ٻريون جيڪي مون ٽوٽنگ پئڊ تي رهڙي ورتيون.

Summit today save summit story follows.

(مٿين سٽن جو ترجمو ٿي تو سگهي)

3 جولاءِ 1972ع جي ٽائيمس آف انڊيا جي سيني ايڊيشن ۾ شايع ٿيل بئنر هيڊ لائين banner headline اڄ به رڪارڊ ۾ موجود آهن.

نندي ڪنڊ جي ٻن وچڙندڙ پاڙيسري ملڪن جي پرائيم منسٽرن صحيحون ڪري پنهنجا پنهنجا قلم هڪ ٻئي کي تحفظ طور ڏنا. ٻنهي سهڻين ۽ شاهاڻين شخصيتن هڪ ٻئي کي ڪيڪاريو. ٻنهي طرفن جي نمائندن هڪ ٻئي کي ڀاڪرن ۾ ڀريو. عزيز احمد ۽ هڪسر هٿ لوڏيا. پنڪيءَ جو ”پٽ چمڻ“ تي گلابي چهرو خوشيءَ ۾ ٻهڪي رهيو هو. هوءَ وڏي واڪ اعلان ڪري رهي هئي، ”پٽ جائو، جائو، ۽ سنجيده ڏانهس نهاري مرڪي رهيو هئو. اندرا پنڪيءَ جو هٿ جهلي هيٺ لٿي. اها جشن جي رات هئي ۽ شملي جون سڀ بارس سڄي رات کليل رهيون. شملا جي هيليپيڊ تي ٽين جولاءِ جي روشن صبح جو ڪيڪار ۽

الوداعي هٿ لوڏي ڪنڌ اٽويهن سالن جي گلابي رنگت واري پنکيءَ کي مان بلندين تي چڙهندي ڏسندو رهيس.

مون ڪي لکٽو بينظير تي هئو پر مٿيان تفصيل ان ڪري درج ڪري رهيو آهيان جو اهو بينظير جي سياسي ۽ مدبرانہ تربيت جو اهم ۽ اعليٰ حصو آهن.

محترمہ بينظير سان منهنجي ٻين مختصر لاقات ٻٽيهن سالن کان پوءِ چار سال اڳ دبئيءَ ۾ ٿي. مان ڍاڪا کان بنگلاديش ايئر لائين ۾ نيويارڪ وڃي رهيو هوس. پهريون پڙاءُ دبئي هوائي اڏو هو. ٽن چئن ڪلاڪن جي انتظار کان پوءِ ٻہ جڏهن دبئي ايئر پورٽ تان جهاز جي اڏام نہ ٿي تہ بنگلاديشين هائيڊوس مچائي ڏنو. جهاز جي ڊيزل ٽئنڪ ڦاٽي پيئي هئي. ڍاڪا کان ٻيو جهاز اچڻ ۾ الائي ڪيترو عرصو لڳي !! بنگلاديشي پلين جي پائلٽ ۽ ٻئي عملي مٿان مارڪٽ لاءِ ٻانهون ڪنجڻ لڳا. نيٺ دبئيءَ جي هڪ هوٽل (مون کان هوٽل جو نالو وسري ويو آهي) ۾ سيني کي رهائڻ جو انتظام ڪيو ويو. اتفاق سان اها هوٽل هڪ پاڪستانيءَ جي هئي ۽ ان جو مئنيجر اسان جي ساهتيءَ جو سنڌي هئو. جلد ئي ٻيئي هڪ ٻئي جا دوست ٿي ويا سين. ڪچهريءَ دوران هن ٻڌايو تہ بينظير اڄ ڪلهہ هتي دبئيءَ ۾ئي آهي ۽ هن وٽ سندس اچ وڄ آهي. منهنجي زوربار ۽ ايلازن تي حميد (مئنيجر جو نالو) مون کي هن وٽان ڏهن منٽن جو وقت وٺي ڏنو. مهمانن جي ملاقاتي ڪمري ۾ منهنجي بينظير سان رڳو ڏهن منٽن جي گڏجاڻي ٿي سگهي. مون هن کي شملا وارو وقت ياد ڏياريو ۽ هوءَ ڪجهہ لمحن لاءِ ماضِ ۾ موٽي ويئي. موڪلائڻ مهل مون پويون ڀيرو هن جي چهري ڏانهن چتائي نهاريو. ٻٽيهن سالن جي ڊگهي عرصي ۾ هوءَ رسيدگيءَ جي مٿاهين مقام ۽ منزل تي پهچي چڪي هئي ۽ مان هن جي منهن ۾ شملي واري پنکيءَ کي ڳولهي رهيو هوس. هن جو ڏکهو منهن ڳول ٿي ويو هو ۽ سندس ساڄي ڪن ۾ ڪيهہ جو وڏو ٻڙو ڦهڪيل هئو.

منهنجو پريتوان ۽ دلبر دوست سليمان شيخ ڪرنل قذافيءَ جي ملڪ لبيا جو سفر نامو لکي، ليڪڪن جي صف ۾ پنهنجو شمار ان ڪري ڪرائي سگهيو آهي جو منهنجيءَ نظر ۾ اهو صداقت ۽ ادبي ديانتداريءَ سان قلمبند ڪيل سفرنامو آهي. شيخ صاحب پارٽ جا ٻہ ٽي چار سفر ڪيا آهن، جن بابت لکڻ جو هو مون سان وعدو ڪري چڪو آهي. مون هن سان گڏجي هندوستان جي ڪن شهرن جو بسين ۽ ريلن ۾ سفر ڪيو آهي پر بينگال جي خوبصورت پهاڙي شهر hill station دار جلنگ واريون هن جي صحبت ۾ گذاريل جلنگ جي هوٽل جي بالڪونيءَ ۾ چوطرف خوبصورت نظارا ڏسندي مان سليمان شيخ کي چئي رهيوهو، "شيخ صاحب، هتي هڪ چانهہ جو باغ خريد ڪري باقي زندگي خوشبودار ۽ پرسڪون ماحول ۾ اچي گذاريو. سو ڪن سهٽين پهاڙي سندرين کي ملازمت بہ ملي پوندي ۽ توهان جي سني سار سنڀال بہ ٿيندي رهندي. باقي حڪمت (ڊاڪٽري) ۽ سياست توهان جهڙي اشراف انسان جي وس کان ٻاهر آهي." شيخ صاحب مرڪي هاڪار ۾ ڪنڌ لوڏي ڪجهہ چوڻ چاهيو تہ هن جي موبائيل جي گهنٽي وڳي. فون تي محترمہ بينظير پٽو دبئيءَ مان ڳالهائي رهي هئي. سليمان شيخ سان هن کي ڪنهن اهم مسئلي تي مشورو ڪرڻو هئو، جنهن لاءِ هوءَ هن کي جلد دبئي پهچڻ لاءِ چئي رهي هئي. شيخ صاحب آهستي آهستي چوڻ شروع ڪيو. "مان سنڌ جي اديبن ۽ فنڪارن جي وفد سان ٻن هفتن جي هندوستان جي دوري تي آهيان. هن وقت دارجلنگ جي هل اسٽيشن تي رهيل آهيون. هتان ڪلڪتي، دهلي، آگري، جئپور ۽ اجمير شريف ۾ رٿيل پروگرامن ۾ شريڪ ٿيڻو آهي. وفد جي سربراهہ طور منهنجو گروپ سان گڏ هئڻ لازمي آهي. وڌيڪ جيئن توهان چئو!"

شيخ صاحب فون تي گفتگو پوري ڪري ٻڌايو تہ بينظير چئي رهي هئي، ”توهان پلي آرام سان پنهنجا پروگرام پورا ڪري ۽ موڪلن جي مزو ماڻي پوءِ اچو. مان توهان جو انتظار ڪنديس.“

پر بينظير پاڻ ڪنهن جو گهڻو انتظار نہ ڪيو ۽ اڳلن کي انتظار ڪرائيندي رهي.

گذريل هفتي جئپور ۾ بينظير جو ياءُ مير مرتضيٰ ڀٽو جي نياڻي فاطمہ ڀٽو سان پنڪيءَ جي پرچاڻي ڪرڻ کان سواءِ وڌيڪ ڇا ڪري سگهيس؟